Roshni Book No. 162

ڪتاب جو نالو: منهنجو ڏس آسمان کان پڇو
(ڪهاڻيون)
ليکڪ: امر جليل

ڇاپو ڇهون: ©2000ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

MUNHINJO DUS AASMAN KHAAN PUCHHO
(Short Stories)
by: Amar Jalil
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composers, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro

6th Edition © 2000

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال - پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
استاد ڪتاب گهر - سوڪ سينٽر، خيرپور ميرس

منهنجي واتان جيڪي ٻون ٻڌڻ چاهين ٿو، سو مان چوڻ لاءِ تيار نہ آهيان؛ ۽ جيڪي مان چوڻ چاهيان ٿو، سو تون ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهين. تون ۽ مان هڪ ٻئي جوَ ضد آهيون. تنهنجوَ منهنجو فيصلو تاريخ جي صفحن ۾ ٿيندو.

**اِمر جليل**

# فهرست

# منهنجو ڏس ڪنهن ڪان نہ پڇو

مون کي نيڪ سان ياد ناهي تہ ڪهاڻي ”منهنجو ڏس آسمان ڪان پڇو“، مون ڪڏهن لکي هئي. سمجهان ٿو ٽيهہ – پنجيهہ سال اڳ لکي هئي. انهن ٽيهن – پنجيهن سالن ۾ ڪجهہ نہ بدليو آهي. ساڳيا حڪمران شڪيلون ۽ نالا مٽائي سامهون ايندا رهيا آهن، ڪوڙا واعدا، ۽ ڪوڙيون دعوائون ڪندا رهيا آهن. اسان سان ٺڳيون ڪندا رهيا آهن. اسين ساڳين وائڙن، جاهلن، غنڊن ۽ بدمعاشن کي ووٽ ڏيئي اسيمبلين ۾ ويهڻ لاءِ موڪليندا رهيا آهيون. گذريل پنجيهہ، بلڪ پاونجاهہ سالن کان ابراهيم گنجو ڪوڙن ڪيسن ۾ گرفتار ٿي رهيو آهي. لاڪپن ۾ ٽارچر ٿي صدين جا گناهہ پنهنجي کاتي ۾ لکرائي رهيو آهي. خودڪشي ڪري رهيو آهي. پوليس مقابلن ۾ مري رهيو آهي. سرچارلس نيپئر جي دور جا ڪيس اڃا تائين عدالتن ۾ پينڊنگ پيا آهن. پڙ ڏاڏن جي دور جا مقدما پڙپوٽا پوڳي رهيا آهن.

ڪجهہ نہ بدليو آهي. بدبوءِ ڦهلجي ويئي آهي. باقي سڀ ڪجهہ جيئن جو تيئن آهي. الله سائين جي باري ۾ ڳالهائي سگهبو آهي، پر ڪنهن جج جي باري ۾ نہ. ڪنهن جج جي باري ۾ ڳالهائڻ تہ پري جي ڳالهہ آهي، سوچڻ بہ ڏوهہ آهي. توهينِ عدالت جي الزام ۾ ٻڌندي دير نہ ڪندو. خبردار رهجو. ساڳئي گريڊ ۾ ڪم ڪرڻ جي باوجود ٽيهہ پنجيهہ سال اڳ ڪنهن ڪاليج يا يونيورسٽيءَ جو ليڪچرار ڪنگال، ۽ اسئسٽنٽ ڪمشنر خوشحال هوندو هو. اڄ بہ ليڪچرار بدحال ۽ اسسٽنٽ ڪمشنر مالا مال آهي.

ڪجهہ نہ بدليو آهي. فقط دستور جي مٽي پليد ٿيندي رهي آهي: ٻيا سمورا دستور ساڳيا آهن. جيئن ڪنهن جڏي کي بي ڪا نوڪري نہ ملندي آهي تہ ماستر ٿي پوندو آهي، تيئن ڪابينا ۾ جڏهن ڪنهن جڏي

وزير کي ڪا چڱي چوکي وزارت نہ ملندي آهي. تڏهن هو جهٽ پٽ تعليم جو وزير ٿي پوندو آهي. ڪجهہ نہ بدليو اهي، مهربانو، قدردانو. هرڪو اچڻ وارو حڪمران وڃڻ واري حڪمران کي ڪرپٽ، بدعنوان ۽ بدڪردار سڏيندو آهي. اِهو دستور ايوب خان ايجاد ڪيو هو، جنهن تي اڄ تائين سختيءَ سان عمل ٿي رهيو آهي. تاريخ جو ڏيوالو نڪري رهيو آهي.

اِئين بہ ناهي تہ بنهہ ڪجهہ نہ بدليو آهي. ڪجهہ ڪجهہ بدليو آهي، بلڪ بدلجي ويو آهي. انسان جي قدر جو گراف ڏاڍو ڪِريو آهي. ايتريقدر ڪِريو آهي جو ڪڏ ۾ وڃي پيو آهي. باقي ڪجهہ نہ بدليو آهي، پائو. اڳ جڏهن قميص جي ڏهہ رپيا، ۽ چمپل جي قيمت ٽي رپيا هوندي هئي، شامو هڪ قميص ۽ هڪ چمپل وٺي نہ سگهندو هو. اڄ جڏهن ردي سدي قميص جي قيمت ڏيڍ سؤ، ۽ چمپل جي قيمت سؤ رپيا ٿي ويئي آهي، شامو هڪ قميص ۽ هڪ چمپل خريد ڪري نہ سگهندو آهي. هن جي چاهت جو محور، تمنا هن جي اکين آڏو آسمان ڏانهن اُڏامي ويندي آهي، ۽ هو کيس بچائي نہ سگهندو آهي. سياسي ۽ رياستي دهشتگردي مريم کي ان شخص کان جدا ڪيو آهي، جنهن کيس ساهہ ۾ سانڍي ڇڏيو آهي.

وحشت جو هيءُ ڪهڙو مقام آهي؟

مون کي ٺيڪ سان ياد ڪونهي تہ مان ڪڏهن کان اُتي ويٺو هوس. مون کي فقط ايترو ياد آهي تہ وقت ۽ مقام کان بيشعور مان اُتي ويٺو هوس. رڻ هو. ريگستان هو. اُتي ويٺي مون کي ڪي ورهيہ، ڪي صديون گذري ويون هيون. مان نرجو هڪ ياد جو فاسل ٿي نہ سگهيو هوس. رڻُ شهر ۾ تبديل ٿيو. ماڻهن گهر آباد ڪيا. مان گهرن پاهران فٽپاٿ تي ويٺو رهيس.

ڪنهن مون کان پڇيو، ”سامهون وارو گهر تنهنجو آهي.“

مون اوپري گهر ڏانهن ڏٺو ۽ چيم، ”نہ. سامهون وارو گهر منهنجو ناهي.“

هُن پاسي واري گهر ڏانهن اشارو ڪندي پڇيو، ”۽ هيءُ پاسي وارو گهر؟“

پاسي واري گهر ڏانهن ڏٺم، ۽ چيم، ”منهنجو گهر ناهي. مون کي ڪوبہ گهر ناهي.“

حيرت ٿيس، پڇيائين، ”۽ هيءُ پاڙو؟“

وراڻيم، ”هيءُ پاڙو بہ منهنجو ناهي.“

پڇيائين، ”۽ هيءُ شهر؟“

چيم، ”هيءُ شهر بہ منهنجو ناهي.“

ڏاڍو تعجب لڳس. پڇيائين، ”۽ هيءُ ملڪ؟“

وراڻيم، ”هيءُ ملڪ بہ منهنجو ناهي.“

مون کي وارن کان پيرن تائين ڏٺائين. پوءِ پڇيائين، ”پرديسي آهين؟“

چيم، ”ها، مان پرديسي آهيان.“

پڇيائين، ”ڪهڙي ملڪ جو آهين؟“

مان مُنجهي پيس. ڏاڍو ڏکيو سوال پڇيو هئائين. وراڻيم، ”مون کي ڪا خبر ڪونهي تہ مان ڪهڙي ملڪ جو آهيان!“

عجب لڳس. چيائين، ”ائين ڪيئن هوندو!“

”اِئين آهي.“ چيم، ”اِئين نہ هجي ها تہ جيڪر سيلانين، جوڳين ۽ گرين ڪارڊ لاءِ سرگردان نسل جو خاتمو ٿي وڃي ها.“

هن چڱيءَ طرح منهنجو جائزو ورتو، ۽ چيو، ”اِن جو مطلب آهي تہ تون محبِ وطن ناهين.“

پڇيومانس، ”ڪهڙي وطن سان محبت جي ڳالهہ ٿو ڪرين!“

بِجان لڳس. چيائين، ”اِن جو مطلب آهي، تنهنجو ڪو تشخص ڪونهي.“

چيومانس، ”تشخص جي وضاحت ڪر.“

وراڻيائين، ”تنهنجي سڃاڻپ.“

”مان هڪ ياد جو فاسل• (Fossil) ٿي نہ سگهيو آهيان.“ چيم، ”تنهنڪري، منهنجي ڪا سڃاڻپ ڪونهي.“

پڇيائين، ”ڪا ايڊريس؟“

چيم، ”منهنجي ڪا ايڊريس ڪونهي.“

جڻ هورا ڪورا ٿي پيس. چيائين، ”تنهنجو ڪنهن ڏسُ پڇيو تہ ڇا ٻڌائيندين؟“

• پٿر ٿي ويل هزارين سالن کان ڌرتيءَ ۾ دفن ڪک، پن، هڏا، وڻن جا ٽڙ وغيره.

وراڻيم، ”اڄ تائين ڪنهن منهنجو ڏس نہ پڇيو آهي.“

هو مون کان پري تي ويٺو. چيائين، ”گهڻو اڳ مون هڪ مجذوب سان ڳالهايو هو. هن منهنجي هر سوال جو جواب تو وانگر ڏنو هو.“

هو هليو ويو. مان ويٺو رهيس. نہ وقت وس ۾ رهيو، ۽ نہ مقام جو شعور!

ورهيہ وهامي ويا آهن، ڇڻ صديون گذري ويون آهن، مون ڪهاڻي لکي هئي، ”منهنجو ڏس آسمان کان پڇو.“ ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن هنڌ مرڪزي ڪردار گوتم چيو هو:هيءَ سموري قوم سلهہ جي آخري مرحلي ۾ آهي. هڪڙي ڏينهن مري ويندي. مون کي خبر ڪونهي تہ هِن مرندڙ قوم جو لاش ڪير کڻڻ ايندو.“

مان آسمان تي ڳجهن جا ولر ڏسي رهيو آهيان. هڪ قوم طرح طرح جي مرضن ۾ مبتلا ٿي مري رهي آهي، فنا ٿي رهي آهي. اِهو سلسلو ورهين کان لاڳيتو جاري آهي.

اُنهن ئي ڏينهن ۾، هن ڪتاب ۾ شامل مون ڪهاڻي لکي هئي، ”عاشق ۽ شهيد موٽي ايندا آهن.“ مرڪزي ڪردار محرم عليءَ بابت هڪ هنڌ لکيل آهي: مون جڏهن ماما کي ٻڌايو هو تہ محرم عليءَ خاموش پيغمبريءَ جي دعويٰ ڪئي آهي، ۽ خاموش ٿي ويو آهي، تڏهن ماما چيو هو، ”مان محرم عليءَ جي دعويٰ جو مفهوم سمجهي سگهان ٿو. هن کي خليل جبران واري پيغمبري مليءَ آهي. هو جبران وانگر ڪنهن ميري هيسڪل سان محبت ڪندو ۽ اٺيتاليهہ سالن جي عمر ۾ مري ويندو.“

ساڳي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي: ڌرتيءَ جي زورآور خدائن جڏهن محرم عليءَ جي موت جي گهڙي مقرر ڪري ڇڏي، تڏهن ماما چيو هو، ”ڌرتيءَ جي خدائن لاءِ آسمان جي خدا پنهنجن الهامي ڪتابن ۾ لکي ڇڏيو آهي تہ مون هُن جي دلين تي تاڪيون چاڙهيون ڇڏيون آهن، ۽ مون کين پنهنجي هدايت کان هميشه لاءِ محروم ڪري ڇڏيو آهي.“

ورهين کان ڪجهہ نہ بدليو آهي. هدايت کان محروم حڪمران ڌرتيءَ جا خدا ٿي اسان تي حڪومت ڪري رهيا آهن. ورهيہ وهامي وڃڻ

جي باوجود ڪَهاڻي ”زهر ۽ زندگي“ ڄَجو شامو هڪ خواب جي تعبير لاءِ گريبان چاڪ ڪري زندگيءَ جي رڻ ۾ ڀٽڪي رهيو آهي.

هن ڪتاب ۾ شامل ڪنهن ڪهاڻيءَ جو جملو آهي: ڪي ماڻهو هِل اسٽيشن وانگر هوندا آهن. پنهنجو جوڀن برقرار رکي سگهندا آهن. ڪي ماڻهو قديم آثارن وانگر هوندا آهن. پڇندا پرندا رهندا آهن.

زوال پذير معاشري ۾ ابتر سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن جو دم گهٽيندڙ جمود انسان کي حواس باختہ ڪري ڇڏيندو آهي. توائي ڪري ڇڏيندو آهي. پاڳل ڪري ڇڏيندو آهي. مان شدت سان محسوس ڪري رهيو آهيان تہ آهستي آهستي مان پنهنجو دماغي توازن وڃائي رهيو آهيان. مان اعتراف ڪريان ٿو تہ هِن ملڪ تان، هِن ملڪ جي قانون تان، حڪومت تان، ۽ حڪمرانن تان منهنجو اعتبار کڄي ويو آهي. هڪ ڏنل ۽ خوفزده زندگي گهاريندي گهاريندي مان بيزار ٿي پيو آهيان. ڏپ ۽ وسوسن آزاديءَ جي مفهوم کي بي معنيٰ ڪري ڇڏيو آهي. اهڙي بدنيت ۽ بدصفت ماحول ۾ گذريل چاليهہ سالن کان مان پنهنجي خوف جي نفيءَ خاطر لکي رهيو آهيان. زندگي ڏاڍي بي مقصد، بي معنيٰ ۽ بڪواسُ محسوس ٿي آهي، بي معنيٰ زندگي کي ڪا معنيٰ ڏيڻ لاءِ مان لکي رهيو آهيان. اوندهہ، گهٽ ۽ ٻوسٽ ۾ لکڻ کان بهتر هو تہ بهادرن وانگر احتجاج ڪندي خودڪشي ڪري ڇڏجي ها. زلت جي زندگيءَ کان پيڇو ڇڏائڻ مشڪل محسوس ٿئي ها تہ هيروئن جو ڪش هڻي غشيءَ ۾ گم ٿي وڃجي ها. لکڻ جهڙو ڪڏو ڪم هرگز نہ ڪجي ها.

جيڪي سودائي گم ٿي ويا، اُنهن جو ڪهڙو ڏس، ڪهڙو پتو! سڄو سمورو هڪ نسل پنهنجي ملڪ، پنهنجي معاشري، پنهنجي ماحول مان گم ٿي ويو آهي، لاپتہ ٿي ويو آهي. جلاوطنيءَ جون ٻہ صورتون آهن، هڪ ظاهري ۽ ٻي باطني. ڪجهہ ماڻهو ظاهري طرح جلاوطن ٿيندا آهن. پنهنجو ملڪ ڇڏي پرديس ۾ وڃي پناهہ وٺندا آهن. ڪجهہ ماڻهو ڪوشش جي باوجود جڏهن جلاوطن ٿي نہ سگهندا آهن، تڏهن پنهنجي باطن ۾ جلاوطن ٿي ويندا آهن. باطن ۾ ورتل جلاوطني انسان کي مجذوب ڪري ڇڏيندي آهي.

مان پنهنجي باطن ۾ جلاوطن ٿي ويو آهيان. اِهو لازمي ٿي پيو هو، ضروري ٿي پيو هو. جڏهن ملڪ جي ماحول ۽ معاشري سان ناهہ ڪري نہ سگهجي، تڏهن جلاوطن ٿيڻ ۾ دير نہ ڪجي. مون جلاوطن ٿيڻ ۾ دير ڪري ڇڏي. عمر جي پوئين پهر ۾ جڏهن محسوس ڪيم تہ ڪوبہ ملڪ مون ڪي پناهہ ڏيئي نہ سگهندو، تڏهن پنهنجي باطن ۾ جلاوطن ٿي پناهہ وٺي ڇڏيم. منهنجو نہ ڏس آهي، ۽ نہ ئي ڪو پتو آهي، مان گم ٿي ويو آهيان. لاپتہ ٿي ويو آهيان.

امر جليل
15 - ڊسمبر 1999ع

**Amar Jaleel**
1311, Gali 12
I - 10/2, Islamabad.

## پهرئين ايڊيشن جو

# مهاڳ

منهنجين ڪهاڻين جي ابتدا موت ۽ محبت سان ٿي هئي. تنهنڪري، منهنجين ڪهاڻين جي موضوع ۾ ظاهري طرح يا باطني طرح، سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح موت ۽ محبت جو ذڪر ايندو آهي. عام رواجي محبت وانگر عام رواجي موت به مونکي متاثر ڪندو آهي. مان غير معمولي ۽ ممنوع محبتن جو شاهد آهيان. مان اوچتي، ششدر ڪندڙ ۽ زندگيءَ جي بي وفائين تي مڪمل فتح حاصل ڪندڙ موت کان متاثر ٿيندو آهيان. هڪ اڌوري محبت جي تڪميل لاءِ مرڻ مهڻو نه آهي. مقصد لاءِ مرڻ بي معنيٰ زندگيءَ کي وسيع معنيٰ ڏيئي ڇڏيندو آهي. منهنجيون ڪهاڻيون فقط اُنهن کي پسند ايندون آهن، جن کي موت ۽ محبت ۾ پراسرار مفهوم نظر ايندو آهي.

مان مهيني ۾ هڪ – ٻه دفعا ٽيڪسيلا ضرور ويندو آهيان. ٽيڪسيلا ۾ ٻُڌمت جي دؤر جا قديم آثار پکڙيل آهن. ٽڪر جي چوٽيءَ تي ٻڌمت جي عبادتگاهه، جوليان، ننڍي کنڊ جي سڀ کان قديم يونيورسٽي آهي. ڦٽل يونيورسٽيءَ جي کنڊرن ۾ گهمندي مان پاڻ کي اوپرو محسوس نه ڪندو آهيان. مون کي لڳندو آهي ته مان هتي ايندو رهيو آهيان – مان هتان جي کنڊ ڪڙڇ کان واقف آهيان. محبت ۽ موت جي باري ۾ منهنجي احساس جي پرورش جوليان يونيورسٽيءَ ۾ ٿي آهي – هن جنم ۾ نه، پر گذريل ڪنهن جنم ۾. منهنجو هر جنم، مسلسل سفر جي ڪڙي آهي. مون عالم ارواح ۾ هڪ صورت ڏٺي هئي، ۽ سندس آواز ٻڌو هو. مون کي اُن صورت ۽ اُن آواز جي ڳولا آهي. هڪ اڌوري سپني جي تڪميل لاءِ بار بار مرڻ ۽ جيئڻ جي فلسفي کي مان مڪمل طرح رد ڪري نه سگهيو آهيان.

مان گذريل ويهن – ٻاويهن سالن کان لاڳيتو لکي رهيو آهيان. مون شدت سان محسوس ڪيو آهي، ته اسان جو معاشرو ڏاڍي بيدرديءَ سان

هڪ محور تي ڪُٺل آهي. ساڃهہ ۽ سوچ وچي جهنگ وسايو آهي. گذريل ڀاويهن سالن ۾ قداور بندرا ۽ بندرا قداور ٿي ويا آهن. سچ ڳالهائڻ وارن پنهنجا چپ سبي ڇڏيا آهن. منافقت ڪي ڊپلوميسيءَ جو نئون نالو ملي ويو آهي. سوريءَ جو سينگار تيڻ وارا ساڳيا آهن، فقط جلاد بدلجي ويا آهن. راهہ ۽ راهي ساڳيا آهن، فقط راهزن بدلجي ويا آهن. خواب ساڳيا آهن، پر تعبيرون بدلجي ويون آهن. نئين سجاڳيءَ لاءِ ماڻهن منهن تي پنهنجي پنهنجي پسند جا نقاب چاڙهي ڇڏيا آهن. اصلي چهرا لڪي ويا آهن، نقلي چهرا تشخص جي علامت ٿي پيا آهن. ڏينهن جو بتي ڪٺي گهمڻ وارن جو تعداد ان ڪري وڌي ويو آهي، جو اسان جو يقين سَچ تان ڪچي ويو آهي. نفانفسيءَ جو راڪاس گهر گهر جي چائنٺ تي چوڪيدار آهي.

ڀاويهہ سال اڳ، (جڏهن ڪان مان لکي رهيو آهيان)، جنهن ٻار جنم ورتو هو، سو اڄ جوڌو جوان ٿي پيو آهي. مون پنهنجين ڪهاڻين ۾ سندس ڀاويهن سالن کي قلمبند ڪيو آهي. هو منهنجي سجاڳيءَ آهي؛ مان هُن جي سجاڳيءَ آهيان. مون ان ڳالهہ جي ڪڏهن بہ ترديد نہ ڪئي آهي، تہ مان فقط ٻارن ۽ نوجوانن جو ليکڪ آهيان. عالمي ادب ۾ ٻار آئيندي جي علامت، ۽ نوجوان عمل جي علامت سمجهيا ويندا آهن. منهنجي وجود جو ٻار جوان نہ ٿيو آهي. هو اڃا بہ واٽ ويندي ٻيهي رهندو آهي، ۽ شوڪيسن ۾ رکيل شين ڏانهن تجسس سان ڏسندو آهي. هو راند ڪرڻ لاءِ چنڊ ٻدران سج جي پرندڙ گولي لاءِ واجهائيندو آهي.

رڻ ڪي راهي، عبادتگاهہ ڪي عابد، درد ڪي دل، احساسَ ڪي سچائيءَ جي روشني، ۽ هر لکيل لفظ ڪي پڙهڻ ۽ پرکڻ واري اک ملي ويندي آهي. اهو قدرت جو اٽل ۽ اٽر قانون آهي. جيڪڏهن ائينَ نہ هجي ها، تہ هوند، سمورو بنواس مها آتما گوتم ٻڌ لاءِ گيان ۽ ڌيانَ جو گهر نہ ٿي پوي ها. هو، ڪنهن اوباش شهزادي وانگر عقاب جي اکين تان ڪوپو لاهي ڇڏي ها، ۽ هيٺين هرڻين تي حملہ آور ٿيندو رهي ها. عالمن ۽ فاضلن جي انبوهہ آڌو شهادت جو بي مثال مرتبو ماڻيندڙ، حسين ابن منصور الحلاج جي فلسفي کي سمجهڻ ۽ مڃڻ وارن جو تعداد، هزار سالن کان پوءِ، اڄوڪي دؤر ۾ ڳاڻاٽي کان ٻاهر ٿي ويو آهي. صليب اڳ بہ هو، پر صليب کي عزت حضرت عيسيٰ عطا ڪئي آهي.

ٻوريءَ تائين فقط سزاوار نہ پهچندا آهن، بي گناھہ بہ ٻوريءَ جو سينگار ٿي ويندا آهن. ڪَڙي ۽ قاتل جا هيراڪ وھہ ڏسي وهسن گهٽو! مونن ڪي طورسينا سمجهڻ وارن جي هٿ ۾ مون فڪر ڦرهي ڏني آهي. مشينن جي آڌار تي ڌڙڪندڙ دل، دماغ جي سوچ ۽ لوچ جو ساٿ ڏيئي نہ سگهندي آهي. چاول ٻار ڪي خدا جي گهر ٻاهران قتل ڪرڻ سان خدا جي خوشنودي حاصل نہ ٿيندي آهي. اُهو فهم ٿي ٻيو ڪو آهي، جنهن سان پرينءَ ڪي پسبو آهي!

آڏين پڇائن، انڪوائرين، وٺ پڪڙ، دڙڪن ۽ تنبيهن کان ڪڏهن ڪڏهن بيزار ٿي سوچيندو آهيان، تہ، لکڻ ڇڏي ڏيان. اسان جو معاشرو لکڻ لاءِ قطعي سازگار نہ آهي. هتي چوريءَ، زوريءَ، رشوتخوريءَ، ۽ چغلخوريءَ سان سک جي زندگي گذاري سگهجي ٿي، پر پنهنجي ضمير، شعور، ۽ سوچ مطابق لکڻ سان هرگز نہ. اسان جي معاشري ۾ ادب جا وڏي ۾ وڏا ۽ آخري پارکو ڪامورا آهن. ڇا لکجي، ۽ ڇا نہ لکجي! ڇا چئجي، ۽ ڇا نہ چئجي! ڪوڙَ کي ڪوڙ، اوندھہ کي اوندھہ، ۽ ظلم کي ظلم نہ سڏجي، تہ ٻيو ڇا سڏجي! زندگي پل صراط جو سفر ٿي پيئي آهي.

ڪنهن ڪنهن وقت خيال ايندو اٿم، تہ، مان موهن جي دڙي جو اُهو گمنام ليکڪ آهيان، جنهن مٽيءَ جي ٽڪيءَ تي لکيو هو: منهنجا قاتل، تون بيحد طاقتور آهين، ۽ سڀئي شيطاني قوتون تنهنجيون مددگار آهن. مان ڪمزور ۽ نٻل آهيان. منهنجي هٿ ۾ قلم آهي، ۽ تنهنجي هٿ ۾ تلوار. مان ظاهري طرح هر دؤر ۾ تنهنجي هٿان مرندو رهيو آهيان. پر اصل ۾ تنهنجو منهنجو معرڪو تاريخ جي صفحن ۾ ٿيندو آهي، جنهن ۾ مون شهادت جو مرتبو ماڻيو آهي، ۽ تو ذلت ۽ خواريءَ جو.

مان گهڻو ڪري اُن ننڍڙي ٻار بابت سوچيندو آهيان، جيڪو وحشين، خونين، ۽ رهزنن جي خوف کان ساھہ مٺ ۾ ڪري ڪنهن ڇپَ پٺيان وڃي پناھہ وٺندو آهي، ۽ آڱريون دل جي رت ۾ ٻوڙي پنهنجي دؤر جي هر ظلم، ڏاڍَ ۽ ڏمر کي پٿر تي لکي ڇڏيندو آهي. پوءِ، جڏهن حالُ، حال نہ رهندو آهي، ۽ سڀ ڪجهہ ماضيءَ ۾ بدلجي ويندو آهي، تڏهن وقت جي ڇپ پٺيان پناھہ وٺندڙ ٻار تاريخ جي صفحن مان پنهنجي دور جو سڀ کان وڏو شاهد ٿي اڀري ايندو آهي. مون کي لڳي ٿو، ڪٿي ڪو ٻار دل جي رت ۾ آڱريون ٻوڙي، اسان جي سماجي، اقتصادي ۽ سياسي تاريخ لکي رهيو آهي.

هن مجموعي ۾ منهنجي پسنديده ڪهاڻي ’عشق‘ آهي. وقت جون نهنڊون اسان جا چهرا بگاڙي ڇڏينديون آهن، ۽ اسين هڪبئي کي سڃاڻڻ ۾ دير ڪري ڇڏيندا آهن. اهو قطعي غلط آهي تہ وقت کي گهاوَ ڀري ڇڏيندو آهي.

هيءُ ڪتاب ڪنهن بہ لائبريريءَ جي زينت ٿيڻ لاءِ نہ آهي. هيءُ ڪتاب هاسٽلن، گهرن ۽ جهرن جهنگن ۾ پڙهڻ لاءِ آهي.

**امر جليل**
25- سيپٽمبر، 1983ع

شعبو - ايجوڪيشنل ٽيڪنالوجي
علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد

# عاشق ۽ شهيد موٽي ايندا آهن

اسان محرم عليءَ جو سسيءَ بنا ڌڙ دفن ڪري ڇڏيو. ميوا شاهه قبرستان ڪان موٽندي وات تي سج لهي ويو. گهر پهتاسين ته گهر ۾ گگهه اونده هئي. بتي ٻارڻ جي اجازت نه هئي. ڪنهن به وقت هوائي حملي جو ڊپ هو. موت آسمان مان ڌرتيءَ ڏانهن ڏسي رهيو هو. ڌرتيءَ جا اسين رهواسي هوائي حملي کان بچڻ لاءِ اونده جا اوڇا ڪوٽ ڪڙا ڪري ويهي رهيا هئاسين. حياتيءَ کي اونده جي حوالي ڪري ڇڏيو هوسين. درن ۽ گهرن ٻاهران قبرن جهڙيون خندقون کوٽي ڇڏيون هيوسين. ڪڏهن خوش، ۽ ڪڏهن پشيمان هئاسين ته جيئرا هئاسين، ۽ اونده ۾ وڏيڪ جيئڻ جا جتن ڪري رهيا هئاسين.

اسين محرم عليءَ جا مائٽ مٽ، سوٽ، ماسات ۽ سنگتي ساٿي محرم عليءَ جي گهر پهتاسين، ۽ اونده ۾ جذب ٿي وياسين. اونده رهي؛ اسان جو وجود نه رهيو.

منهنجي پوڙهي مامي، جنهن کي گذريل ويهن سالن کان اڌ رنگو آهي، ۽ اٿي ويهي نه سگهندو آهي. تنهن پڇيو، ”ابا، پڪ آٿوَ ته سسيءَ بنا ڌڙ محرم عليءَ جو ئي هو، ۽ ٻئي ڪنهن شخص جو ته نه هو؟“

ڪجهه دير تائين ماما کي پنهنجي سوال جو جواب نه مليو. ائين پئي محسوس ٿيو، ڄڻ اونده اسان جي وجود سان گڏ اسان جي آوازن کي به ڪائي ڇڏيو هو. مون پنهنجن مائٽ مٽن، سوٽن ماساتن ۽ سنگتين ساٿين کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اونده ۾ مان ڪين ڏسي نه سگهيس. جڏهن ڳپل ڪن ساعتون گذري ويون، ۽ ماما کي پنهنجي سوال جو جواب نه مليو، تڏهن هن ٻيهر پڇيو، ”اڙي بابا، پڪ آٿوَ نه، ته ميوا شاهه ۾ محرم عليءَ جو ئي لاش دفن ڪري آيا آهيو؛ محرم عليءَ بدران ٻئي ڪنهن شخص جو لاش ته دفن نه ڪري آيا آهيو؟“

تڏهن چيم، ”مان سمجهان ٿو ماما، اُهو لاش محرم عليءَ جو ئي هو.“

ماما هڪدم پڇيو، ”تو ته سڃاتس نه؟“

مان منجهي پيس. هيڪندي چيم، ”سمجهان ٿو، مون کيس سڃاتو هو.“

ماما ٿڌو ساهه کنيو، ۽ چيو، ”سسيءَ بنا ڪنهن کي سڃاڻڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو آهي، پٽ.“

ماما جي دل رکڻ خاطر، ۽ کيس پڪ ڏيارڻ لاءِ چيم، ”مون محرم عليءَ کي سسيءَ بنا به سڃاڻي ورتو هو، ماما.“

ماما چپن ۾ ڪجهه چيو. سندس لفظ ته ٻڌي سگهيس، پر سندس لفظن جو مفهوم سمجهي نه سگهيس. اصل ۾ هن پاڻ سان ڳالهايو هو. مون سان نه ڳالهايو هو. ماما مون سان يا ٻئي ڪنهن سان جڏهن به ڳالهائيندو آهي، تڏهن وڏي واڪ ۽ چٽي نموني ڳالهائيندو آهي. ۽ پوءِ، ماما وڏي واڪ ۽ چٽي نموني ڳالهايو. پڇيائين، ”پٽ، ڪنڌ مٿڪي وٺان ڪپيو هٿائونس، يا ڪرنگهي وٽان؟“

مون بدن ۾ سيسرات محسوس ڪيو. سچ پچ ته اسان منجهان ڪنهن به ان طرف ڌيان نه ڏنو هو. هنن مقتل ۾ محرم عليءَ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري، سندس لاش اسان جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. دستور موجب هنن محرم عليءَ جي سسي اسان جي حوالي نه ڪئي؛ ۽ نه وري اسان ئي محرم عليءَ جي لٽل سسيءَ لاءِ گهر ڪئي. سڀ ڪجهه ماٺ ميٺ ۽ تڙتڪڙ ۾ ٿي رهيو هو.

ڏينهن ننڍو هو. مٿان هوائي حملي جو ڊپ هو. محرم عليءَ جو لاش کڻي اسين گهر نه آياسين. مقتل مان محرم عليءَ جو لاش کڻي اسين سڌو ميوا شاهه قبرستان وياسين. کيس ڪفن ڏيئي دفن ڪري ڇڏيوسين. قبرستان جي مسجد ۾ سندس لاش کي غسل بغداديءَ واري حاجي مُلي ڏنو هو.

حاجي ملو سسيءَ بنا ميت ڏسي حيران ٿي ويو هو. هن اسان کان پڇيو هو، ”هيءُ شخص ڪير آهي، ۽ هن جي سسي ڪٿي آهي؟“

منهنجي ماسات ڪُڌوءَ کيس ٻڌايو هو، ”هيءُ محرم عليءَ جو لاش آهي، حاجي. تون ته کيس چڱيءَ طرح سڃاڻين نه!“

حاجي ملو وائڙو ٿي ويو هو. بدني مان لاش تي پاڻي وجهندي، هٿ

روڪي ڇڏيو هئائين. ڪجهہ ساعتن لاءِ غور سان محرم عليءَ ڏانهن ڏٺو هئائين. ۽ پوءِ ڪلمو پڙهي، پنهنجي سيني تي شوڪارو هڻندي چيو هئائين، ”مان محرم عليءَ کي چڱيءَ طرح سڃاڻان. پر، سسيءَ بنا ڪنهن کي سڃاڻڻ ڏکيو آهي.“

حاجي مِلي جي ڳالهہ ٻڌي مان بہ شڪجي پيو هوس. مون اِهو نہ ڏٺو هو تہ محرم عليءَ جو ڪنڌ ڪرنگهي وٽان ڪپيل هو، يا مٿڪي وٽان. ان ۾ منهنجي لاءِ تيستائين ڪو مفهوم نہ هو – ڪا معنيٰ نہ هئي؛ معنيٰ هئي تہ فقط محرم عليءَ جي لٽل سسيءَ ۾ هئي، ورنہ سڀ ڪجهہ بي معنيٰ هو، سڀ ڪجهہ بي مطلب هو.

مان حاجي ملي جي پرسان اوڪڙو ويهي رهيو هوس. محرم عليءَ جو سسيءَ بنان لاش تختي تي رکيو هو، ۽ حاجي ملو کيس غسل ڏيئي رهيو هو. هو ڏاڍي پيار، ڏک ۽ صدمي سان محرم عليءَ جي سرد جسم تي هٿ ڦيرائي رهيو هو. رکي رکي تڏو ساهہ کڻي لڙڪ پي رهيو هو. هوڏي، سرڪش ۽ ضدي هئڻ جي باوجود محرم علي کيس ڏاڍو وڻندو هو. ڪجهہ عرصي تائين محرم علي سندس ڪتابي رهيو هو. هڪ دفعي سبق وٺڻ کان اڳ محرم علي جڏهن مسيت مان ڀڄي ويو هو، تڏهن هن عام ڪتابين وانگر کيس چوڪنيو ٻڌرائي بيد جي لڪڻ سان مار نہ ڏني هئي. هن محرم عليءَ لاءِ دعا ڪئي هئي. اُهي ڏينهن، اُهي شينهن، محرم علي وري ڪتابي نہ ٿيو، پر حاجي ملي کي سدائين ياد رهيو. کيس بغدادي محمدن فتبال ڪلب لاءِ کيڏندو ڏسي خوش ٿيندو هو. محرم علي جڏهن بہ گول ڪندو هو، حاجي ملو کيس دعائون ڏيندو هو. ڪنهن سماج سڌارڪ هڪ دفعي حاجي ملي کي محرم عليءَ جي هسٽري شيٽ ٻڌائيندي چيو هو تہ، حاجي، اهو محرم علي ڪافر ٿي پيو اٿئي – نہ رکي روزا، ۽ نہ پڙهي نمازون!

حاجي ملي اُن سماج سڌارڪ کي چيو هو، ”اسين آهيون انسان. هڪ ٻئي جي اندر ۾ ليئو پائي ڏسي نہ سگهندا آهيون. اهو ڪم الله سائينءَ جو آهي.“

پر سماج سڌارڪ نہ مڙيا. گوشہ نشيني ۽ خاموشيءَ جي باوجود سماج سڌارڪ محرم عليءَ جي ڪڍ لڳا رهيا. کيس مقتل تائين پهچائي دم پٽيائون. سندس سسي ڌڙ کان ڌار ڪرائي ڇڏيائون.

غسل ڏيڻ کان پوءِ حاجي ملو محرم عليءَ جي سيرانديءَ کان اچي بيٺو هو. جيتوڻيڪ سندس سسيءَ کي ڌڙ کان ڌار ٿئي ٿي - چار ڪلاڪ گذري ويا هئا، تنهن هوندي بہ محرم عليءَ جي ڪپيل نڙگهٽ ۽ رڳن مان رت ٽمي رهيو هو. حاجي ملي چيو، ”مان سمجهان ٿو هيءُ لاش محرم عليءَ جو آهي. سسيءَ بنا بہ مون ڪيس سڃاڻي ورتو آهي.“

آلاڻ سبب محرم عليءَ جي سيني جا وار ڳوهجي ويا هئا. انيڪ ڪارن وارن ۾ مان هڪ اڇو وار ڳولڻ لڳس. محرم عليءَ هڪ دفعي پنهنجي سيني جو اڇو وار ڏيکاريندي مون کي چيو هو، ”پيغمبري چاليهہ سالن کان پوءِ ملندي آهي. مان چاليهہ سالن جو ٿيو آهيان. هيءُ اڇو وار منهنجي پيغمبريءَ جي نشاني آهي. مان خاموشيءَ جو پيغمبر آهيان.“

ان وقت چؤطرف روشني هئي - اوندهہ نہ هئي. هوائي حملي ۽ موت کان بچڻ لاءِ اسان زندگيءَ تي اوندهہ جي چادر نہ چاڙهي هئي. تڏهن اسان محرم عليءَ جي ڳالهہ کي اهميت نہ ڏني هئي. اسان جو سمورو ڌيان سڄ ڏانهن ڇڪجي ويو هو، جيڪو ڌرتيءَ کان ڌار ٿي رهيو هو. جبلن تي ڪاهہ ڪري، چوٽيون سر ڪري، اسان سڄ جي ٻرندڙ گولي کي پاڪر ۾ پري ورتو هو. جسم داغن سان سينگارجي ويا هئا. ٻانهون ڏنين ۽ زخمن سان روشن ٿي پيون هيون.

۽ انهن ئي ڏينهن ۾ اسان جي مائرن اسان کي مٽي تي مِٽي، ۽ وڏي ڄمار جي دعا ڏني هئي. تڏهن سڄ اسان جي ٻانهن مان ڇڏائجي ويو هو - پاڪر مان نڪري ويو هو - ڌرتيءَ کان پري ٿي ويو هو؛ ۽ پوءِ آسمان ڏانهن چوٽ چڙهندو ٽانڊاٽي وانگر نظر ايندو، آسمان جي اونداهي جهنگ ۾ گم ٿي ويو هو. ۽ پوءِ هر طرف اوندهہ، انڌوڪار ۽ تاريڪيءَ جو واسو ٿي ويو. اسانن جي دل ۾ هوائي حملي جو ڊپ گهر ڪري ويهي رهيو.

ڪلنڊڙ، روئيندڙ، ڳالهائيندڙ ۽ سوچيندڙ ٻار مري ويا. ڪائنات جو دستور بدلجي ويو. مائرن انڌن، گونگن، ٻوڙن ۽ موڳن ٻارن کي جنم ڏنو. روشني ڪريو! روشني ڪريو! آسمان جي گنبذن مان آواز ايندو رهيو. روشني ڪريو! مشعلن کي رت جي تيل سان تازو ڪريو! روشني ڪريو! اي مائرو سوچن کي جنم ڏيو! اي مائرو ڳالهين کي جنم ڏيو! اي مائرو بصيرت کي جنم ڏنو! اي مائرو سماعت کي جنم ڏيو! روشني ڪريو!

روشني ٿي هئي، پر ٿورڙي دير لاءِ – گهڙي کن لاءِ ۽ پوءِ غيب مان صوره اسرافيل جو آواز آيو. ماڻهن چيو، بتيون وسايو، زندگي موت جي اک ۾ آهي. اونده ڪريو! مشعلن جا منهن واريءَ ۾ پوري ڇڏيو! شيلفن تان خليل جبران کي لاهي دلين ۾ سانڍي ڇڏيو. هوائي حملي جو سائرن وڳو آهي، بتيون وسائي ڇڏيو! اونده ڪريو! اونده ۾ جيئري رهڻ جا جتن ڪريو!

اسين سيئي، مٽ مائٽ، دوست احباب ۽ سنگتي ساٿي اونده ۾ جيئري رهڻ تي راضي ٿي پياسين. اسين سوٽ، ماسات ۽ ماروٽ ۽ پڦاٽ اونده ۾ جيئري رهڻ جو دستور سکي پياسين. اونده ۾ نوڪرون، ٺاپا ۽ ڏڪا کائيندي هٿن پيرن جا ننهن پٽائي ۽ پچائي ويٺاسين، ۽ جيئرا رهياسين.

پر محرم علي اونده ۾ جيئرو رهي نه سگهيو. هو مري ويو، پر پنهنجي مرضيءَ سان نه. سندس موت جو وقت ۽ ڏينهن آسمانن، زمين ۽ ڪائنات جي خدا مقرر نه ڪيو هو. سندس موت جي گهڙيءَ جو تعين ڌرتيءَ جي زور آور خدائن ڪيو هو. هنن اسان کي اڳواٽ اطلاع ڏياري موڪليو هو ته فلاڻي ڏينهن، فلاڻي وقت محرم عليءَ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪئي ويندي– توهين مقتل ٻاهران وقت سر سندس لاش کڻي وڃجو.

ماما جي محرم عليءَ سان ڏاڍي دل هوندي هئي. مون جڏهن ماما کي ٻڌايو هو، ته محرم عليءَ خاموش پيغمبريءَ جي دعويٰ ڪئي آهي، ۽ خاموش ٿي ويو آهي، تڏهن ماما چيو هو، ”مان محرم عليءَ جي دعويٰ جو مفهوم سمجهي سگهان ٿو. هن کي خليل جبران واري پيغمبر ملي آهي. هو جبران وانگر ڪنهن ميري هيسڪل سان لازوال محبت ڪندو ۽ ائيتاليهن سالن جي عمر ۾ مري ويندو.“

ڌرتيءَ جي زورآور خدائن جڏهن محرم عليءَ جي موت جي گهڙي مقرر ڪري ڇڏي، تڏهن ماما چيو هو، ”ڌرتيءَ جي خدائن لاءِ آسمان جي خدا پنهنجي الهامي ڪتابن ۾ لکي ڇڏيو آهي ته، ”مون هنن جي دلين تي تاڪيون چاڙهي ڇڏيون آهن، ۽ مون کين پنهنجي هدايت کان هميشه لاءِ محروم ڪري ڇڏيو آهي.“

مقرر ڏينهن تي مون ماما کي چيو، ”اڄ محرم عليءَ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري سندس لاش اسان جي حوالي ڪري ڇڏيندا. تون مقتل تائين هلندين، ماما. اسين ايمبولنس جو بندوبست ڪري وٺنداسين.“

”مان انيڪ دفعا مقتل ويو آهيان، ۽ انيڪ دفعا مقتل کان موٽي آيو آهيان.“ ماما چيو هو، ”مان اڌ رنگي جو مريض آهيان، هلي نہ سگهندس. توهين مائٽ مٽ، دوست احباب ۽ سنگتي ساٿي مقتل تائين وڃو، ۽ محرم عليءَ جو لاش وٺي، ميوا شاهہ قبرستان دفن ڪري اچو.“

اسين محرم عليءَ جو سسيءَ بنان لاش ميوا شاهہ قبرستان ۾ دفن ڪري موٽي آياسين. اوندهہ جي ڪوٺن ۾ محفوظ ٿي ويهي رهياسين. الاءِ ڇو ماما کي محرم عليءَ جي ڪنڌ جو فڪر ورائي ويو هو. هن لاءِ اهو ڪافي نہ هو تہ اسان سسيءَ بنا محرم عليءَ کي سڃاڻو هو. هن رکي رکي تصديق ڪرڻ پئي چاهي تہ محرم عليءَ جو ڪنڌ ڪرنگهي وٽان ڪپيل هو، يا مٿڪي وٽان!

ماما چيو، ”مان سمجهان ٿو محرم عليءَ جو ڪنڌ ڪرنگهي وٽان ڪپجي ويو هوندو، ڇو جو محرم عليءَ جو ڪنڌ اڪثر سوچ ۾ جهڪيل رهندو هو.“

چيم، ”مان سندس ڪپيل ڪنڌ ڏانهن ڏسي نہ سگهيو هوس.“

ماما چيو، ”سوچيندڙ ۽ سرڪش جي سسي ڌڙ کان ڌار ٿيڻ برحق آهي. سوچيندڙ جو ڪنڌ ڪرنگهي وٽان، ۽ سرڪش جو ڪنڌ مٿڪي وٽان ڪپجي ويندو آهي. محرم علي سوچيو هو. سندس ڪنڌ ڪرنگهي وٽان ڪپجي ويو هوندو.“

ماما وڏو ساهہ کڻي خاموش ٿي ويو.

ڪنهن پڇيو، ”زندگيءَ تان هوائي حملي جو خطرو ٽري ويو آهي، يا اڃا موجود آهي؟“

جواب آيو، ”اوندهہ برقرار رکو – روشني نہ ڪريو. زندگيءَ کي موت کان بچائڻ لاءِ، مشعلن جا منهن واريءَ ۾ وجهي ڇڏيو.“

اوندهہ ۾ نہ سوال پڇندڙ جي شڪل ڏسي سگهياسين، ۽ نہ جواب ڏيندڙ جو منهن ڏسي سگهياسين.

۽ پوءِ ڪيتريءَ دير تائين اوندهہ ۾ ڪنهن نہ ڳالهايو. گونگن، انڌن، ٻوڙن، ۽ موڳن جو نئون نسل اوندهہ ۾ راند ڪندو رهيو.

ماما مون کي سڏ ڪيو.

مان سندس کٽ جي پاٿيءَ تي وڃي ويٺس.

ماما پڇيو، ”ناز کي ٻڌايو اٿئي تہ محرم علي مري ويو آهي؟“
چيم، ”نہ.“
پڇيائين، ”ٻئي ڪنهن ٻڌايو اٿس؟“
چيم، ”ها، ٻڌايو اٿائونس، پر ڪيس يقين نہ آيو آهي.“
ماما چيو، ”تون وڃي ٻڌائي اچينس. ٻڌائجانس تہ محرم علي سوچيندو هو، تنهن ڪري سندس ڪنڌ ڪرنگهي وٽان ڪپجي ويو هو.“
مون ماما کان پڇيو، ”ناز جي مڙس کي خبر آهي تہ ناز محرم عليءَ سان محبت ڪندي آهي؟“
ماما ٿورڙو کليو. چيائين، ”ان باري ۾ مڙس جو ڇهون حواس ڪمپيوٽر کان وڌيڪ تيزيءَ ۽ يقين سان ڪم ڪندو آهي.“
ماما جي کٽ تان اُٿي، مان پٽ کي ٽيڪ ڏيئي فرش تي وڃي ويهي رهيس، ۽ پوءِ ڪيتريءَ دير تائين ممنوع محبتن جي باري ۾ سوچيندو رهيس. مائيڪل اينجيلو جي اولاد سان محبت ڪري سگهجي ٿي. مائيڪل اينجيلو جي چترڪاريءَ سان محبت ڪري سگهجي ٿي. مائيڪل اينجيلو جي مجسمہ سازيءَ سان محبت ڪري سگهجي، خود مائيڪل اينجيلو سان محبت ڪري سگهجي ٿي، پر مائيڪل اينجيلو جي زال سان محبت ڪري نہ ٿي سگهي! سُهڻي دنيا جي واحد پرڻيل عورت آهي، جيڪا مڙس کي ننڊ ۾ ڇڏي ميهار سان ملڻ ويندي هئي، پر اڄ تائين بدنام نہ ٿي آهي. ان ۾ ڪمال سهڻيءَ ۽ ميهار جي محبت جو نہ آهي. ان ۾ سارو ڪمال، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ سچل سرمست جو آهي.
ٿوريءَ دير کان پوءِ ڪنهن مون کي ٻڌايو تہ ناز آئي آهي، ۽ منهنجو پڇائي رهي آهي. مان فرش تان اُٿي اوندهہ ۾ ٺاپا ڪائيندو، ڪتابن جي ڪٻٽ وٽ وڃي بيٺس. جنهن ڪٻٽ وٽ بيٺو هوس، تنهن کي هٿ لائي ڏٺم. قطار ۾ اهو پهريون ڪٻٽ هو، اهو ڪٻٽ اسان سيني لاءِ سڀ کان وڌيڪ مقدس ڪتابن سان ڀريل هو. اُتان وڏي واڪ مون ناز سان ڳالهايو. چيم، ”ناز، ڪتابن وارو اهو ڪٻٽ جنهن ۾ خليل جبران جو پيغمبر رکيو آهي، مان ان ڪٻٽ جي ڀرسان بيٺو آهيان.“
ناز تيز ڪائيندي ڪٻٽ وٽ اچي پهتي. پڇيائين، ”محرم علي ڪڏهن ايندو؟“

تعجب ٿيو. چيم، ”محرم عليءَ کي اسين ميوا شاهہ قبرستان ۾ ڇڏي آيا آهيون. بغداديءَ واري حاجي ملي کيس غسل ڏنو هو.“

ناز پڇيو، ”پڪ اٿئي تہ سسيءَ بنا جيڪو لاش دفن ڪري آيا آهيو، سو لاش محرم عليءَ جو ئي آهي؟“

منجهي پيم، پر چيم، ”مان سمجهان ٿو ناز، تہ اهو لاش محرم علي جو ئي هو.“

ناز چيو، ”تہ پوءِ محرم علي ضرور موٽي ايندو.“

مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. محبت ۾ بدحواسيءَ جون ڳالهيون ڪندي مون اڳ ڪنهن کي نہ ڏٺو هو. ناز سراسر چريائپ جهڙيون ڳالهيون ڪري رهي هئي. ميوا شاهہ قبرستان مان محرم عليءَ جي واپسي قطعي ناممڪن هئي.

ناز چيو، ”ڏسجانءِ، محرم علي ضرور موٽي ايندو.“

مون ناز کي چيو، ”ماما چيو پئي تہ، محرم علي توسان اهڙي محبت ڪندو هو، جهڙي محبت خليل جبران ميري هيسڪل سان ڪئي هئي.“

”مون کي خبر آهي.“ ناز چيو، ”۽ مون کي اِها بہ خبر آهي تہ محرم علي موٽي ايندو.“

ناز جي حالت تي مون کي ارمان ٿيو. محبت جي صدمي ۾ هوءَ پنهنجو دماغي توازن وڃائي ويٺي هئي. مون کي برٽريند رسل جي ڳالهہ ياد آئي، جنهن هڪ دفعي چيو هو تہ، ’تورڙو يا گهڻو، اسين سڀئي ڪجهہ ڪجهہ چرڙيا ضرور هوندا آهيون.‘

ناز هلي ويئي.

مان وراندي ۾ وڇي فرش تي ليٽي پيس. پريان کٽ تي ماما پاسيرو ليٽيو پيو هو، ۽ حقي مان ٻڙڪاٽ ڪڍائي رهيو هو.

۽ پوءِ، اڌ رات ڌاري آسمان مان آبشار اٿلي پيو. ڄڻ نياگرا جو آبشار هو! ان رات اهڙو مينهن وٺو جو اڳ پنهنجي سانير ۾ ڪنهن نہ ڏٺو هو. ائين پئي لڳو: پاڻ تہ تربيلا جو بند ڇجي پيو هو! ساوڻيءَ جو سنڌو هو، جو ڌرتيءَ بدران آسمانن مان وهي نڪتو هو. گجگوڙ سان گڏ ڪنوڻ اهڙا تجلا ٿي ڏنا جو ڌرتيءَ جو داغ داغ روشن ٿي پئي پيو. ڌرتيءَ جي سيني تي إسان اڳ ايترا تازا، روشن ۽ جيئرا داغ ڪڏهن نہ ڏٺا هئا. ڌرتيءَ جي ڪراڙي نرڙ تي ايترا

ڏنپ اڳ ڪڏهن نظر نہ آيا هئا. تاريخ جا سمورا زخم آسمان مان وسندڙ پاڻيءَ سبان ڏوپجي اُجرا ۽ جرڪندڙ ٿي پيا هئا.

وڄ جي چمڪاٽ ۽ ڪڪرن جي ڪڙڪاٽ سان ٻاهريون در لڏي ويو.

ماما وڏي واڪ پڇيو، ”ڪير آهي؟“

ڪنهن جواب ڏنس، ”ڪنوڻ ۽ ڪڪرن جي گجوڙ ۾ در لڏي ويو آهي. هن مينهن ۾ ڪنهن کي ڪٿيءَ ڪنيو آهي جو ايندو!“

”ها، تون ٺيڪ ٿو چوين.“ ماما چيو، ”پر مان سمجهان ٿو، ٻاهر در تي ضرور ڪو آيو آهي – شايد مقتل مان. ڪو آيو آهي، محرم عليءَ جي سسي موٽائڻ!“

ماما جي دل رکڻ لاءِ ڪنهن اٿي ٻاهريون در کوليو. ٻاهر ڪوبہ نہ هو. هن سڏ ڪري پڇيو، ”ڪو آهي!“ ڪيس جواب نہ مليو. هن در بند ڪري ڇڏيو. موٽي آيو. چيائين، ”ٻاهر ڪوبہ نہ آهي.“

آسمان مان آبشار ڪِرندو رهيو. وڄ چمڪندي رهي. ڪڪر ڪڙڪاٽ ڪندا رهيا. ٻاهرين در کي اهڙو ڌوڏو آيو جو اسان سيني کان چرڪ نڪري ويو. ائين لڳو، طاق تي ڄڻ ڪنهن هٿ هنيو هو.

ماما چيو، ”مان سمجهان ٿو، ٻاهر ضرور ڪو آيو آهي.“

”ٻاهر ڪوبہ ڪونهي، ماما.“ ڪنهن چيو، ”اڪين وانگر ڪن بہ ڪڏهن دوکو کائي ويندا آهن.“

”نہ نہ. ٻاهر ضرور ڪو آهي.“ ماما چيو، ”مان سمجهان ٿو، مقتل مان محرم عليءَ جو ڪپيل سر ڪٽي آيا آهن.“

اوندهہ ۾ وري ڪو اٿيو. ٻاهرين در تائين پهتو. در کولي گگهہ اوندهہ ۾ ڪنڌ ڪڍي هن وڏي واڪ پڇيو، ”يار ڪير آهي! اسان جي مائٽن، ماروئن، ماساتن، سوٽن، ڀڻاتن ۽ دوستن مان ڪو ٻاهر تہ نہ رهجي ويو آهي!“

ڪيس جواب نہ مليو. خاموشيءَ کي ڪنوڻ ڪاٽ هڻندي رهي. ڪڪر ماٺ جو هنيانءُ ڏاريندا رهيا. هن ٻاهريون در بند ڪري ڇڏيو، موٽي آيو. پنهنجي جاءِ تي ويهندي چيائين، ”ڪوبہ نہ هو.“

۽ پوءِ ڪُپل وقت تائين ڪنهن نہ ڳالهايو. مسلسل مينهن وسندو رهيو – ڌرتيءَ جي اُڃ اُجهائيندو رهيو. ڪنوڻ ڪنوندي رهي – ذهن جي غفائن کي

روشن ڪندي رهي. ۽ اوچتو، وڏو ننڪاءُ ٿيو. ائين محسوس ٿيو، ڄڻ آسمان ڏري پيو هو، يا ڪو جبل ڌرتيءَ جي سيني ۾ لهي ويو هو، يا ڪٿي ڪو آتش فشان ڦاٽي پيو! ايتري ۾ ٻاهريون در واضح نموني کڙڪي پيو. مان اُٿي ويهي رهيس. ٻاهريون در وراندي کان پري نہ هو – وک ڪن ٽي هو. مان در وٽ وڃي بيهي رهيس. ڪائنات جي رنجش جا آواز ٻڌندو رهيس.

ٻيهر در کڙڪيو. سرٻاٽن جو آواز آيو.

مون ڪڙو لاهي ڇڏيو.

ٻاهريون در اسان اڳ بہ کوليو هو. پر، ان لمحي ٻاهريون در کوليندي مون محسوس ڪيو تہ، ڄڻ تاريخ جو اَڻ لکيل باب کلي پيو هو.

اوندهہ ۾ مينهن ۾ مان ٻاهر نڪري بيٺس؛ اوچتو وڄ چمڪات ڪيو. مون پنهنجي سامهون اچيءَ چادر ۾ ويڙهيل ڪنهن شخص جو اولڙو ڏٺو. تعجب ٿيم. پڇيم، ”ڪير آهين؟“

اوچتو هرڪو آواز بند ٿي ويو. ان شخص جو آواز آيو. چيائين، ”مان محرم علي آهيان.“

تاريخ جي ڪليل باب مان منهن ورائي مون مائٽن ۽ دوستن کي چيو، ”محرم علي موٽي آيو آهي.“ ✦

# زندگيءَ زهر

آفيس ۾ گهڙڻ کان اڳ، ڪاريڊار جي ڪنڊ ۾ تمنا چيو، ”تنهنجي قميص جي ڪالر تہ هينئر صفا ڪُسي ويئي آهي، شامون. ماڻهو ڇا چوندا هوندا.“

”ڇا چوندا هوندا.“ وراڻيم، ”اهوئي نہ، تہ مان بناسپتي گيهہ جي ڪارخاني جو ڪلارڪ دي گريٽ آهيان، ٻيو ڇا چوندا هوندا.“

تمنا جون وڏيون وڏيون، نيريون نيريون ۽ سمنڊ جهڙيون گهريون گهريون اکيون اُداس ٿي ويون. چيائين، ”هن جڳ ڪيَ جيترو سٺائو سمجهيو اٿئي شامون، هيءَ دنيا اوتروئي اٺاگي آهي.“

”مون کي هن دنيا جي گولائيءَ جي ڄاڻ آهي.“ وراڻيم، ”مان جنهن ڏينهن هڪ سيڪنڊ هئنڊ سائيڪل وٺندس، تنهن ڏينهن توکي واسڪو ڊي گاما وانگر سڄي دنيا جو چڪر هڻي ڏيکاريندس.“

هونءَ، تمنا منهنجون هوائي ڳالهيون ٻڌي کِلي پوندي آهي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن کو ٺهڪ بہ ڏيئي وٺندي آهي، پر اُن دفعي، هوءَ جيئن ويڳاڻي هئي، تيئن ئي ويڳاڻي رهي. سندس ٺوڙ چپن تي مرڪ جي ڪا سرڪ سري نہ آئي. تڏو ساهہ کڻي، ڏک وچان چيائين، ”ائين تہ ناهي شامون، تہ تنهنجي صبر ۽ حالتن جي ستم جي پاڻ ۾ ڇڪتاڻ هلي رهي آهي.“

تمنا جنهن مايوسيءَ سان اهو جملو چيو هو، تنهن وچي منهنجي هنيانءَ ۾ هٿ وڌو. دل ڌڙڪي، ڦڙڪي، رواجي رفتار سان هلڻ لڳي. اتاولو روح گهڙي ڪن لاءِ وچي پرديس کان نڪتو. ابتڙ حالتن ۾ معاشي نظام جي هڪجهڙائيءَ جا خواب ڏسندي ڏسندي، اسان ٻنهي سڪي ورتو آهي، تہ اسان وقت جي چوڪنڊن ۾ شطرنج جي بيجان مهرن وانگر آهيون. اسان جو وجود ٻين جي هٿ وس آهي. اسان مجبور آهيون. جڏهن پريشانيون هجوم ڪري ايندڙيون آهن، ۽ مان دل لاهي ويهندو آهيان، تڏهن تمنا مونکي دلاسا ڏيندي آهي تہ: حالتون سدائين ساڳيون نہ رهنديون آهن، شامون، هڪ اسان جو

وقت بہ ايندو. ۽ جڏهن تمنا اُباڻڪي ٿي ويندي آهي، تڏهن مان ڪيس دلداري ڏيندو آهيان تہ: تمنا، صدين کان ويچارا شاعر اسان سان وعدو ڪندا آيا آهن، تہ هن ڪائنات لاءِ هڪ اهڙو صبح بہ ايندو، جڏهن اوندهہ ۽ ظلم جو دؤر ختم ٿيندو ۽ چيلهہ ڇبو انسان سڌو ٿي هلندو. اهو جيئڻ ۽ جيئارڻ جو دستور آهي، جيڪو انڌ جي ڪن ۾ ٿڦنا ۽ مون پنهنجو ڪيو آهي ۽ جنهن تي ٻڌندي، ترندي، مرندي بدستور قائم آهيون.

تمنا ڪي اُداس ڏسي دل ملول ٿي ويئي. چيم، "اسان ٻنهي ان ڪري جنم ورتو آهي، تمنا، تہ جيئڻ حياتيءَ جي گهاٽي ۾ پيڙجندا رهون ۽ تلقين مطابق شڪر ڪندا رهون."

"پر اسان کي هارائڻو ناهي، شامون." تمنا هڪدم چيو، "اسان کي هارائڻو ناهي."

۽ پوءِ هڪ وقفو اهڙو بہ آيو، جنهن ۾ ڪوهيڙو ذهن جي ٻوجهہ تي ڇانئجي ويو. نہ تمنا ڳالهايو ۽ نہ مون.

اسان جي پاسي مان لنگهندي، راجا چيو، "مسٽررول تي انيشل نہ ڪندين تہ هيڊ ڪلارڪ اجوڪي پگهار ڪٽي ڇڏيندءِ."

تمنا چيو، "توکي هڪ قميص وٺڻي پوندي. اڄ ئي. پنهنجي لاءِ نہ ڪٽي، تہ منهنجي لاءِ سهي. اڄ قميص وٺڻي پوندءِ." پوءِ پرس کوليندي چيائين، "مون تنهنجي لاءِ پئسا بہ ميڙي ورتا آهن."

"ترس." ڪيسي مان ڏهين رپئي جو نوٽ ڪڍي کيس ڏيکاريم.

تمنا جي منهن تي مرڪ تري آئي. پڇيائين، "اڄ هڪ قميص وٺندين نہ شامون."

"نہ."

"نہ؟"

"نہ."

"ڇو؟"

"هي ڏهہ رپيا مون پائي پائي ڪري ميڙيا آهن." وراڻيم، "۽ ڪنهن نيڪ ڪم لاءِ استعمال ڪندس."

"قميص نہ وٺندين؟"

”نہ.“

”ڏس نہ شامون.“ تمنا چيو، ”تنهنجي قميص ڪالر وٽان بلڪل ڪُسي ويئي آهي. انهن ڏهن ڏينهن ۾ هڪ سٺي قميص وٺي ڇڏ.“

”نہ بابا، نہ.“ وراڻيم، ”انهن ڏهن ڏينهن ۾ جيڪي وٽندو سو ڪندس، پر قميص نہ وٺندس.“

”ڇو نہ وٺندين!“

”ٻڌايانءِ؟“

”ها.“

وراڻيم، ”انهن ڏهن ڏينهن ۾ پاڻ ٻئي اڄ هڪ سٺي فلم ڏسنداسين. پوءِ هڪ سٺيءَ هوٽل ۾ سٺي چانهہ پيئنداسين، ۽ پوءِ...“

”اڄ ڇنڇر آهي، شامون.“ تمنا پگھل ٽٽل لفظن ۾ چيو، ”اڄ ڇنڇر آهي، شامون.“

تمنا جي سموري سونهن اندر جي اُڌمن ۾ لوساڻجي ويئي. سندس جسم ذهني اضطراب کان ريڪا ريڪا ٿي ويو. ڇپن ۾ ورجائين، ”اڄ ڇنڇر آهي، شامون.“

نگاهون، نگاهن ۾ رهجي ويون. عذاب جو احساس آهہ ٿي، ڇپن تائين ايندي ايندي رهجي ويو. تمنا ڪنڌ جهڪائي پنهنجي ڪمري ڏانهن هلي ويئي.

ڇنڇر جو ڏينهن ايندو آهي، منهنجي لاءِ پاڻ عذاب آڻيندو آهي. دل اڪيلي، ملول، وياڪل ۽ ويڳاڻي ٿي ويندي آهي. ذهن زخمي ٿي پوندو آهي. تصوراتي ڪاڪ جي ٽڪ، ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندي آهي، ۽ منهنجو سرڪش روح ڌرتيءَ کان آسمان تائين ۽ آسمان کان عالم ارواح تائين، منزل منزل پڪاريندو رهندو آهي. تڏهن، مايوسيون اميدن کي ڏنڀ ڏينديون آهن، ۽ مان، گهٽيل گهٽيل آهہ کي ساهہ ۾ سانڍيو، ڪنهن اڻڏٺيءَ واٽ لاءِ واجهائيندو آهيان. ۽ پوءِ، جڏهن ڇنڇر جو ڏينهن منهنجين اکين آڏو پڇرندو، سڙندو ۽ ڪامندو، ڪٽندو ويندو آهي، ۽ شام کي ويجهو پوندو ويندو آهي، تڏهن دل جي دنيا تي ماتم ڪدي جي اوندهہ ڇانئجي ويندي آهي، ۽ ڪائنات جي ڪنڌ ڪڙيچ جون ڪنگريون ڪِرڻ لڳنديون آهن.

ڇنڇر جو ڏينهن منهنجين اکين آڏو سڙندو، ڪامندو، ڪٽندو پئي ويو.

آفيس جو ماحول آثار قديمہ جهڙو اُداس ۽ ويران ٿيندو ويو. ائين هميشه ٿيندو آهي، تڏهن وقت جي ويڪ تقدير جي ليڪ وانگر پراسرار ۽ مبهم ٿي ويندي آهي. اهڙي ماحول ۾ راجا ۽ ڏاند ڏند شيڪي سگهندا آهن. ڪلي سگهندا آهن ۽ حالتن تي ٺٺولي ڪري سگهندا آهن.

ڏاند راجا کان پڇيو، "تون شادي ڇو نٿو ڪرين، راجا."

راجا وراڻيو. "الله سائين جڏهن مرد جي مت ڪسيندو آهي، تڏهن اُهو مرد هڪدم شادي ڪري وٺندو آهي."

ڏاند هيڊ ڪلارڪ کان اک بچائي کلڻ لڳو.

راجا چوندو رهيو، "۽ جڏهن الله سائين مرد جو خانو خراب ڪرڻ چاهيندو آهي، تنهن مرد کي ٻارن جو لشڪر بخشي ڇڏيندو آهي."

ڏاند چيو، "هيڊ ڪلارڪ کي اَٺ پٽ ۽ ٻارنهن ڌيئر آهن."

"تڏهن تہ جوٽس روز ويلڻ سان ٺڪڻ ڪٽيندي اٿس."

ڏاند جي پڪوڙيل چپن مان کل نڪري ويئي.

هيڊ ڪلارڪ پنهنجو سڪل، هڏائون منهن مٿي ڪري اسان ڏانهن نهاريو. ڏاند ڪياڙي ڪنهي، فائيلن جا چبا ڦڏا اکر پڙهڻ لڳو. راجا ٽاچنيءَ سان ٽيبل تي دل ٺاهي، ان مان تير پار ڪرڻ لڳو. منهنجي دل منهنجي وس ۾ نہ هئي. مان ٻئي ٻانهون ٽيبل تي رکي دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳس.

هيڊ ڪلارڪ دُنيا جي سيني هيڊ ڪلارڪن وانگر پاڻ کي بيحد اهم سمجهندو آهي. ٻائيندو آهي، هن کان سواءِ ڪارخاني جو ڪاروبار بند ٿي ويندو. سڄو ڏينهن جنرل مئنيجر، اسسٽنٽ مئنيجر ۽ ٻين آفيسرن اڳيان فتو پتو ڪندي وقت گذاري ڇڏيندو آهي. پوءِ جڏهن آفيس جو وقت پورو ٿي ويندو آهي، تڏهن آفيس جو دستوري ڪم ڪرڻ ويهندو آهي. سيني واسطيدارن تي پنهنجي محنت جو رعب وجهي ڇڏيندو آهي ۽ اوور ٽائيم جا پئسا بہ ڇڏائيندو آهي.

هيڊ ڪلارڪ هڙباتون ڪڍي اسان ٽنهي ڏانهن نهارڻ لڳو. مونکي چڙب ڏيندي چيائين، "راسيلاس جا پوئلڳ، ڪهڙن پورن ۾ آهيو؟ هيءَ آفيس آهي. ڪم ڪر."

راجا ۽ ڏاند ڪنڌ هيٺ ڪري کِلڻ لڳا. ڏاند ٻچڪار ڏيندي چيو، "ويچارو مجنون."

مان فائيلن ۾ منهن وجهي ويهي رهيس.

مان ڇنڇر ڏينهن راجا ۽ ڏاند جي من مستيءَ ۾ شامل ٿي نه سگهندو آهيان. ڇنڇر اندر ۾ آنڌ مانڌ جو طوفان آڻيندو آهي ۽ تصور تاريڪين ۾ جذب ٿي ويندو آهي. ذهن گگهه اونداهيءَ ۾ ڪنهن اڻڏٺيءَ واٽ لاءِ واجهائيندو آهي. سوچيندو آهيان، ان واٽ تان هڪ نه هڪ ڏينهن منهنجيون مايوسيون موٽ ڪائينديون. تڏهن مان وقت جي ڪنڌ ۾ ڪلو ڪوڙي ڇڏيندس. انتقام جي تلوار سان رات جي چادر چاڪ ڪري ڇڏيندس، ۽ لهندڙ سج کي فتبال وانگر ٺُڏي سان آسمان ڏانهن اڇلي ڇڏيندس. ان ڏينهن ڇنڇر جي شام نه ايندي. شام کان پوءِ آچر جي رات نه ايندي، ۽ منهنجو سرڪش روح عالم ارواح ۾ منزل منزل نه پڪاريندو.

راجا چيو، ”اڄ ڇنڇر آهي. پنهنجو مجنون اُداس آهي. هيڊ ڪلارڪ اجايو دڙڪا ڏنس.“

ڏاند جهڪي آواز ۾ ڳالهايو، ”هيڊ ڪلارڪ صاحب کي جڏهن به جوءِ ويلڻ سان مار ڏيندي آهي، تڏهن ڇتو ٿي آفيس ايندو آهي.“

”مان هيءَ واهيات نوڪري ڇڏي ڏيندس.“ گهٽيل گهٽيل آواز ۾ چيم، ”مان هيءَ واهيات نوڪري ڇڏي ڏيندس.“

”تون 1999ع تائين هيءَ نوڪري ڇڏي نه سگهندين.“ راجا چيو، ”۽ ان کان پوءِ ڪنهن سول اسپتال جي پاهران مري ويندين.“

”مان هيءَ نوڪري ضرور ڇڏيندس، شايد هفتي کن ۾ ڇڏي ڏيان. يا پندرهن ڏينهن ۾ ڇڏي ڏيان.“ يقين سان ورائيم، ”مان هڪ نه هڪ ڏينهن، هيءَ نوڪري ڇڏي ڏيندس.“

مون راجا ۽ ڏاند کي اهو نه ٻڌايو، ته مان هڪ ڏينهن اڳ، مٽي جي سور جو بهانو ڪري، ڪارخاني مان موڪل وٺي، سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ انٽرويو ڏيئي آيو هوس. انٽرويو ۾ سگريٽ ڪمپنيءَ جي مئنيجنگ ڊائريڪٽر مون کان ڪل ڇٽيهه سوال پڇيا ۽ مون ڪيس ڇٽيهه جواب ڏنا هئا. مئنيجنگ ڊائريڪٽر ڪشميري صوف جهڙو هو. مٿي تي ڪل ڇٽيهه وار هئس ۽ سندس سموري ٽڪڻ بلب جي روشنيءَ ۾ تجلا ڏيئي رهي هئي. هو ٿلهو به هو ۽ بندرو به هو. ڪاڏيءَ جو وڏيل گوشت ڪنڌ جي وڏيل گوشت سان

ڳنڍجي ويو هوس. سڌس حب سنهڙا، سهڻا ۽ ڳاڙها هئا. پنهنجن چئيهن سوالن جا چئيهہ جواب ٻڌي، هرهڪ جواب تي هن جي ڳاڙهن چپن تي مرڪ ڦهلجي پئي ويئي. مرڪندي هو معصوم، ابهم ٻار جهڙو موهيندڙ پئي لڳو. اسان جي ميڄالي ۾ فرشتن جو جيڪو تصور ويهاريو ويو آهي، سو مئنيجنگ ڊائريڪٽر کي ڏسڻ کان پوءِ چڱي طرح واضح ٿي ويو. ان وقت انٽرويو ڏيندي مون اهوئي سوچيو هو، تہ هن جهان ۾، يا ست ماڙ آسمان جي ڪنهن فليٽ ۾، جيڪڏهن ڪو فرشتو موجود آهي، تہ اهو هوبهو مئنيجنگ ڊائريڪٽر جهڙو هوندو. انٽرويو وٺڻ کان پوءِ فرشتن جهڙي مئنيجنگ ڊائريڪٽر چيو هو: في الحال اسان وٽ ڪلارڪ جي جاءِ خالي ناهي. جيئن ئي ڪا جاءِ خالي ٿيندي توکي اطلاع ڏينداسين. ممڪن آهي توکي ڏهين پندرهين ڏينهن گهرائي وٺون.

مئنيجنگ ڊائريڪٽر جي دلاسي کي چوٽڪاري جي علامت سمجهي، جڪ ڪائيندي، اندر ئي اندر ۾ ڪڙهندي، جڏهن چيم، مان هيءَ واهيات نوڪري ڇڏي ڏيندس، تڏهن راجا پڇيو، ”چو، تقدير جي جبل مان سون نڪري آيو اٿئي ڇا!“

ڏاند وچ ۾ ڳالهايو، ”پنهنجي مجنونءَ، مسٽر فرهاد وانگر تقدير جو جبل ٽڪي ڇڏيو آهي.“

راجا ڏاند کان ورائي پڇيو، ”يلا ڏاند، تون ڪڏهن ٿو ڪنهن ڳئونءَ سان شادي ڪرين؟“

”ڏاڍو واهيات آهين.“ ڏاند ڪاوڙجي ويو، ”۽ ٿرڊ ڪلاس بہ آهين.“

”ٿئنڪ يو.“ راجا ٽاچنيءَ سان ٽيبل تي اُڪريل دل مان تير پار ڪري ڇڏيو.

ڏاند، مرحوم ايڪٽر گوپ جهڙو آهي، تنهنڪري پاڻ کي مشڪرو سمجهندو آهي.

ٿوريءَ دير کان پوءِ ڏاند راجا کان پڇيو، ”يلا مجنون فلم ڏسندو هو؟“

راجا ورائيو، ”انهن ڏينهن ۾ فلمون نہ، ناٽڪ هلندا هئا. قديم مجنونءَ زندگيءَ ۾ هڪڙي دفعي ناٽڪ شيرين – فرهاد ڏٺو هو ۽ ڏاڍو متاثر ٿيو هو. تڏهن کان هن ليليٰ سان محبت شروع ڪئي، ۽ نيٺ بيڙو ئي دم پٽيائين.“

مون ڪاوڙ مان ٻنهي ڏانهن نهاريو.

”ڳالهه تنهنجي ناهي.“ ڏاند چيو، ”تون جديد آهين، اسين قديم مجنونءَ جي باري ۾ ڳالهائي رهيا آهيون، جنهن جو نالو مسٽر قيس هوندو هو.“

مونکي راجا ۽ ڏاند جون ڳالهيون زهر پٺي لڳيون.

ڏاند راجا کان پڇيو، ”مجنونءَ جون مشغوليون ڪهڙيون هونديون هيون؟“

ڏاند وراڻيو، ”مجنون صبح جو عربن کي ڪارڪون ڪارائيندو هو، شام جو اوتارن تي پنگ گهوٽيندو هو، ۽ رات جو گهوڙن کي ڪرڪنو هٽندو هو.“

”تارا نہ ڳڻيندو هو ڇا؟“

”نہ.“

”ڇو؟“

”ڇو جو عاشقن کي رات بدران ڏينهن ۾ تارا نظر ايندا آهن.

راجا ۽ ڏاند کلڻ لڳا.

هيڊ ڪلارڪ پنهنجي سڪل آڱر سان اشارو ڪندي چيو، ”توهين ٽيئي سخت نڪما آهيو.“ سندس آواز کهرو هو، ڄڻ نڙيءَ ۾ ريگمال اٽڪي پيو هوس.

اسان ٽيئي فائيلن جا صفحا اٿلائڻ لڳاسين.

راجا چپن ۾ پڻ پڻ ڪرڻ لڳو.

راجا جو اصلي نالو راجا ناهي. ڏاند ۽ مان کيس راجا سڏيندا آهيون. هو آمريڪي ايڪٽرن جا فوٽا گڏ ڪندو آهي؛ ۽ روسي ادب پڙهندو آهي.

راجا چپن ۾ چيو، ”اسين نڪما آهيون! هي جو اسان پيٽ خالي هوندي ڪِلڻون ٿا، رستن تي بيهي شاهي سوارين لاءِ تاڙيون وڄايون ٿا، تقريرون ٻڌڻ لاءِ پنڊال ڀريون ٿا، اهو سڀ اجايو آهي! تڏهن بہ اسين نڪما آهيون!“

کيس سمجهايم، ”پٽ راجا، تون آهين آمريڪي رشين. تنهنجو ميڄالو ڪوپريءَ مان ڳِهرڪي، گوڏي ۾ وڃي پهتو آهي.“

ڏاند وچ ۾ چيو، ”تون ماٺ ڪر، تون عاشق آهين، تنهن ڪري بيوقوف آهين.“

مان جواب ڏيندي ڏيندي رهجي ويس، هيڊ ڪلارڪ جو ڌيان اسان ڏانهن هو. سوچيم، جنهن ڏينهن بناسپتي گيهه جي واهيات نوڪري ڇڏي

سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ شامل ٿيندس، تنهنْ ڏينهن ٻُجهه جهڙي هيڊ ڪلارڪ سان ملاکڙو ڪري ويندس. مونکي چار ننڍا ٻائر، ٻه پينرون هڪ بيمار ماءُ ۽ هڪ انڌي ناني آهي. انهن سڀني جو پيٽ پالڻ لاءِ مان ڪلارڪي ڪندو آهيان. زندگي جيڪڏهن گيس جي ڦوڪڻي وانگر هلڪي هجي ها، تہ جيڪر زندگيءَ کي هوا جي تهن تي چڙهي ڏيان ها. ڪرڙي اک کي ڪرڙي اک سان ڏسان ها، ۽ چڙٻ جو جواب چڙٻ سان ڏيان ها. پر نہ. زندگي گيس جو ڦوڪڻو ناهي. اسان جي زندگي ڏامر جو رستو، گس ۽ پيچرو آهي. هر لمحي قدمن ۾. هر گهڙي نوڪرن ۾. ائين ئي ساڳي طرح، تمنا بناسپتي گيهہ جي ڪارخاني ۾ ٽائيپسٽ آهي. هوءَ پنهنجين پنجن پينرن، هڪ ڪراڙي ماءُ ۽ معذور پيءُ جو پيٽ پالڻ لاءِ ٽائيپسٽ آهي ۽ ڪارخاني جي جنرل مئنيجر ۽ اسسٽنٽ مئنيجر جو چيو موٽائي نہ سگهندي آهي. تمنا ۽ مان زندگيءَ جي ظلم ۾ ڇيڇلائيندي ۽ ڦٿڪندي، جڏهن بہ فرار جي راهہ لاءِ واجهائيندا آهيون، تڏهن هڪ ٻئي کي ساڻ ڪري ڪارخاني مان ڀڄي وڃڻ جا منصوبا ٺاهيندا آهيون. اسان ٻنهي هڪ ٻئي کان ڏار ٿي نجات جي واٽ لاءِ ڪڏهن بہ نہ واجهايو آهي.

”مجنون ويچارو خيالن ۾ گم آهي.“ راجا چيو.

ڏاند وراڻيو، ”پنهنجو مجنون دنيا جو واحد يتيم عاشق آهي.“

راجا چيو، ”قديم مجنون يعني مسٽر قيس بہ يتيم هو.“

هيڊ ڪلارڪ پنهنجي سڪل آڱر سان گهنٽيءَ کي ڌڪ هڻندي چيو، ”شٽ اَپ.“

اسان ٽيئي شٽ اپ ٿي وياسين.

راجا ٽاچنيءَ سان ٽيبل تي اُڪريل دل ۽ دل مان پار ٿيل تير کي کوٽڻ لڳو. ڏاند ۽ مان ڪارخاني جو اشتهاري فائيل کولي پڙهڻ لڳاسين، جنهن ۾ ڪارخاني جي جنرل مئنيجر ۽ مئنيجر صاحب جا بناسپتي گيهہ جي باري ۾ سونهري سخن لکيل هئا. فائيل ۾ ملڪ جي نامور شاعرن جا بناسپتي گيهہ جي شان ۾ قصيدا ۽ دانشورن جا قول بہ لکيل هئا.

جنرل مئنيجر بناسپتي گيهہ جي تعريف ۾ ڌرتي آسمان هڪ ڪري ڇڏيندو آهي، ايتري قدر جو نج خالص گيهہ کي بہ لوٺڻ کان نہ مڙندو آهي،

پر جنرل مئنيجر پاڻ بناسپتي گيهه استعمال نه ڪندو آهي. هو پنهنجي لاءِ سنڌ - پنجاب جو مکڻ مان تاٺيل گيهه استعمال ڪندو آهي.

اشتهاري فائيل تان نظرون هٽائي، ڏاند راجا ڏانهن ڏسندي چيو، ”مجنون جيڪڏهن بناسپتي گيهه واپرائي ها، ته هوند ڪجهه ڏينهن ٻيا به ليليٰ جو غم برداشت ڪري وجي ها.“

مون ٽيبل هيٺان ڏاند کي لت هڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ڏاند پنهنجي ٽنگ پري ڪندي چيو، ”ڳالهه تنهنجي ناهي. تون جديد آهين، اسين قديم مجنونءَ جي باري ۾ ڳالهائي رهيا آهيون.“

راجا ڏاند کي اک هڻندي چيو، ”پنهنجو مجنون بناسپتي عاشق آهي.“

ڏاند کلڻ لڳو. مون ڪيس سٽر ۾ ڇهنڊڙي وڌي. ڪانئس رڙ نڪري ويئي.

هيڊ ڪلارڪ پنهنجو سنهڙو، سڪل منهن مٿي ڪري اسان ڏانهن نهاريو. هڙٻاٽون ڪڍي، ڪرسيءَ تان اٿي، اسان جي سامهون اچي بيٺو. چيائين، ”توهين قوم جو اونداهو مستقبل آهيو، بيڪار آهيو. بيهودا ۽ بيپرواهه آيو. ياد رکو، اڄ اسان مان هرهڪ کي بناسپتي گيهه جي شهرت لاءِ ڪم ڪرڻو آهي. خبر اٿوَ! جنرل مئنيجر کي جيڪڏهن خبر پئجي وجي، ته توهان بناسپتي گيهه جي واڌاري لاءِ فڪرمند نه آهيو، ته جيڪر ٽڏي تي لت هڻي نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيوَ.“

هيڊ ڪلارڪ هڪ ننڍڙي تقرير ڪري، موٽي وڃي ڪرسيءَ تي ويٺو، پريان اسان ڏانهن ڏسي، پنهنجي ڪم سان لڳي ويو.

مون ميري پٽ تي ٽنگيل پراڻي گهڙيال ڏانهن نهاريو، جنهن ۾ ڇارا لٽڪي رهيا هئا. لنچ ۾ اڃا ڪجهه وقت باقي هو. پوءِ دريءَ کان ٻاهر وراندي ڏانهن نهاريم، جتان تمنا جي شيشي واري ڪئبن نظر اچي رهي هئي.

تمنا جون ٻئي ٻانهون ٽائيپ رائيٽر تي رکيون هيون ۽ هوءَ تصور جي پولار ۾ نهاري رهي هئي. ايڏو ويراڳ فقط چنچر ڏينهن مان تمنا جي چهري تي ڏسي سگهندو آهيان. ان ڏينهن صدين جو غم تمنا جي وجود تي رنج ۽ الم جا پاڇا وجهي ڇڏيندو آهي. مجبوريءَ ۽ غربت جو احساس، جتي تمنا جي ذهن کي پيڙي ڇڏيندو آهي، اتي منهنجن حواسين کي ڪوري ۾ اڇلي

ڇڏيندو آهي. منهنجو اندر اٿلي پوندو آهي. روح روئي پوندو آهي. تڏهن زخمن جي پيڙا ۾ ڇيڇلائيندي سوچيندو آهيان: مان هن دنيا کان انتقام وٺندس. هيءَ دنيا جنهن ڏاند جي سنگ تي بيٺي آهي، تنهن ڏاند جي ڪيپراٽيءَ ۾ واڳهه نِک هٽي ڌرتيءَ جو توازن ڏانوانڊول ڪري ڇڏيندس.

تمنا ڏانهن نهاريندي، سوچي رهيو هوس، ته شاعرن جو ٻڌايل صبح جڏهن ايندو ۽ ڌرتيءَ تان ظلم ۽ اوندهه جو دؤر ختم ٿيندو، تڏهن مان تمنا جو هٿ هٿ ۾ جهلي اڳتي وڌي ويندس، پري، تمام پري هليو ويندس، جتي چنچر نه هوندو، چنچر جي شام کان پوءِ آچر جي رات نه ايندي، تمنا ۽ منهنجي جدائيءَ جي گهائل ڪندڙ گهڙي نه هوندي.

پانت پانت جا وهم خيالن جي وهڪري ۾ وهندا ويا. هڪ روح هو، جو عالم ارواح ۾ ڀٽڪي رهيو هو، تصور جي هڪ ڪائنات هئي، جيڪا پيڙا کان پرزا پرزا ٿي رهي هئي.

راجا مون کي ڪلهي کان وٺي ڌونڌاڙيندي چيو، ”ويهين صديءَ جا عاشق فقط غم نه کائيندا آهن، ماني به کائيندا آهن.“

لنچ جو ٽائيم ٿيو هو. هرڪو منجهند جي ماني کائڻ لاءِ وڃي رهيو هو. مون راجا کي جواب نه ڏنو. ميز جي خاني مان اخبار ۾ ويڙهيل ماني ۽ اوباريل پٽاٽا ڪڍي وراندي ۾ وڃي ويٺس. تمنا جست جي ننڍڙي مستطيل پيتي کڻي آئي. هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺوسين. ڪنڌ جهڪائي ڇڏيوسين.

آفيس جي حد مان نڪري برنس گارڊن ۾ آياسين ۽ ناريل جي وڻن هيٺان ويهي رهياسين. تمنا رومال وڇايو. پنهنجي ننڍڙي پيتيءَ مان به مانيون ۽ پڪوڙا ڪڍي رکيائين. پوءِ، جڏهن منهنجي مانيءَ ۾ ويڙهيل اوباريل پٽاٽا ڏٺائين، تڏهن سندس هٿ ڪنبي ويا. اکيون کڻي منهنجي منهن ۾ نهاريائين.

تمنا ڪجهه دير تائين ڪنڌ جهڪائي ويهي رهي. ماني اڳيان پيئي هئي. تمنا پنهنجي پرس مان ڏهين رپئي جو نوٽ ڪڍي منهنجي اڳيان رکي ڇڏيو.

”نه تمنا.“

”مونکي غير ٿو سمجهين؟“

”نه تمنا. تڏهن به.“

”تنهنجي قميص لاءِ نه ميڙيا اٿم.“

”مان پنهنجن ڏهن رپين مان قميص وٺندس.“

”هي بہ تہ تنهنجا آهن.“ پوءِ ڏهين جو نوٽ کڻي منهنجي کيسي ۾ وجهي چڙيائين، ”تنهنجي لاءِ پائي پائي ڪري ميڙيا اٿم.“

مان ڪجهہ بہ چئي نہ سگهيس.

ماٺ ميٺ ۾، ڪنڌ جهڪائي ماني کائي چڙيسين. مونکي خاموش ڏسي، ڏک وچان چيائين، ”چاٺان ٿي، تون هڪ نہ هڪ ڏينهن مونکان نفرت ڪندين. مونکي ڌڪاريندين، شامون.“

”توکان سواءِ جيڪڏهن حياتيءَ جو مقصد هجي ها، تڏهن بہ مان توکان ڌار ٿي نہ سگهان ها.“

”پر ڪيستائين شامون، ڪيستائين.“

”دل نہ لاهہ تمنا.“ ڪيس دلداري ڏنم، ”اسان جا چڱا ڏينهن ايندا، ضرور ايندا.“

”ڪڏهن ايندا. ڪڏهن ايندا شامون!“ تمنا روئڻهارڪي آواز ۾ چيو، ”ڪڏهن ايندا چڱا ڏينهن؟ جڏهن تون، تون نہ رهندين، جڏهن مان، مان نہ رهنديس؟“

”اسان جا چڱا ڏينهن ضرور ايندا.“ چيم، ”شاعرن هڪ اهڙي صبح جي پيشنگوئي ڪئي آهي، جنهن جي اچڻ سان ظلم جو دؤر ختم ٿيندو. معاشي هڪجهڙائيءَ جو نظام بحال ٿيندو. تڏهن اسان جا پائر ۽ پينرون پبلڪ اسڪولن ۾ پڙهندا. سٺا سٺا ڪپڙا پائيندا. پير اُگهاڙا ڪري نہ گهمندا. تڏهن تون ۽ مان طبقاتي ڪشمڪش جي گهاٽي ۾ نہ پيڙجنداسين.“

تمنا حيرت مان مون ڏانهن ڏٺو.

مون ڳالهايو، ”اسان جي پائرن جي صحت بہ ٺيڪ نٿي رهي نہ؟“

”نہ.“

”خبر اٿئي تہ ڇو؟“

”نہ.“

”ڇو جو وقت سر کين پيٽ ڀري ۽ سٺي خوراڪ نٿي ملي.“ وراڻيم، ”اسان جا ٻار دال کائي، دال جهڙا هيڊا ٿي ويا آهن. جڏهن انقلابي صبح ايندو، تڏهن اسان ٻارن کي قوت بخش نارنگيون، بيدا، کير ۽ مکڻ کارائينداسين.“

تمنا ٿڌو ساهہ کڻي چيو، ”اسان ڪيستائين اُميدن جي سهاري جيئرا رهنداسين.“

جواب ڏنم، ”جيستائين حالتن وٽ پيو ڪو صليب ڪونهي، اسان جون سسيون اميدن جي نيزن تي لٽڪيل رهنديون.“

ڪجهہ دير خاموش رهي، تمنا پڇيو، ”سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ ڪالهہ انٽرويو ڏيڻ ويو هئين نہ؟“

”ها.“

”ڇا ٿيو؟“

”مئنيجنگ ڊائريڪٽر مون کان ڇٽيهہ سوال پڇيا. مون بہ ڇٽيهہ جواب ڏنا.“

”پوءِ.“

”پوءِ صاحب بهادر چيو، تون منهنجي پٽ جيترو آهين. توکي نوڪري ضرور ڏينداسين.“

”سچ!“ تمنا جي منهن تي مرڪ ڦهلجي ويئي.

”ها.“ ڪيس ٻڌايم، ”مون فرشتو ڏٺو تہ ڪونهي، پر مئنيجنگ ڊائريڪٽر فرشتن جهڙو نيڪ ۽ معصوم ڏسڻ ۾ پي آيو. مونکي نوڪريءَ ۾ ضرور ڪڻندو.“

”شل ائين ٿئي.“

”ائين ٿيندو تمنا، ائين ٿيندو.“ ورائيم، ”فرشتن جا قول ڪوڙا نہ هوندا آهن. مئنيجنگ ڊائريڪٽر مون سان واعدو ڪيو آهي.“

تمنا جي منهن مان خوشي ڀهڪڻ لڳي.

چيم، ”خبر اٿئي تمنا تہ سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ملڻ شرط پاڻ ڇا ڪنداسين.“

”تمنا اگهر سان چپر پٽڻ لڳي. جواب نہ ڏنائين.

چيم، ”پاڻ شادي ڪنداسين، تمنا.“

تمنا جا چپر حياءَ کان جهڪي آيا. هيٺيون چپ ڪنڊن وٽان ڏندن ۾ رهجي ويس.

”هل دير ٿي ويئي آهي.“ هوءَ اٿي بيٺي.

پوءِ آفيس تائين نہ تمنا ڳالهايو ۽ نہ مون. ڪاريڊار ۾ چيائين، ”توکي شل سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ملي وڃي.“ لهجي ۾ اُميدن جا پڌل سڪان هيس. هوءَ پنهنجي ڪئبن ڏانهن هلي ويئي. مان پنهنجي ڪمري ڏانهن موٽي آيس.

ڪرسيءَ تي اچي ويٺس تہ جڻ ٻہ اڌ ٿي پيس. اميد ۽ نااميديءَ جي پل صراط تي جڻ چڙهي بيٺس. دل اُداسِ هئي. من پرجي پرجي پئي آيو.

راجا ميز تي اُڪريل دل کي تاچنيءَ سان کوٽيندي چيو، ”يار ڏاند، اڄ چنچر آهي، پنهنجو مجنون اُداس آهي، اڄ فرسٽ شو ۾ ڪا فلم ڏسڻ گهرجي.“

”ها، سٺي صلاح آهي. پنهنجي مجنونءَ جي دل وندرائي وٺنداسين.“ ڏاند چيو، ”تامي شيئر ڪدو.“

”او ڪي.“ راجا ڪيسي مان هڪ رپيو پنجويهہ پئسا ڪڍي ٽيبل تي رکيا.

ڏاند مون کي چيو، ”مسٽر مجنون، هڪ رپيو پنجويهہ پئسا ڪڍ.“

”مان فلم نہ ڏسندس.“

”چو نہ ڏسندين؟“

”مان پريشان آهيان. سخت پريشان آهيان.“

”دماغ خراب ٿيو اٿئي.“ راجا چيو، ”تون پنهنجي ليليٰ لاءِ خودڪشي ڪري نہ سگهندين، چو جو تون نہ فقط ڪلاسيڪي عاشق آهين، پر بناسپتي ڪلارڪ بہ آهين. توکي پنهنجن چئن ڀائرن، ٻن ڀينرن، هڪ بيمار ماءُ ۽ هڪ انڌيءَ نانيءَ لاءِ جيئرو رهڻو آهي.“

”۽ جيئرو رهڻ لاءِ هڪ فلم بہ ڏسڻي آهي.“ ڏاند چيو، ”تنهن ڪري هڪدم هڪ رپيو پنجويهہ پئسا ڪڍ.“

”مان فلم نہ ڏسندس.“ چيم، ”خدا جي واسطي مِنهنجي جان ڇڏيو، مان فلم نہ ڏسندس.“

”ڪيئن نہ ڏسندين!“ راجا چيو، ”جڻ بادشاهي تنهنجي ٿي هلي.“

ڏاند چيو، ”جيڪڏهن تون فلم تي نہ هلندين، تہ مان تنهنجي خلاف اسيمبليءَ ۾ بل پاس ڪرائيندس.“

”۽ مان توکي غندو ڪري پڌائيندس.“ راجا آهستي چيو، ”اڄڪلهہ هرکو ’ڊينجر زون‘ ۾ آهي.“

ڏاند ڳالهايو، "مجنونءَ کي اجايو ڏڪاءِ نہ. پنهنجو مجنون جيڪڏهن بلڪل ڪنجوس آهي، تہ پوءِ تون ۽ مان سندس ٽڪيٽ پريندا سين، پر ڪيس فلم ضرور ڏيکاريندا سين."

مون ڪيسي مان ڏهين رپئي جو نوٽ ڪڍي ٽيبل تي رکيو. ڏاند نوٽ کڻندي چيو، "هيڏا پئسا! مان بيهوش ٿيڻ تي آهيان."

راجا پڇيو، "اڄ ڪنهن بئنڪ کي ڌاڙيو هنيو اٿئي ڇا؟"

"چينج توکي سئنيما تي هلي ڏيندا سين." ڏاند ڏهين رپئي جو نوٽ اُٿلائي پٿلائي ڏسڻ لڳو. پڇيائين، نقلي تہ ناهن؟"

وراڻيم، "ڪڏهن ڏهين ر پئي جو نوٽ نہ ڏٺو اٿئي ڇا."

"ڏٺو تہ اٿم." ڏاند جواب ڏنو، پر ويهين تاريخ کان پوءِ پاڻ جهڙي ڪنهن ڦڪڙ جي ڪيسي ۾، ڏهين رپئي جو نوٽ ڪڏهن نہ ڏٺو اٿم."

اوچتو هيڊ ڪلارڪ ريگمال جهڙي کهري آواز ۾ رڙ ڪئي، "ڳالهائڻ بند ڪريو."

اسان ٽنهي ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو.

هيءَ بہ ڪا زندگي آهي، ذهن ۾ بيچيني اينڊز طوفان وانگر سانت کي اشانت ڪرڻ لڳي، مان هيءَ واهيات نوڪري ڇڏي ڏيندس ۽ جنهن ڏينهن سگريٽ ڪمپنيءَ مان آرڊر ايندو، تنهن ڏينهن ڳجهہ جهڙي هيڊ ڪلارڪ کي ڏينهن جا تارا ڏيکاريندس.

راجا هڪڙي ڏينهن چيو هو: سفارش کان سواءِ مرڻ بہ محال آهي. اهو قول مونکي ياد هو، پر زندگيءَ جي تاريڪين ۾ پاڻ کي پرچائي ورتو هوم، تہ سگريٽ ڪمپنيءَ جو فرشتن جهڙو مئنيجنگ ڊائريڪٽر مون کي پنهنجي فرم ۾ نوڪري ضرور ڏيندو، ۽ جڏهن ڏيندو، تڏهن منهنجي ۽ تمنا جي مسلسل مايوسيءَ جو دور ختم ٿيندو، تڏهن تمنا منهنجي هوندي، فقط منهنجي هوندي. تڏهن ڇنڇر جي شام ۽ آچر جي رات منهنجي لاءِ عذاب نہ آڻيندي، ۽ منهنجو سرڪش روح عالم ارواح ۾ منزل منزل نہ پڪاريندو.

دل اُداس ۽ من ملول ٿي ويو. ان کان پوءِ خاموشيءَ جو جيڪو طويل وقفو آيو، تنهن ۾ مان آفيس کان ٻاهر، دور، خلائن ۾ نهارڻ لڳس.

ڪهڙو اڳ، هڪ دفعي تمنا کي چيو هوم: مون زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ

چنڊ کي لهرن ۾ لڙهندي نہ ڏٺو آهي. پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تارن جي چادر وڇايل نہ ڏٺي اٿم.

تمنا جواب نہ ڏنو هو. خاموش رهي هئي. مون ڏانهن ڏسندي رهي هئي.

تڏهن چيو هوم: ٻڌو اٿم تمنا، چوڏهينءَ رات جو چنڊ پنهنجي چانڊوڪيءَ سان ڪائنات جا داغ ڌوئي ڇڏيندو آهي. روحن جا ناسور پري ڇڏيندو آهي.

ٻڌل ۽ ڪتابن ۾ پڙهيل ڳالهين تي اعتبار نہ ڪندو ڪر، شامون، تمنا جي منهن تي درد جا پاڇا پئجي ويا آهن. ڪنبندڙ آواز ۾ چيو هئائين، منهنجي سنڌ سنڌ تي چانڊوڪيءَ جا ڇهڪ آهن، شامون. مون چانڊوڪيءَ کي پنهنجي روح ۾ چيڀندي محسوس ڪيو آهي. چوڏهينءَ جي چنڊ کي مون پوئين پهر سلهہ جي مريض وانگر وساميل وساميل ۽ زرد ٿيندي ڏٺو آهي.

تمنا جي اکين مان ڪينجهر اُٿلي پئي هئي. سندس سڏڪا منهنجا گهاريل روح سان ملي، هڪ تي ويا هئا.

تمنا.

تمنا جا سڏڪا.

ائين نہ روءُ تمنا. اڪيلي سر نہ روءُ.

سڏڪا.

ترس. هڪ نہ هڪ ڏينهن مان بہ روئي پوندس، تمنا جون اکيون اُگهندي چيو هوم، اسانکي، توکي ۽ مونکي ۽ اسان جي ڀائرن ۽ ڀينرن کي ڪورس ۾ روئڻو آهي. گڏجي روئڻو آهي. دنيا جي دکي انسانن کي گڏجي روئڻو آهي. سازن تي روئڻو آهي.

تمنا خاموش ٿي ويئي هئي. ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسندي رهي هئي.

اسان جي گڏيل روڄ مان جيڪو سر منڊل تيار ٿيندو تمنا، تنهن جي تار تار اسان جي رڳ رڳ سان ٽاڪي ويندي.

تمنا چيو هو: پوءِ هيءَ نوڪري ڇڏين ڇو نہ ٿو، تون تہ مون وانگر ڪارخاني جي قرض ۾ جڪڙيل ناهين، مجبور ناهين.

تون سمجهين ٿي تہ مان فڪرمند نہ آهيان، ڏک وچان وراڻيو هوم، جيڪڏهن مون کي پَرَ ملي پون، تمنا، تہ جيڪر توکي، ۽ ٻنهي گهرن جي ڀاتين کي کٽي اُڏامي وڃان. هتان هليو وڃان.

چيو هئائين: تون هتان نڪرندين، تہ تنهنجي سهاري مان بہ نڪري سگهندس.

تمنا، گهٽيل گهٽيل آواز ۾ چيو هوم، دل نہ لاهہ تمنا، مان هڪ نہ هڪ ڏينهن توکي وڏو ماڻهو ٿي ڏيکاريندس. ڪنهن ڪارپوريشن جو چيئرمين ٿيندس. وزير ٿيندس، بزنس مين ٿيندس.

۽ هن ڪارخاني جهڙا ڏهہ ڪارخانا کوليندس. پوءِ اسان کي ماني‌ءَ جي گول ڦيٿي پنيان ڊوڙڻو نہ پوندو. اسان ملڪ بريڊ ڊبل روٽيءَ جا چوڪنڊا سلائيس کائينداسين ۽ موٽرن ۾ گهمنداسين. فقط وقت جو انتظار ڪر. تمنا. انتظار.

اسان جي نصيب ۾ فقط انتظار ئي لکيل آهي، شامون، تمنا دردناڪ لهجي ۾ چيو هو.

ڳالهہ ڪجهہ هن ريت آهي، تمنا. ڪيس سمجهايو هوم، تہ جنهن فرشتي صاحب اسان جي ورچ ڪئي آهي، سو فرشتو هن ڌرتيءَ جي انصاف کان متاثر ٿيل آهي.

ان ڏينهن کان پوءِ، مون مختلف ڪاتن ۾ فرمن ڏانهن نوڪريءَ لاءِ ايترين تہ درخواستون روانيون ڪيون، جو هڪڙي ڏينهن راجا چيو، يار، تو نوڪريءَ لاءِ جيڪي درخواستون روانيون ڪيون آهن، انهن جو وزن تنهنجي وزن کان پيٽو هوندو.

نيٽ سگريٽ ڪمپنيءَ وارن گهرايو، ۽ ڪمپنيءَ جي فرشتن جهڙي مئنيجنگ ڊائريڪٽر مونکي نوڪريءَ جو پڪو آسرو ڏنو.

مان ٽيبل تي ٻانهون رکي ان آسري ۾ وقت جي وڇوٽيءَ جي باري ۾ سوچي رهيو هوس، جو ڏاند منهنجي سٿرن تي مڪ هڻندي چيو، ”ڪهڙن پورن ۾ پئجي ويو آهين، اُستاد مجنون.“

ڏانهس نهاريم.

چيائين، ”پنج ٿي ويا آهن.“

راجا چيو، ”تنهنجا خيال بہ بلڪل بناسپتي ٿي ويا آهن.“

مان اٿي بيٺس.

هيڊ ڪلارڪ کي پنهنجي گهر گهاٽ ۽ ٻارن ٻچن کان وڌيڪ آفيس ۾

آفيس جا فائيل پسند آهن. هو ڪم ڪري رهيو هو. اسان جو آواز ٻڌي، ڪنڌ مٿي ڪري اسان ڏانهن نهاريائين. ڪيس سلام ڪيوسين. هن ڪنڌ لوڏيو ۽ ڪم ۾ لڳي ويو. جڻ ملڪ جي پرڏيهي پاليسيءَ ٺاهي رهيو هو. اسان ٺيٺي آفيس مان نڪري آياسين.

ڏاڪڻ لهندي مون منهن ورائي تمنا جي ڪئبن ڏانهن ڏٺو. ڪرسي خالي هئي. ٽائيپ رائيٽر تي پلاسٽڪ جو ڪَور چڙهيل هو.

چنچر ڏينهن ڪڏهن ڪارخاني جو جنرل مئنيجر ۽ ڪڏهن اسسٽنٽ مئنيجر تمنا کي ۽ ٻين ٽائيپسٽ ڇوڪرين کي پاڻ سان وٺي ويندا آهن. ائين ڪندي، هو فخر محسوس ڪندا آهن. هنن ۽ اسان جهڙن جي وچ ۾ جيڪي ٻه برتريءَ ۽ ڪمتريءَ جا پيمانا آهن، انهن مان سيني-کان اهم پيمائش، اسان جهڙن جو استعمال آهي. ان عمل جو دائرو مضبوط آهي ۽ وسيع آهي.

اسان ٻئي، (تمنا ۽ مان) چنچر ڏينهن ڦٿڪندا آهيون، تڙپندا آهيون، لُڇندا آهيون، ۽ پوءِ جڏهن آسمان ڏانهن ڏسندا آهيون، تڏهن اُتي اڪٽ پولار کان سواءِ ڪجهه ٻه ڏسي نه سگهندا آهيون. اسان ٻئي اهوئي ٿي سوچيندا آهيون ته جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن قيامت نازل ٿيندي، ته اها چنچر ڏينهن نازل ٿيندي. سچ جو پرندڙ گولو جنهن ڏينهن ڌرتيءَ کي اچي لڳندو، اهو ڏينهن چنچر جو ڏينهن هوندو. جنهن رات تارن کي باهه لڳندي، اها رات آچر جي رات هوندي. تڏهن تمنا ۽ مان اهو سوچڻ تي مجبور ٿي پوندا آهيون، ته شاعرن جو ٻڌايل ۽ ڳايل صبح ڪڏهن نه ايندو. انڌير ۽ ظلم جو دور ڪڏهن ختم نه ٿيندو. برتريءَ ۽ ڪمتريءَ جي وڇوٽي ڪڏهن ختم نه ٿيندي. طبقاتي ڪشمڪش جا فاصلا وڌندائي رهندا ۽ شاعر ڪنهن انقلابي صبح جو انتظار ڪندا ئي رهندا.

ڏاڪڻ لهندي راجا گنڀير لهجي ۾ مون کان پڇيو، ”يار، تون تمنا لاءِ ٻي ڪا نوڪري ڇو نٿو ڳولين؟“

ڏک ڇيت وانگر ساهه ۾ ڇيڻ لڳو. چيم، ”تمنا تي ڪارخاني جو پنج سؤ رپيا قرض آهي. هوءَ جيستائين قرض مان آزاد نه ٿيندي، نوڪري ڇڏي نه سگهندي.“

ڏاند وچ ۾ ڳالهايو، ”توهان ٻئي شادي ڪريو ۽ گڏجي قرض لاهڻ جي ڪوشش ڪريو.“

”اسان گذريل چئن سالن کان قرض لاهڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيا آهيون.“ وراڻيم، ”هر دفعي جڏهن ڪجهه قرض لهندو آهي، تڏهن تمنا يا منهنجي گهر ۾ ڪونه ڪو بيمار ٿي پوندو آهي ۽ ٻيهر قرض چڙهي ويندو آهي.“

راجا چيو، ”اسان قلندرن کي بيمار ٿيڻ بدران مرڻ گهرجي.“

ڏاند هڪدم چيو، ”ڪپڙي جو ملهه اڄڪلهه ڳاٽي ڀڳو ٿي ويو آهي. اسان کي ڪفن ڪير پارائيندو.“

”تون ڏاند آهين، ڏاند جهڙو بيوقوف آهين.“ راجا ڪيس چڙٻ ڏيندي چيو، ”اسان باهه ۾ سڙي مرنداسين. پٽر پدي پاڻيءَ ۾ ٻڏي مرنداسين. اسان کي ڪفن جي ضرورت ڪانهي.“

ڏاند راجا کي رهڙيندي چيو، ”مون تي پنهنجي عقل جو رعب نه ويهاريندو ڪر، راجا.“

وچ ۾ پئي ٻنهي جو ناهه ڪرايم. ڏاند کي ٺارڻ لاءِ چيم، ”راجا پٿر جي دور جو انسان آهي.“

ڏاند ڏاڍو خوش ٿيو.

راجا ڏاند کان پڇيو، ”يلا ڪهڙي فلم ڏيکاريندين؟“

”ريڪس ۾ ’سرونٽ‘ هلي رهي آهي. اها ڏسنداسين.“ ڏاند جواب ڏنو ۽ اوچتو سندس چال بدلجي ويئي. (هونءَ ڏاند پترن، نڪرن کي نوڪرون هٽندو هلندو آهي.) ساهه روڪي، پيٽ جي گولائي لڪائي هلڻ لڳو.

راجا مون کي ڪن ۾ چيو، ”ڏاند پڪ ڪا ششڪلي تاڙي آهي.“

ڏاند اسان کي خبردار ڪندي چيو، ”سامهون اڌ درجن ششڪليون اچي رهيون آهن.“

سامهون ڇهه ڇوڪريون، سوڙهن ڪپڙن ۾ قاتل، رنگن سان، ثقيل، ننڍڙيون ننڍڙيون، ٽڪڙيون ٽڪڙيون پرانگهون ڪٽنديون، اچي رهيون هيون.

ڏاند اسان کان اڳ نڪري ويو. پيٽ اندر ڪري هلڻ لڳو. ان وقت هو گهڻي جهڙو لڳي رهيو هو.

ڇوڪريون جڏهن ڏاند وٽان لنگهيون، تڏهن منجهانئن هڪڙيءَ ڪل روڪيندي چيو، ”ڪالهه کان ’زو‘ مان هاٿيءَ جو ٻچو غائب آهي. هيءُ اُهو تہ ناهي.“

ڏاند سسي ويو. پيٽ نڪري آيس. راجا ۽ مان کلڻ لڳاسين.

ککو وکو ٿيندي ڏاند چيو، ”اڄڪلهه ڇوريون ڇتيون ٿي پيون آهن. مڙسن جو مٿو ڪڍي ڇڏينديون.“

”گهبراءِ نه.“ راجا چيو، ”اسان تنهنجي شادي پٿر جي دؤر جي ڪنهن ڳئونءَ سان ڪرائينداسين.“

پوءِ ريڪس سئنيما تائين اسان مان ڪنهن نه ڳالهايو.

ڏاند جي ريڪس سئنيما جي مڪرانين سان ياري آهي. جڏهن به ريڪس ۾ ڪا چڱي فلم هلندي آهي، راجا ۽ مان پنهنجي حصي جو ’ٿامي شيئر‘ ڏاند کي ڏيندا آهيون. ڏاند سولائيءَ سان ڪڏهن ’لوور اسٽال‘ ۽ ڪڏهن ’اپر اسٽال‘ جون ٽڪيٽون وٺي ايندو آهي.

اُن ڏينهن اسان ٽيئي جڏهن ريڪس سئنيما وٽ پهتاسين، تڏهن ڏاند اسان کي پوسٽرن وٽ ترسايو ۽ پاڻ مڪرانين جي تلاش ۾ هليو ويو. ٿورڙي دير کان پوءِ ڏاند ٽي ٽڪيٽون وٺي موٽي آيو.

سئنيما هال ۾ داخل ٿيندي، هن مڪراني گيٽ ڪيپر کي چيو، ”تو چي ڪنا ڙي واجا.“

مڪرانيءَ ڏاند کي پٺيءَ تي ٺڪڪي ڏني ۽ هڪ چڱو چوکو وڏو آواز نڪتو. ڏاند کي چيائين، ”دبي رک ڙي واجا.“

ڏاندو لڏندو لمندو هال ۾ داخل ٿيو. هن جي پوئتان راجا ۽ راجا جي پٺيان مان هلي رهيو هوس. سيٽن جي وچ مان لنگهندي، راجا ڏاند کي چيو، ”تون ڪلارڪ بدران ريڪس سئنيما جو داداگير هجين ها.“

”بس ڪر.“ ڏاند هلندي هلندي چيو، ”تونشن سان ديپاڪ نه ڪري ڇڏيانءِ.“ (ديپاڪ انگريزي لفظ Konck - Out جو آزاد ترجمو آهي، جيڪو ڏاند ايجاد ڪيو آهي.)

”فائدي ۾ رهين ها.“ راجا چيو، ”پگهاز جيترا پيسا ته جيڪر هفتي ۾ بليڪ مان ڪمائي وٺين ها.“

ڏاند ڪو جواب نه ڏنو. لڏندو لمندو پوئين قطار جي ڪنڊ وارين ٽن سيٽن ڏانهن وڌي ويو.

ڏاند ڪنڊ واري سيٽ تي ويٺو. سندس پاسي ۾ مان ۽ منهنجي

پرسان راجا ويٺو. ڏاند تنگ سڌي ڪري سامهون واري سيٽ جي ٽيڪ تي پير رکيو. سامهون واري سيٽ تي هڪ ڪراڙو ڪرستان ويٺو هو.

هن منهن ورائي ڏاند ڏانهن ڏسندي چيو، ”اي! يو بٽاٽا. اپنا فوٽ ڊائون ڪرو.“

ڏاند هڪدم پير هيٺ ڪري چڙيو. چيائين، ”واٽ بٽاٽا.“

ڪراڙي ڪرستان چڱي طرح ڪنڌ ورائي چيو، ”يو فيٽ مين. تم ايڪدم آلو ڪا مافڪ هي.“

راجا کان ٽهڪ نڪري ويو. ڪراڙو ڪرستان ۽ ڪجھ بيا ماڻهو پڻ کلڻ لڳا. ڏاند ڪڪو وڪو ٿي ويو. ڪجھ ڪجھ مستي ڍري ٿي ويس.

ٿوري دير ماٺ رهڻ کان پوءِ ڏاند چيو، ”مان هڪڙي ڏينهن گرانڊ سرڪل جي ٽڪيٽ وٺندس ۽ بالم ٿي بالڪوني جي ڪارنس تي پير رکي فلم ڏسندس.“

”اُن ڏينهن شهر جا ڪنگلا تنهنجو جلوس ڪيندا ۽ توکي پنهنجو بادشاهه قبول ڪندا.“ راجا آهستي چيو.

”تون سمجهين ٿو تہ مان ڪڏهن بہ بالڪونيءَ ۾ ويهي فلم ڏسي نہ سگهندي.“

”عيسوي سن 1999 تائين تہ اهڙو امڪان ڪونهي.“

”ڇو ڪونهي.“

”ڇو جو ويهين صدي ختم ٿيڻ کان اڳ تون ختم ٿي ويندين.“

”مسٽر راجا.“ ڏاند اعتماد سان چيو، ”تون ڏسندين، هڪ ڏينهن تون ڏسندين. مان ڪنهن سئنيما جي مالڪ جي ڌيءَ سان شادي ڪندس ۽ روز بالڪونيءَ ۾ ويهي فلم ڏسندس ۽ توهان ٻنهي تي کلندس.“

چيم، ”جنهن بہ ڇوڪريءَ کي خودڪشي ڪرڻي هوندي، سا توسان شادي ڪندي.“

”واهه پٽ مجنون!“ ڏاند مون تي ڏمريو، ”توکي جو هڪ يتيم ليليٰ هٿ چڙهي ويئي آهي، سو سمجهين ٿو تہ دنيا جي هرڪا عورت توتي عاشق ٿي پوندي. پٽ غلط فهميءَ ۾ آهين.“

راجا چيو، ”اسان جو مجنون ۽ ٻيپي ليليٰ هلندڙ صديءَ جا يتيم ليليٰ مجنون آهن.“

چيم، ”توهان بئي واهيات آهيو. مان وڃان ٿو.“

”واهه سائين واهه! پاڻ چرچا ڪرين ته اسان سهون، ۽ پاڻ پڳو ته وڃين.“

”توهان هر وقت، هر هنڌ تمنا جو ذڪر نه ڪندا ڪريو.“

”ساري، مجنون.“

ڏاند راجا کان پڇيو، ”تون ڪنهن جي ڌيءَ سان شادي ڪندين؟“

”مان ڪنهن صنعتڪار جي ڌيءَ سان شادي ڪندس.“

”صفا ڪو پوڪ آهين.“

”مونکي مرڻ کان اڳ هڪ ٿيٽران ۽ هڪ آل وول سوٽ پائڻ جي سڌ آهي.“

”بالڪونيءَ ۾ فلم نه ڏسندين.“

”تون موئن جي دڙي جو قديم ڏاند آهين.“ راجا وراڻيو، ”مان ڪنهن زبردست صنعتڪار جو نياڻو ٿيندس، جيڪو تنهنجي فلمي.سهري کي سئنيما بسميت خريد ڪري وٺندو.“

ڏاند حيران ٿيندي چيو، ”يار، پوءِ ته تون پنهنجي ننڍڙي پاءُ جي ’پوليو‘ جو علاج به ڪرائي سگهندين.“

”ها.“ راجا وراڻيو، ”مان هڪ وڏي، تمام وڏي، اٺ - ڏهه ماڙ جديد اسپتال ٺهرائيندس، جنهن ۾ اسان جهڙن قلندرن جو مفت علاج ڪيو ويندو.“

راجا جي ننڍي پاءُ کي ’پوليو‘ آهي. سندس ٻئي ننڍڙيون، پتڪڙيون ٽنگون سڪل آهن. هو ريڙهيون پائي هلندو آهي. راجا سندس علاج ڪرائڻ لاءِ وسان ڪين گهٽايو آهي. پر هر دفعي ۽ هر هنڌ سندس ڪوششون دولت کان شڪست کائينديون رهيون آهن. هو ڊاڪٽرن جي في پري نه سگهندو آهي. دوائون خريد ڪري نه سگهندو آهي. راجا کي پنهنجي غربت جو شديد احساس آهي، پر هن، ان تي ڪڏهن به ملال نه ڪيو آهي. هو اندر ئي اندر ۾ ڪامندو رهندو آهي ۽ سندس ٿڪن ۾ غم جو پرندڙ جبل جلندو رهندو آهي.

ڏاند پڇيو، ”ويچارو مجنون ڪنهن سان شادي ڪندو.“

راجا وراڻيو، ”ليليٰ سان ڪندو. پيو نه ته توسان ڪندو.“

”يو فول.“ ڏاند وراڻيو، ”قديم مجنونءَ جي قديم ليليٰ سان شادي نہ ٿي هئي. تنهنڪري جديد مجنونءَ جي بہ جديد ليليٰ سان شادي نہ ٿيندي.“

”مان وڃان ٿو.“ مان وڃڻ لاءِ اُٿي بيٺس.

راجا مونکي ٻانهن کان ڇڪي ويهاريندي چيو، ”اڙي يار، اسان تہ تنهنجي سونهري مستقبل جي باريءَ ۾ سوچي رهيا آهيون.“

ويهندي چيم، ”اسان جو مستقبل بيلٽ باڪسن ۾ ووٽ وجهڻ، مانيءَ جي ڳولا ڪرڻ ۽ هڪڙي ڏينهن ڪنهن اسپتال ٻاهران مرڻ آهي.“

سئنيما هال آهستي آهستي پرجندو ويو: انگريزي سازن جا رڪارڊ وڄڻ شروع ٿيا.

راجا منهن وراڻي اول پوئتي ۽ پوءِ بالڪونيءَ ڏانهن ڏٺو. سڌو ٿيندي چيائين، ”يار مجنون، پوئتي نہ نهار. هرڪو ششڪلي وٺي آيو آهي.“

مونکان اڳ ڏاند ڦيرو ڪاڌو. هال جو چڱو چوکو جائزو وٺي مونسان مخاطب ٿيو، ”استاد مجنون، تون بہ ڀاڀي ليليٰ کي ساڻ ڪري فلم ڏسندو ڪر.“

منهنجِي بدران راجا جواب ڏنو، ”لووَر اسٽال ۾ ليليٰ کي آڻيندي شرم نہ ايندس.“

”يو فول.“ ڏاند چيو، ”گرانڊ سرڪل ۾ وٺي اچيس.“

راجا وراڻيو، ”اسان جو مجنون قيامت تائين گرانڊ سرڪل جون بہ ٽڪيٽون وٺي نہ سگهندو.“

ڏاند ڳوڙهيءَ سوچ ۾ گم ٿي ويو. ڪجهہ دير کان پوءِ مونکي ڪلهي تي مُڪ هڻندي چيائين، ”اسان تنهنجي مدد ڪنداسين.“ پوءِ هن مدد جو نمونو سمجهايو، ”راجا ۽ مونکي اينڊڙ مهيني ايم. اي جا فارم ڀرڻا آهن. اسان توکي انهن پيسن مان ٿي ٿي رپيا ڏينداسين.“

مون ڏانهس ڏٺو.

”خدا جو قسم آ، توکي بہ ٽڪيٽون ضرور وٺي ڏينداسين.“ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪٽندي چيائين، ”۽ پوءِ تون بہ هنن ڀاڙين وانگر بالم ٿي فلم ڏسجانءِ.“

وراڻيم، ”مونکي ٽڪيٽون وٺي نہ ڏجو. مونکي ڇهہ رپيا ڏجو. مان ٻاتا جو ربڙائي بوٽ وٺندس.“

ڏاند منهنجو ڇڳل بوٽ ڏسندي چيو، ”تون سچو پچو جديد مجنون آهين.“

ڪراڙي ڪرستان منهن ورائي ڏاند کي چيو، ”لُڪ بٽاٽا. تم اپنا ڊرٽي مائوٿ شٽ ڪرو.“

ويچارو ڏاند خاموش ٿي ويو.

راجا چينس، ”تو وٽ اسان جا ٻہ ٻہ آنا بچيا آهن. اسان کي بوهي مگ آڻي ڏي.“

ڏاند کي ڪرستان هيسائي ڇڏيو هو. هو پنهنجي سيٽ تان اُٿيو ۽ بوهي مگ وٺڻ ويو.

ٿوري دير کان پوءِ ڏاند اوچتو موٽ ڪاڏي. در وٽ، گيٽ ڪيپر جي پرسان بيهي، هن کبي هٿ جون ٻهرٻون ٻہ آڱريون وات ۾ وجهي زور سان سيٽي وڄائي.

ذري گهٽ سيني ڪنڌ ڦيرائي ڏاند ڏانهن ڏٺو.

ڪرستان اسان کي چيو، ”يہ آلو بٽاٽا ڪريڪ مالوم پڑتا هائے.“

ڏاند هٿ جي اشاري سان اسان کي پاڻ ڏانهن سڏ ڪيو.

راجا چيو، ”ڏاند ضرور ڪا گڙٻڙ ڪئي آهي، ۽ هينئر فائيٽ لاءِ اسان کي سڏي رهيو آهي.“

اسان ٻئي پنهنجيءَ پنهنجيءَ سيٽ تان اٿياسين. ڏاند ٻيهر سيٽي وڄائي ۽ هٿ سان راجا کي ويهڻ جو اشارو ڪيائين.

راجا ويهندي چيو، ”وچينس. ضرور ڪمبخت پيسا ڪٿايا آهن.“

مان سيٽن جي وچ مان، ماڻهن جا پير اورانگهيندو در وٽ پهتس. ڏاند مونکي ٻانهن کان وٺي ست ڏيئي ڇڪي ورتو. سهڪي رهيو هو.

چيائين، ”تنهنجي ليليٰ آئي آهي.“

”ڏس ڏاند.“ ڪيس ٻانهن کان وٺندي چيم، ”فلمي مشڪرن وانگر هر وقت چرچا نہ ڪندو ڪر.“

”خدا جو قسم آ، آئي آهي.“ ڏاند چيو، ”وراندي ۾ بيٺي آهي.“

منهنجو هٿ ڏاند جي ٻانهن مان ڇڏائجي ويو.

ڏاند چيو، ”سوچين ڇا ٿو. اچي وٺ پنهنجي حصي جا بوهي مگ. وڃي ڪارائينس.“

منهنجي ٻڪ ۾ بوهي مگ ڏيئي، ڏاند هال ۾ هليو ويو.

ٻاهرين ورانڊي ۾ ڪاريڊار وٽان رش گهٽ ٿي ويئي هئي. ورانڊي جي اشتهاري فوٽن وٽ ڪجهہ ڇوڪرا بيٺا هئا ۽ سگريٽن جا ڪش هڻي رهيا هئا.

ورانڊي جي در ٻاهران، پورچ وٽ تمنا بيٺي هئا. هوءَ بي داغ اڇيءَ ساڙهيءَ ۾ ويڙهيل هئي. وار ڪلهن تي پيا هئس. هٿ ۾ ڪاون لڳل اڇي بيگ هيس.

مان بي اختيار ڏانهس وڌي ويس. پوءِ اوچتو پنهنجي چڳل بوٽ ۽ ميرن، مروڙيل ڪپڙن جو خيال آيم. تمنا وٽ پهچڻ بدران اڳتي وڌي ويس. تڏهن پوئتان تمنا جو سڏ پڌم، "شامون." مان سڏ ٻڌي، اڻ ٻڌو ڪري اڳتي وڌي ويس. تمنا پورچ جا ڏاڪا لهي آئي.

"شامون."

مان بيهي رهيس.

"شامون." تمنا منهنجي سامهون اچي بيٺي. مونکي جاچيندي چيائين، "پنهنجي حالت تہ ڪهڙي ڪري ڇڏي اٿئي."

"تڏهن تہ تو وٽ نہ بيٺس."

چيائين، "هل، ڪينٽين ۾ چانهہ پي اچئون."

"توکي دير ٿي ويندي."

"مان ڪنهن جي زرخريد ٻانهي ناهيان." تمنا جي منهن تي ڪراهت تري آئي، چيائين، "فلمَ هونءَ ئي انٽرويل کان پوءِ شروع ٿيندي. اچ."

اسان ريڪس مان نڪري ڪينٽين ڏانهن وڌي وياسين.

وڪٽوريہ روڊ جي فٽ پاٿ تان هلندي ٻئي خاموش رهياسين. اسان ٻنهي جا ڪنڌ جهڪيل هئا. اسان ۾ وڇوٽي هئي. پر ايتري، جو هلندي هلندي ڪلهوڪلهي سان ۽ ٻانهن ٻانهن سان لڳي پي ويئي. عثمان فرنشرس وٽان لنگهندي، مون شيشي جي پي پار، شو روم ۾ سينگاريل فرنيچر ڏانهن ڏٺو.

"هڪڙي ڏينهن، جڏهن مان ڪنهن ڪارپوريشن جو چيئرمين، وزير يا بزنس مين ٿيندس، تڏهن هيءُ سمورو فرنيچر هڪ ڏڪ ۾ خريد ڪندس."

تمنا مون ڏانهن نهاريو.

"تون سمجهين ٿي مان ڪڏهن بہ وڏو ماڻهو ٿي نہ سگهندس؟"

تمنا تڏهن بہ نہ ڳالهايو. ڪنڌ جهڪائي، نظرون جهڪائي، هوءَ هلندي رهي. عثمان فرنشرس جو دڪان پوئتي رهجي ويو.

”مان وڏو ماڻهو ٿيندس، تمنا.“ .مونکي پنهنجو لهجو، پيئل، تڪليف سان پريل ۽ اجنبي پي لڳو، ”هڪ نہ هڪ ڏينهن اسان جو پرائيز بانڊ نڪرندو. هڪ نہ هڪ ڏينهن اسان جو لڪ رپين وارو ڪراس ورڊ معمو صحيح نڪرندو. تڏهن اسان هڪدم ڪارخاني جو قرض لاهي، هيءَ واهيات نوڪري ڇڏي ڏينداسين.“

تمنا ڪجهہ نہ چيو. غم سندس انگ انگ مان ظاهر ٿي رهيو هو.

”۽ تمنا.“ پريل آواز ۾ چيم، ”راجا جي ننڍڙي ياءَ کي پوليو آهي. سندس ٻئي ٽنگون سڪل آهن. اسان راجا جي ياءَ جو علاج ڪرائينداسين. بليڪ مارڪيٽ مان پوليو جون انجيڪشنون وٺي راجا جي ياءَ کي هٽائينداسين. ڊاڪٽر چوندا آهن، پوليو واري ٻار کي کير، مکڻ ۽ بيدا کارائڻ گهرجن. راجا بيدي بدران اڌ سير اٽي جو گهر وٺي ويندو آهي، ۽ پنهنجي ڪٽنب جو گرهہ گرهہ سان پيٽ ڀريندو آهي. اسان راجا جي ياءَ کي روزانو اڌ سير کير، ٻہ آئونس مکڻ ۽ ٻہ بيدا وٺي ڏينداسين.“

جواب ۾ تمنا مون ڏانهن منهن ورائي ڏٺو. غم جو جيڪو ٻہ تصور ٿي سگهي ٿو، سو تمنا جي اکين ۾ ڏٺم.

”راجا مون کي غم لڪائي، جيئڻ سيکاريو آهي.“ چيم، ”۽ تمنا، توکي خبر نہ ٻہ هجي، ٽن ڏينهن تائين ڏاند جي گهر ۾ جڏهن لنگهڻ ڪيندا آهن، تڏهن ڏاند جي پيٽ پنجويهن رپين ۾، رڳو پنجويهن رپين...“ جملو جذبن جي جوالا ۾ جلي ڀسم ٿي ويو.

تمنا جا ڇپر آلا ٿي ويا.

چيم، ”اسان جهڙا انسان، جيڪڏهن صبر ڪندي، ۽ ظلم سهندي سهندي جبل ٿي پون، تہ هوندا آتش فشان سڏائين.“

وڪٽوريا روڊ کان ڪيفي ڪينٽان ڏانهن ڦرندي، تمنا عجب سوال ڪيو، ”آپگهات جي باري ۾ ڪهڙو خيال اٿئي.“

مان ٻيهي رهيس. حيرت مان ڏانهس ڏٺم. اڳتي وڌندي چيم، ”عالم چوندا آهن، آپگهات گناهہ آهي.“

”تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟“ هن ورجائي پڇيو.

مان خاموش رهيس.

چيائين، ”منهنجو وجود تنهنجي لاءِ عذاب ٿي ويو آهي؟“

وراڻيم، ”مان جو اڄ تائين زندگيءَ جي رڻ ۾ جيئرو آهيان، تنهنجو سڀ کان وڏو سبب تون آهين.“

”نہ.“ تمنا چيو، ”تنهن جو سڀ کان وڏو سبب تنهنجا پائر، پينرون، تنهنجي ماءُ ۽ ناني آهي.“

مان ڪيس جواب ڏيئي نہ سگهيس.

ڪيفي ڪينٽان ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ تمنا چيو، ”مان ڪنهن ڏينهن خودڪشي ڪنديس.“

”تمنا.“ مان ترسي پيس. وقت ترسي پيو. ماحول ترسي پيو.

”ها شامون، مان خودڪشي ڪنديس.“ هن اندر جي اُڌمن کي ضبط ڪندي چيو.

”تمنا.“ ڌرتي ۽ آسمان جنڊ جا بہ پڙ ٿي ويا. منهنجو وجود پرڻ چاڻ ٿيڻ لڳو. چيم، ”تمنا، مان توکي ائين مرڻ نہ ڏيندس. توکي جيئرو رهڻو پوندو. منهنجي لاءِ جيئرو رهڻو پوندو.“

ڪيبن ۾ ويهندي هوءَ خيالن ۾ گم ٿي ويئي. مان جڏهن بہ حور جو ذڪر پڙندو آهيان، تڏهن تمنا منهنجي اکين آڏو اچي بيهندي آهي. پر اُن ڏينهن تمنا جو حسن ڪومائجي ويو. نيرين نيرين، گهرين گهرين اکين جا ڪنورا، سمنڊ جا ڪنارا ٿي ويس. لڙڪ لهرن وانگر لڇڻ لڳس.

مون ٿي ڳالهايو، ”رڳو مان ناهيان جنهن جي لاءِ توکي جيئرو رهڻو آهي. تنهنجون پينرون بہ آهن، جن لاءِ توکي جيئرو رهڻو آهي. مري مري بہ جيئرو رهڻو آهي.“

اکيون پوري، ٽڏو ساهہ کنيائين. ڪجهہ نہ چيائين.

”ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن انقلابي صبح ايندو، انڌير ۽ ظلم جو دور ختم ٿيندو.“ کيس دلداري ڏيندي چيم، ”تڏهن طبقاتي ڪشمڪش جو زور ختم ٿيندو ۽ انسان ماني ڳيي لاءِ محتاج نہ رهندو.“

”اهي لفظ اسان لاءِ رانديڪا آهن، شامون، جن سان پاڻ کي پرچائي رهيا آهيون.“ تمنا آهستي چيو ۽ ڪاڏيءَ هيٺان هٿ ڏيئي مون ڏانهن نهارڻ لڳي.

پڇيائين، ”مون کان نفرت ٿي نٿو ڪرين، شامون.“

”چو.“

”منهنجي زندگيءَ جي هن روپ-کي ڪيستائين برداشت ڪندين.“

”اهو تنهنجو پنهنجو روپ ناهي، تمنا.“ چيم، ”انسان جا ٻه روپ هوندا آهن. پهريون روپ جيڪو سچو آهي، حقيقي آهي ۽ جنهن ۾ تون آزاد آهين، تمنا آهين، منهنجي آهين. ۽ ٻيو روپ، جيڪو فريب آهي، دوکو آهي ۽ جنهن ۾ تون پابند ۽ مجبور آهين، ڪارخاني جي ٽائيپسٽ آهين، پرائي آهين.“

”تون اُبتا سبتا ڪتاب پڙهڻ ڇڏي ڏي، شامون.“ چيائين، ”انسان جو فقط هڪ روپ هوندو آهي. باقي سندس عمل ۽ ردِعمل جا پاڇا هوندا آهن، جيڪي سندس روپ تي ڇانيل هوندا آهن.“

ويٽر آرڊر وٺڻ آيو. تمنا ڪيس چانهه آڻڻ لاءِ چيو. هو هليو ويو.

مايوس اڳ به ٿيندي هئي، پر اُن ڏينهن تمنا رکي رکي روئڻهارڪي ٿي پئي وئي. ڳالهايائين پئي ته آواز ڪنبي ڪنبي، پرچي پي آيس. مون ڏانهن نهاريائين پي، ته اکيون آليون ٿي پي ويس. ساهه منجهيس پي، ته ٿڌو ساهه پي ڪنيائين.

آهستي چيم، ”مان سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ انٽرويو ڏيئي آيو آهيان.“

”پو.“ هن بي دليءَ سان پڇيو.

”نوڪريءَ ڏيڻ جو واعدو ڪيو اٿائون.“

”هون.“ هن منجهند جو ان ڳالهه ۾ جيڪا دلچسپي ورتي هئي، سا ختم ٿي ويئي هيس.

”سچ تمنا. نوڪري ڏيڻ جو واعدو ڪيو اٿائون. مئنيجنگ ڊائريڪٽر پاڻ واعدو ڪيو آهي.“

”ڪنهن جي سفارش ڪٽي ويو هئين.“

”ڪنهن جي به نه. پاڻ کي ته آفيس جو چوڪيدار به نه سڃاڻندو آهي.“

”سفارش کان سواءِ نوڪري نه ملنديءِ.“

”ملندي، تمنا ملندي.“ هڪدم چيم، ”مئنيجنگ ڊائريڪٽر خود مون سان واعدو ڪيو آهي.“

”اهڙا واعدا الاءِ ڪيترن سان ڪيا هوندائين.“

”مون فرشتو ڏٺو ته ناهي، پر فرشتن جي بدني بناوت جي باري ۾

جيڪي ڪجهہ ڀڏو اٿم، مئنيجنگ ڊائريڪٽر انهن نقشن جي عين مطابق هو."
چيم، "هاڻي تون ئي ٻڌاءِ، تہ فرشتو ڪيئن پنهنجي واعدي تان ڦري ويندو."

تمنا اٿاهہ مايوسيءَ وچان چيو، "اڄڪلهہ نوڪرين لاءِ اميدوارن جي لياقت ۽ قابليت جي چڪاس نہ ٿيندي آهي. اڄڪلهہ چڪاس ٿيندي آهي، اميدوارن جي سفارش ڪندڙن جي وچ ۾."

ويٽر چانهہ کڻي آيو.

تمنا چانهہ جو ڪوپ ٺاهي منهنجي اڳيان رکيو. سپ سپ ڪري چانهہ پيئڻ لڳاسين. منهن تان ويراڳ جا پاڇا موٽڻ لڳس. بيچين اکيون مائيون ٿي ويس. ڄڻ ڪو طوفان آيو هو، گذري ويو. چيائين، "مون کي بہ محسوس پيو ٿئي، تہ توکي سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ملي ويندي ۽ پوءِ اسان جي ڪسمپرسيءَ جو دؤر ختم ٿيندو."

"ها تمنا." وراڻيم، "فرشتو پنهنجو واعدو ضرور نڀائيندو ۽ هونءَ بہ اسان کي نااميد ٿيڻ نہ گهرجي."

تمنا خاموش رهي. سوچيندي رهي.

چانهہ پي، تمنا پڇيو، "سگريٽ ڪمپنيءَ وارا پگهار ڪيترو ڏيندءِ."

"اڍائي سؤ رپيا."

"اڍائي سؤ رپيا!" تمنا جو چهرو ٻهڪڻ لڳو، "اسان لاءِ ڪافي آهن. مان ڪنهن اسڪول ۾ پڙهائي ڏيڍ بہ سؤ رپيا ڪمائي وٺندس. واندڪائيءَ ۾ پرت ڪنديس، ڪپڙا سبنديس، محنت ۾ ڪهڙو عيب."

"ها، محنت ۾ ڪهڙو عيب." چيم، "پوءِ اسان پنهنجن ٻارن ۽ ٻيٽرن کي پبلڪ اسڪولن ۾ پڙهائينداسين. ڪين سٺا ڪپڙا پارائينداسين ۽ صحت بخش غذا کارائينداسين."

"۽ پوءِ تون انگريزيءَ ۾ ايم. اي بہ ڪجانءِ، شامون."

"ها. ۽ تون بہ ايڪسٽرنل اميدوار ٿي گريجوئيشن ڪري ڇڏجانءِ."

"۽ ڪجهہ بچت ڪري پوءِ راجا جي پاءُ کي پوليو ويڪسين جون سئيون بہ وٺي ڏينداسين."

"۽ تمنا."

"جي."

”مون ڏانهن ڏس، منهنجي اکين ۾ ڏس.“

”چئُہ.“

”چوان.“

”ها چئُہ.“

”جيئن ئي مون کي سگريٽ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ملي ويندي، پاڻ شادي ڪنداسين.“ .

تمنا شرمائجي ويئي. سندس خشڪ چپن تي مرڪ ٿهلجي ويئي. ڪنڌ جهڪائي چڏيائين. ساڙهيءَ جي ڪُنڊ کي آڱرين ۾ مهٽڻ لڳي.

چيم، ”هيترا سارا سال گذري ويا، پر مون کي محبت جو اظهار ڪرڻ نہ آيو.“

پوءِ خاموشيءَ جو مختصر وقفو آيو، جنهن ۾ اسان ٻئي خاموش رهياسين. سوچيندا رهياسين. ڪجهہ دير کان پوءِ تمنا واچ ۾ وقت ڏٺو. وڏيءَ مشڪل سان، ڳيٽ ڏيئي چيائين، ”هلئون؟“

مان اُٿي بيٺس.

وڪٽوريا روڊ جي وراڪي تائين، اسان ٻنهي منجهان ڪنهن نہ ڳالهايو. وراڪي وٽ ڪانئس پڇيم، ”جنرل مئنيجر ايندءِ ڇا.“

تمنا غمگين نگاهن سان مون ڏانهن ڏٺو. چيائين، ”نہ.“

”اسسٽنٽ مئنيجر؟“

”نہ. جنرل مئنيجر جو دوست آهي.“

”پوءِ ڪيئن سڃاڻيندئنس.“

”جنرل مئنيجر جي ڪار ۾ ايندو.“ تمنا جو آواز پرجي ويو. وڪ وچڙڻ لڳس. ساڙهيءَ جو پلئہ ڪرڻ لڳس. ڪنبندڙ آواز ۾ التجا ڪيائين، ”ڪجهہ نہ پڇ. خدا جي واسطي ڪجهہ نہ پڇ، شامون.“

وراڪي ڪان اڳيرو هلي ڏٺوسين، تہ جنرل مئنيجر جي شورليٽ امپالا ڪار ريڪس سئنيما جي ٻاهران بيٺي هئي. اسان ٻنهي جا پير فٽ پاٿ کي چنبڙي پيا. ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن منهن ورائي ڏٺوسين. سڪرات ايندي، پر ان گهڙيءَ کانُ ڪڙي نہ هوندي. قيامت ايندي، پر ان منظر کان وڌيڪ عذاب نہ ڏيندي. تمنا کي چيم، ”تون اڳتي وڌي وڃ، تمنا. مان زهر جو ڍڪ پري وٺندس.“

تمنا کنڌ جهڪائي اڳتي وڌي ويئي.

ائين جاتم، ڄڻ منهنجيءَ رڳ رڳ مان ٻير جون تاريون ڦُٽي نڪرنديون. ائين ٻه ڀانيم ته، ڪو پرندڙ جبل ڦاٽو هوندو، ته ان جو لاوو منهنجي هنيانءَ مان وهي نڪرندو. ڪٿي ڪنهن پيلي ۾ باهه لڳي هوندي، ته مورن جي دانهن منهنجيءَ دل کي چيري نڪرندي. ڪٿي ڪو روح رنو هوندو، ته ان روح جا لڙڪ منهنجين اکين مان وهي نڪرندا.

منهنجو وجود پچرندو رهيو، سڙندو رهيو. اميدن جي خاڪ زمين کان آسمان تائين اُڏامڻ لڳي. دل جي دنيا ڀسم ٿيندي ويئي.

تمنا جڏهن جنرل مئنيجر جي ڪار وٽ پهتي، تڏهن ڊرائيور ادب سان موٽر جو پويون در کوليو.

موٽر مان هڪ بندرو ۽ ٿلهو شخص ٻاهر نڪري آيو. هو ڪشميري صوفن جهڙو ڳاڙهو ۽ ٽِڪڻ وٽان گنجو هو. تمنا کي ڏسي سندس چپن تي معصوم ٻارن جهڙي مرڪ ٽهلجي ويئي، ان وقت هو فرشتن جهڙو نظر اچي رهيو هو.

هو سگريٽ ڪمپنيءَ جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر هو.

چنچر جو ڏينهن سڙي ويو. دونهون سانجهي ٻڻجي هر طرف پکڙجي ويو ۽ آچر جي رات رک ٿي اُڏامڻ لڳي.

مون ٻئي مٺيون فٽ پاٿ جي لوهي ريلنگ ۾ وجهي ڇڏيون، ۽ منهن ٻانهن تي رکي اکيون بند ڪري ڇڏيم. ✦

# مرڻ کان اڳ، مرڻ کان پوءِ

هڪ انسان مري ويو ۽ ٻيا انسان کيس دفن ڪرڻ لاءِ کنيو ٿي ويا.

جنازي سان گڏ ڪافي انسان هئا: ڪي ننڍا، ڪي وڏا، ڪي ٻيرو، ڪي پوڙها. سيني جا ڪنڌ جهڪيل هئا. جن کي روئڻ نٿي آيو، تن چاٺي واٺي رومال نڪ تي رکيا هئا. هڪڙن ڪلها ٿي ڏنا ۽ ٻين پنهنجي واري جو انتظار پي ڪيو. جن جنازي کي ڪافي ڪلها ڏنا هئا، سي ننڍين ننڍين ٽولين ۾ ورهائجي ويا هئا. ڪجهه اهڙا به هئا جي يا ته اڪيلا هلي رهيا هئا يا سائن کو دوست هو:

به انسان، جن جي عمر چاليهن کان مٿيَ ٿي ڏٺي، پاڻ ۾ آهستي آهستي ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

”اي مامد، يار دفن دعا ۾ ڪيتري دير لڳندي؟“

”ٻو ڪلاڪ ته پن لڳندا.“

”ٻو ڪلاڪ! ٻو ڪلاڪ ۾ ته اکي باجار جو کانو کراب ٿي ويندو، ڪُرو؟“

”پن قبرستان هلڻ جو کهڙو جرور آئي. ڦڙتي ڪاٿون؟“

”ڪپاس جي بوجار ۾ ته هميش وڳڙو ري تو.“

”ڦڙتي عجيج يائي.“

۽ هو ٻئي ڪپهه جي بازار ۾ سٽو هٽڻ لاءِ پاسي واري گهٽيءَ ۾ کسڪي ويا.

جنازو انسانن جي ڪلهن تي سفر ڪندي، قبرستان ڏانهن وڌي رهيو هو. هڪ ٽولي، جيڪا جنازي کان ڪجهه پريرو هئي، تنهن ۾، ڪنهن ڳوڙهي مسئلي تي بحث هلي رهيو هو.

”جنهن کي سڪرات جي سختي ٿيندي آهي، تنهنجا گناهه هن جهان ۾ ئي ڌوپجي ويندا آهن.“

”ويچاري کي ٻه ڏهاڙا سڪرات هلي هئي.“

”نيڪ بخت هو، قبر جي عذاب کان ڇٽي ويو.“

”قبر ۾ عذاب ملندو آهي ڇا؟“ هڪ نوجوان پڇيو.

”ها.“

”پر مرده جسم کي عذاب جي ڪيئن خبر پوندي؟“

”الله جي ڳجهه ۾ هٿ نه وجهه.“

”ڀلا سيني کي قبر جو عذاب سهڻو آهي؟“

”ها، هر مومن تي اُهو وقت اچڻو آهي.“

”۽ سائين، جن جا جسم باهه ۾ سڙي ويندا آهن، ۽ اُهي مومن جي پاڻيءَ ۾ ٻڏي مرندا آهن، تن کان ڪهڙي قبر حساب وٺندي؟“

ملان چڙ مان چيو، ”تون ڪاليجي ٿو لڳين. توسان ڳالهائڻ، شيطان سان هم ڪلام ٿيڻو آهي. لاحول ولا...“

ان ٽوليءَ کان ڪجهه پوئتي ٽي انسان پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

”لوڙي مئو.“

”ها، ٻه ڏينهن سڪرات ۾ ڇيڇلايائين.“

”سڄي عمر ڪم ٻه ته جڏا ڪيا هئائين.“

”مڙس شوقين هو، پوتار، ٽي شاديون ڪيائون ۽ ست ڪشمير جون خانه بدوش ڇوڪريون به خريد ڪيائين.“

”اسلام ۾ ٻانهين رکڻ جي اجازت آهي.“

”ڪونهي.“

”آهي.“

”پر ٻانهين مان ڪمائڻ جي اجازت ڪونهي.“

”پيشو ڪرائندو هون ڇا؟“

”پيو نه ته! وڏي رهائيءَ وارو مڙس هو، پوتار.“

”وڏا وڏا پوليس آفيسر ۽ ڪامورا وٽس سلامي هئا.“

”استغفرالله.“

”لوڙي مئو.“

هڪ ڪراڙو جنازي کي ڪلهو ڏيئي موٽيو ۽ ٻئي ڪراڙي کي چيائين:

”واهه جو شريف انسان هو.“

"ساراهہ تہ ڏاڍي هئس."

"ستن بيواهہ عورتن کي خرچ پکو ڏيئي، سڄي عمر سندن عزت ۽ عصمت جي حفاظت ڪيائين."

"خيرات بہ دل کولي ڪندو هو."

"۽ ٽي حج بہ ڪيائين."

"الله جا نيڪ ٻانهآ هن جهان ۾ ئي پنهنجي لاءِ جنت الفردوس ۾ جاءِ محفوظ ڪرائي ڇڏيندا آهن."

هڪ مزور وڪ وڌائي اڳتي آيو ۽ پڇيائين:

"۽ اُهي انسان ڪيڏانهن وڃن، جن کان غربت هن جهان ۾ جهوپڙي بہ ڦري ورتي آهي ۽ ڪنگاليءَ کين آخرت ۾ بہ جاءِ محفوظ ڪرائي نہ سگهيا آهن؟"

ٻنهي ڪراڙن، مزور ڏانهن گهور ڪري نهاريو. هڪڙي ڪراڙي، پنهنجي عينڪ جا شيشا اُگهندي چيو، "تون، غير ملڪي جاسوس ٿو ڏسجين."

بہ شخص، جن کي ڪاڏيءَ هيٺان، چربي ڀريل گوشت جي بہ ڪاڏي بہ هئي، ۽ سندس پيٽ بيحد ٻاهر نڪتل هئا، سي سيني کان پنٽي هئا. پنٽي ان ڪري هئا، جو سگريٽ ٽي ڇڪيائون.

"هن ميان کي بہ اڄ مرڻو هو. آچر جو سڄو پروگرام چوپٽ ڪري ڇڏيائين."*

ٻنهي مان جيڪو وڌيڪ ٿلهو هو تنهن چيو، "اڄ پهاڙي شهزادو ضرور کٽي ها."

"۽ ٽين ريس ۾ دليپ ڪمار ضرور جيتي ها."

"دليپ ڪمار آهي ڪنهن جو؟"

"هو آهي نہ پنهنجو دادا ڀائي پستول والا، جيڪو هندستان ۾ مارا ماريءَ جون فلمون ٺاهيندو هو، تنهنجو گهوڙو آهي."

"اڇا اڇا، سمجهيم. هي ساڳيو گهوڙو آهي، جيڪو سيٺ ڪريم کان هڪ لک ڏهہ هزار رپين ۾ ورتو هئائين."

"بلڪل، اڳ راجڪمار نالو هئس، پر دادا ڀائيءَ ڦيرائي دليپ ڪمار رکيو اٿس."

---

* 1976ع کان اڳ هفتيوار موڪل آچر ڏينهن ٿيندي هئي.

هڪ ٿلهي سگريٽ جي رک ڇنڊيندي چيو، ”پاڻ تہ ڪمبخت مري ويو، پر هزارن جو نقصان اسان کي سهڻو پيو.“

”ديسي ماڻهو جيئندي بہ بار، مرندي بہ بار، Bloody Fool.“

ڪجهہ پريرو هڪ نوجوان ٻئي جي ڪن ۾ چيو، ”هي ٻئي ٿلها ميت واري جا گهرا دوست آهن.“

”سچ؟“

”ها، ۽ ٽئي ڄڻا هاشم ڪٽيءَ سان سمگلنگ ڪندا هئا.“

”هي ميت وارو بہ.“

”ها، اول ڪڙڪُو هوندو هو، پوءِ خوب ڪمايائين.“

”تون ڇگيءَ طرح سڃاڻينس ڇا؟“

”ها، مرڻ کان ڪجهہ ڏينهن اڳ، مون پٺهنس کي چاقو هڻڻ جي ڌمڪي ڏيئي ڪانئس پئسا ڦريا هئا.“

”پئسن جي معاملي ۾ ڪيهائيندو تہ نہ هو!“

”ڪنجوس هو يهودين جهڙو. جيستائين چاقو نہ ڏسندو هو، پائي بہ نہ ڪڍندو هو.“

”پر خيرات بہ ڏاڍي ڪندو هو.“

”شراب جي سمگلنگ مان ڪمايل پيسي جي چوٿين پتي الله جي نالي ڏيئي ڇڏيندو هو.“

پريان هڪ ڄڻو بيحد غمگين ٿي ڏٺو. اکين ۾ لڙڪ هئس، اداسي سندس چهري مان بکي رهي هئي. ايترو رنج ۽ الم ڏسي ڪنهن ازراهہ همدردي سندس ڪلهي تي هٿ رکندي پڇيو:

”ڏاڍو غمگين ٿو ڏسجين؟“

هن جواب نہ ڏنو، فقط ڪنڌ جهڪائي ڇڏيائين.

”تنهنجو پيءُ هو ڇا؟“

”نہ.“

”دوست؟“

”نہ.“

”ٻيلا ويجهو عزيز؟“

”نہ.“

”تہ پوءِ ايڏو ڏک ڇو ڪيو اٿئي؟“

”اسان غريبن جو اجهو هو. هميشه اسان جي سارسنڀال لهندو هو.“

هڪ ٽولي، جا ميت ڪان ڪجهہ اڳيرو هئي، تنهن ۾ مختلف قسم جي گفتگو هلي رهي هئي.

”هئہ هئہ، ڪجهہ نہ ڪيوسين.“

”سڄي عمر جهيڙن جهٽن ۾ وڃائي ڇڏيسين.“

”هيءَ دولت، هي جايون، هي نالو، هي ناموس سڀ بيڪار آهي.“

”سيني کي ادا مڻ مٽين هيٺ آخري آرام ڪرڻو آهي.“

”آخري سفر تہ هرڪو ڪندو.“

هڪ مسڪين اکيون اُگهندي چيو، ”پر مان مرڻ کان اڳ هڪ ڀيرو ڪرسيءَ تي ويهڻ چاهيان ٿو ۽ هوائي جهاز ۾ چڙهڻ چاهيان ٿو.“

جنازي سان گڏوگڏ، مرحوم جو نوجوان فرزند ڪنڌ جهڪائي، ڳورن قدمن سان هلي رهيو هو. کيس نئين ڪاري شيرواني پاتل هئي، جا خاص الميہ موقعي لاءِ هڪ مشهور درزيءَ کان سبائي هئائين. اکين کي اونهو ڪرڻ لاءِ پنبڻين کي ڪجل سان ڪارو ڪيو هئائين. هٿ ۾ رومال هئس، جنهن ۾ امونيا جا ڪجهہ قطرا ۽ يوڪيلپٽس جي تيل جا ڪجهہ ڦڙا پيل هئا. اکين مان لڙڪن جي ڌار پئي وهيس.

هڪ فقير وڌي اچي چيس، ”سائين، مرحوم جو هڪ وڳو مون کي بہ ڏجانءِ. محتاج آهيان، ننگو آهيان.“

”نہ، سڀ ڪپڙا مولوي صاحب کي ملندا.“

”مولوي صاحب وٽ اڳہ ئي کوڙا ڪپڙا آهن. اجهو ڪالهہ بہ هڪ ميت جا ڪپڙا مليا اٿس. اجايو وڪڻي ڇڏيندو.“

”بڪواس بند ڪر.“ نوجوان ڪَبس دڙڪو ڏنو.

”ڇڳو ڀلا، ختمي جي ماني وٺڻ اچان؟“

”ختمي جي ماني شاهہ صاحب جي گهر ويندي.“

”شاهہ صاحب وٽ هونئن ئي ڏهہ مانيون جا ايندا آهن. اجايو ڪتن کي کارائي ڇڏيندو. سائين، منهنجا ٻار بکيا آهن.“

”سيدن کان تہ متي ناهن.“

فقير جواب ڏني، ڪنڌ لٽڪائي هڪ طرف هليو ويو.

جنازو ٻين انسان جي ڪلهن تي سفر ڪندو، قبرستان وٽ اچي پهتو. مرحوم جي نوجوان فرزندَ حقارت مان لاتعداد قبرن ڏانهن ڏسندي، ذري گهٽ رڙ ڪئي، ”اڙي هي ڇا!“

ڪنهن وراڻيو، ”هي قبرستان آهيٖ.“

”هي تہ ميوا شاهہ قبرستان آهي.“ نوجوان جي نفرت بدستور جاري رهي.

”پر قبرستان تہ آهي.“

”نہ، هتي عام رواجي ماڻهن کي پوريو آهي.“ نوجوان هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي چيو، ”اسان سيٺ بابا کي ڪوآپريٽو قبرستان 'Eternal' ۾ ٻين ماڻهن سان گڏ دفن ڪنداسين.“

ٻيا انسان افراتفريءَ ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳا. قبرستان جي ٻئي طرف، جتي هڪ مضبوط پيت ڏٺل هئي، ڪنهن رڙ ڪندي چيو، ”سائين هيڏانهن، هن طرف کان اچو. اهو تہ ميوا شاهہ قبرستان آهي. 'Eternal' هن طرف آهي. ها، ان رستي کان اچو.“

جنازي کي ٻئي رستي کان ڪوآپريٽو Co-operative قبرستان ۾ آندو ويو. قبر اڳ ئي کوٽيل هئي. قبرون ترتيب ۾ قطار در قطار هيون. ميوا شاهہ جي قبرستان وانگر ڇڙوڇڙ نہ هيون.

ريتون رسمون پوريون ڪري، جنازو قبر ۾ لاٿو ويو. ٿوريءَ دير ۾ لاش مٽيءَ جي مٽن هيٺان دفن ٿي ويو. مرحوم جي فرزند قبر کوٽيندڙ جي ترريءَ تي ڏهہ رپيا رکيا. هن پگر اُگهندي چيو:

”سائين، گهٽ آهنٖ.“

”بس اٿئي.“

”ٻن روپين جو تہ حق لهٽيم.“

”شهر ۾ جيڪي مزور جايون ناهيندا آهن، تن کي اسان سڀي ڏينهن جا ٽي رپيا ڏيندا آهيون.*

* هيءَ انهن ڏينهن جي ڪهاڻي آهي، جڏهن سونَ جي هڪ تولي جي قيمت هڪ سؤ رپيا هئي.

”سائين، جاين ۾ ته توهان رهندا آهيو نه، هي قبرستان آهي.“ هجوم مان ڪنهن هلڪو ٺهڪ ڏنو.

”پر تڏهن به قبر کوٽڻ لاءِ ٻارهن رپيا وڏيڪ آهن.“

”سائين، مشڪل سان ته ڪو سخي بابا مري ٿو. ٻارهن رپيا منهنجو حق آهي.“

”سخي بابا مري ويو.“ نوجوان رڙ ڪندي چيو.

مزور پنهنجي ڪپڙن تان دز ڇنڊيندي چيو، ”تون ڪنجوس آهين ڇا؟“

مرحوم جو پٽ ٻاهر ٿي ويو. ڪاوڙ منجهان وراڻيائين، ”پئسو منهنجي هٿ جي مَرُ آهي. مان هن قبر تي مقبرو اڏائيندس.“

قبر کوٽيندڙ کي ٻه رپيا نه مليا ۽ هو ڪلهي تي ٽيڪم رکي هڪ طرف هليو ويو.

پيا انسان، هڪ انسان کي دفن ڪري، مٿس فاتحه پڙهي موٽي ويا. ✦

# عشق

چانهه جي ڪوپ ۾ کنڊ ملائيندي، هن اوچتو کنڊ ڪٽي مون ڏانهن ڏٺو. لپ اسٽڪ لڳل چپن تي مرڪ تري آيس. منهنجين اکين ۾ اکيون وجهندي چيائين، ”تون منهنجو پنجاهون عاشق آهين.“

ڪلي پيم. چيم، ”۽ تون ايڪونجاهين ڇوڪري آهين، جنهن سان مان پنهنجي زندگيءَ جو ايڪونجاهون عشق ڪري رهيو آهيان.“

ٽهڪ نڪري ويس. چيائين، ”وڏو پلستر آهين.“

”مهرباني.“ چانهه جو ڪوپ ڪٽي سپ ڀريم.

پڇيائين، ”تون مون کي ڇوڪري ٿو سمجهين؟“

ورائي پڇيومانس، ”ڪو اعتراض اٿئي؟“

هن جواب نه ڏنو. چپن تائين آندل ڪوپ، چپن وٽ جهلي ڇڏيائين. منهن تان مرڪ غائب ٿي ويس. مسڪارا لڳل اکين جي جوت جهڪي ٿي ويس. منهنجي سامهون هوندي به، هوءَ مون کي ڀاڻ کان پري پري نظر آئي.

”صنم.“ ڪيئن سڏ ڪيم.

اکين ۾ جوت، ۽ منهن تي مرڪ موٽي آيس. چپن وٽ جهڪيل ڪوپ مان سپ ڀري ورتائين.

”صنم.“ اُٽڪ وچان چيم، ”صنم، ائين ڇو ٿيندو آهي.“

غمناڪ مرڪ سان پڇيائين، ”ڇا ٿيندو آهي؟“

ورائيم، ”منهنجي ڪنهن جملي تي، تون منهنجي سامهون هوندي به مون کان پري پري ٿي ويندي آهين. گم ٿي ويندي آهين، ۽ پوءِ مون کي ائين محسوس ٿيندو آهي، تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ جڻ ڌرتيءَ ۽ آسمان جيڏي وڇوٽي آهي.“

مرڪ مان غم جي جهلڪ غائب ٿي ويس. چانهه جي سپ ڀرڻ، ۽ ٿڌي ساهه کڻڻ کان پوءِ پڇيائين، ”خبر اٿئي، منهنجي عمر ڪيتري آهي؟“

”ها.“ هوءَ منهنجو سوال لنوائي وئي. چيم، ”ها، مون کي خبر آهي.“

”ڪيتري هوندي؟“

”سورهن سال.“

”مان توکي سورهن سالن جي ٿي لڳان!“

”سورهن سالن جي هئڻ، ۽ لڳڻ ۾ فرق آهي.“ چيم، ”دنيا جي ڪابہ عورت سورهن سالن کان وڏي نہ ٿيندي آهي. سورهن سالن جي هونديئي پوڙهي ڪک ٿي ويندي آهي، ۽ پوءِ جڏهن دنيا مان ڪوچ ڪندي آهي، تڏهن بہ سورهن سالن جي هوندي آهي.“

کلي پيئي. پڇيائين، ”پنهنجي نانيءَ جو ذڪر تہ نہ پيو ڪرين؟“

سندس ڪارين ڪجلين اکين ۾ ڏسندي وراڻيم، ”تنهنجيءَ نانيءَ جو ذڪر پيو ڪريان.“

هوءَ ڪجھ دير تائين ڪلندي رهي. هوٽل ۾ ويٺل ڪجھ ماڻهن منهن ورائي اسان ڏانهن ڏٺو.

صنم کي چيم، ”جيڪڏهن ائين ئي ڪلندي رهينءَ، تہ پوءِ تنهنجي ايڪونجاهين، ٻاونجاهين ۽ ٽيونجاهين عاشق پيدا ٿيڻ ۾ دير نہ لڳندي.“

کانئس ٺهڪ نڪري ويو.

چيم، ”مان تنهنجي روئڻ جو بندوبست ڪريان ٿو.“

مون، پريان بيٺل بيري کي بل آڻڻ لاءِ اشارو ڪيو.

بيرو بل کڻي آيو.

بل صنم کي ڏيندي چيم، ”ڏھ رپيا ڏينس. اٺ رپيا اسي پئسا چانھ ۽ چڪن سينڊوچز جا، ۽ هڪ رپيو ويھ پئسا بيري صاحب جي ٽِپ.“

صنم گهورَ وجهي مون ڏانهن نهاريو. ڏهين رپئي جو نوٽ پرس مان ڪڍي بل تي رکيائين. بيرو جڏهن بل ۽ ڏهين رپئي جو نوٽ کڻي هليو ويو، تڏهن صنم چيو، ”وڏو ڪو بيحياءُ آهين. تنهنجي نوڪري جي پهرين سالگرھ جي ڏينهن بل مون کان ڀرايو اٿئي!“ .

اٿندي چيم، ”توکي ياد رکڻ گهرجي، تہ تون ايڪونجاهين ڇوڪرين آهين، جنهن سان مان پنهنجي زندگيءَ جو ايڪونجاهون عشق ڪري رهيو آهيان.“

ساڙهي سنيالي اٿي بيٺي. ٽيبل تان پرس کڻندي چيائين، ”تون پلسترن جو بہ بابو آهين.“

هوٽل مان ٻاهر نڪرندي چيم، ”توکي معلوم هئڻ گهرجي، صنم بيبي، تہ منهنجي کيسي ۾ ڪل پنج رپيا باقي آهن، ۽ بدبخت مهيني ختم ٿيڻ ۾ اڃا پورا ڏهہ ڏينهن پيا آهن.“

هوءَ هوٽل جي ٻاهرين در وٽ بيهي رهي. منهن تان مرڪ غائب ٿي ويس. هوءَ ٽِڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسڻ لڳي.

”گهٻراءِ نہ.“ چيم، ”مان توکان قرض نہ گهرندس.“

نہ مون مان اک ڪڍيائين، ۽ نہ ئي هلڻ لاءِ وک وڌايائين. منهنجي سامهون هوندي بہ هوءَ مون کي ڀاڻ کان پري پري محسوس ٿيڻ لڳي.

ڪيس سڏ ڪيم، ”صنم.“

چپن تي مرڪ موٽي تہ آيس، پر اُداس اُداس! اکين جي جوت جاڳي تہ پيس، پر اُجهايل اُجهايل! پڇيائين، ”مهيني جا ڏهہ ڏينهن پنجن رپين مان ڪيئن ڪڍندين؟“

”صنم.“ چيم، ”تون ڪڏهن ڪيڏانهن هلي ويندي آهين؟ منهنجي سامهون هوندي بہ مون کان پري پري ٿي ويندي آهين. تون ائين ڇو ڪندي آهين؟“

صنم چيو، ”اهو منهنجي سوال جو جواب تہ ناهي.“

دل تي بوجهہ محسوس ڪيم، تہ چيم، ”تون وڏي استاد آهين. سوالن ٽارڻ جي ماهر آهين.“

هوءَ کلي پيئي. چيائين، ”توکي ياد رکڻ گهرجي، تہ تون منهنجو پنجاهون عاشق آهين.“

ڪجهہ ڪجهہ کهري لهجي ۾ چيم، ”توکي بہ ياد رکڻ گهرجي، تہ تون ايڪونجاهين ڇوڪري آهين، جنهن سان مان پنهنجي زندگيءَ جو ايڪونجاهون عشق ڪري رهيو آهيان.“

هوءَ اوپرو ٽهڪ ڏيئي کلي پيئي. پوءِ پل ۾ گنڀير ٿي ويئي. ريڪس سينيما ڏانهن ڦرندي پڇيائين، ”پنجن رپين مان ڏهہ ڏينهن ڪيئن ڪڍندين؟“

”سپاٽي امان کي پنجين رپئي جي دوا وٺي ڏيندس.“ چيم، ”۽، ان کانپوءِ مسلمان پريس ۾ رات جو ڪمپازيٽري ڪندس.“

اکين تي چپر جُهڪي آيس. ڪجهہ نہ چيائين ماٺ ميٺ ۾ ڪنڌ جهڪائي هلندي رهي.

مون الاءِ ڇو، ۽ الاءِ ڪيئن صنم جي دل ۾ پنهنجي لاءِ درد محسوس ڪيو. پر، مون نہ ٿي چاهيو، تہ هوءَ مون لاءِ دل ۾ درد محسوس ڪري. مون چاهيو ٿي، تہ هوءَ ڪلندي رهي، سدائين مرڪندي رهي. تڏهن چيم، ”مان ڪيترائي ڪم ڪري چاٺان صنم، جهڙوڪ: موٽرن جا گهپ ڪڍڻ، سائيڪلن جا پنڪچر ڳنڍڻ، بيراگيري، ڪمپازيٽري، مطلب تہ ٻن ڪمن: داداگيريءَ ۽ چمچاگيريءَ ڪان سواءِ، دنيا جا ذري گهٽ سمورا ڪم ڪري ويندو آهيان. مان ماني بہ سٺي پچائي چاٺان. جيڪا بدنصيب ڇوڪري مون سان شادي ڪندي، سا هر طرح جو ڏک ڏسندي پر، مانيءَ جي معاملي ۾ خوش رهندي.“

هن تڏهن بہ نہ ڳالهايو. خاموش، ماٺ ميٺ ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري هلندي رهي. ڪيس ٻڌايم، ”اڄ رات ڪنهن ڪتاب، يا رسالي جا پنج صفحا ڪمپوز ڪري وٺندس، ۽ ڏهہ - پندرهن رپيا ڪمائي وٺندس، سياٽي جي چانهہ لڳي.“

هن جواب نہ ڏنو، ۽ نہ ئي منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو. منهنجي ويجهو هوندي بہ، هوءَ مونکي پاڻ ڪان پري پري محسوس ٿيڻ لڳي. ڪيڏانهن گم ٿي ويئي. اهڙي ڪيفيت ۾ هوءَ اها نہ رهندي هئي، بدلجي ويندي هئي. اوپري اوپري ٿي پوندي هئي.

مون اڪثر صنم جي ان ڪيفيت متعلق سوچيو هو، جنهن ۾ هوءَ مون ڪان ڇڄي ڌار ٿي ويندي هئي، پر مون کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيو هو. آفيس جي ڪجهہ ساٿين جو خيال هو، تہ هوءَ جيئن تہ آڙيڪاپ قسم جي عورت هئي، تنهن ڪري اُها ڪيفيت سندس دلربا ادائن ۾ شامل هئي، پر مون سندن هلڪڙيءَ ۽ سطحي راءِ سان ڪڏهن بہ اتفاق نہ ڪيو. هڪ دفعي هن مان ڪنهن سڙي ڪامي چيو بہ هو، ”پٽ نئون نئون ڦاٿو آهين. اجا ڦٿڪڻ واري منزل ڪان پري آهين، تڏهن تہ اسان جي ڳالهہ تي اعتبار نٿو ڪرين.“

انهن ڏينهن مان ايم. اي ڪرڻ ۽ ٽي سال بيروزگار رهڻ ڪان پوءِ پنهنجي پاڙي جي نامي گرامي چور جي سفارش سان سگما انشورنس ڪمپنيءَ

۾ ”اسسٽنٽ ٽو دي اسسٽنٽ ايڊورٽائيزنگ مئنيجر“ لڳو هوس. اهو ڇور بي. ڊي يعني بيسڪ ڊيموڪريٽ، يعني ايوب خان واري بنيادي جمهوريت جو ميمبر هو. بهرحال ويچاري مون کي نوڪري ڏياري ڇڏي. پگهار ايتري ملندي هئي، جو مهيني جا پويان ڏهه ڏينهن ڪمپازيٽري ڪرڻي پوندي هئي.

صنم، ساڳي انشورنس ڪمپنيءَ ۾ جنرل مئنيجر جي سيڪريٽري هوندي هئي. پگهار مون کان پنجوڻي کڻندي هئي. منهنجي اچڻ کان ذري گهٽ ڏهه سال اڳ ڪمپنيءَ ۾ ٽائپسٽ تي لڳي هئي، ۽ ڏهن سالن جي عرصي ۾ ترقي ڪري جنرل مئنيجر جي سيڪريٽري تي ويئي هئي.

مون ڪيس آفيس ۾ پريان پريان ڏٺو هو. هوءَ بيحد شانائتي، گنڀير ۽ سهڻي هئي. بنا ڪنهن وڏاءِ جي، هوءَ انهن عورتن مان هئي، جن جي قرب لاءِ مرد تخت ڇڏيندا آهن، رڻن جا راهي ٿيندا آهن، بنواس جو ويراڳ وٺندا آهن، ۽ آپگهات ڪندا آهن!

پوءِ هڪڙي ڏينهن، لفٽ ۾ آفيس جي ڇهين ماڙ ڏانهن ويندي، مون ڪيس ويجهڙائيءَ کان ڏٺو. لفٽ ۾ اسين ٻئي اڪيلا هئاسين. تڏهن، مون کي احمقن وارو فلمي خيال ذهن ۾ جاڳي اٿيو هو، ته لفٽ جيڪر خراب ٿي پوي، ۽ پوءِ ڪڏهن به هلي نه سگهي. صدين تائين، زمان ۽ مڪان جي بندش کان آزاد بيٺي هجي!

ڇهين ماڙ تي اول هوءَ لفٽ مان ٻاهر نڪتي هئي، ۽ پوءِ مان. هوءَ لفٽ مان نڪرڻ کان پوءِ ورانڊي ۾ بيهي رهي هئي. مان جڏهن سندس پرسان لنگهيو هوس، تڏهن هن مونکي ڪجهه ڪجهه کهري لهجي ۾ سڏ ڪندي انگريزيءَ ۾ چيو هو، ”ڳالهه ٻڌ.“

مان بيهي رهيو هوس.

هوءَ وڏي اچي، منهنجي سامهون بيٺي هئي. انگريزيءَ ۾ چيو هئائين، ”ائين برابر آهي ته پاڪستان ۾ اڃا تائين تيل نه لڌو آهي. پر ان تيل جو مٽي ۾ وجهڻ واري تيل ۽ ڦٽيءَ سان ڪوبه تعلق نه آهي.“

مون کان ذري گهٽ ڇرڪ نڪري ويو هو. هٿ وارن تائين ڪڇي ويو هو. تڏهن مون کي ياد آيو هو، ته مسلمان پريس مان رات پالي ڪري، سڌو، آفيس هليو آيو هوس.

هٿ سان نرڙ تان وار پري ڪندي ڪانئس پڇيو هومر، ”تون جنرل مئنيجر جي سيڪريٽري آهين نه؟“

نرڙ ۾ گهنڊ پئجي ويو هوس. ڪجهه کهري لهجي ۾ پڇيو هئائين، ”ڇا مطلب؟“

”تنهنجو ڏوهه ڪونهي.“ چيو هومر، ”اسان جي ملڪ ۾ ماڻهو نه، پر ڪرسيون ڳالهائينديون آهن.“

مون محسوس ڪيو هو، ته منهنجي ڳالهه تي جڻ ڪيس اچرج لڳو هو. پوءِ پنهنجي ڳالهه رکڻ خاطر چيو هئائين، ”تنهنجا ڪپڙا به هڪ بزنس فرم جي مطابق نه آهن.“

”پهرين پگهار وٺڻ شرط سڌو جهوني مارڪيٽ ويندس ۽ مئل انگريزن جا سوٽ وٺي ايندس.“ ڪيس ڪتو جواب ڏيندي چيو هومر، ”توکي خبر هئڻ گهرجي، ته مان ڪڏهن ڪڏهن رات پاليون ڪندو آهيان، ۽ جڏهن دير ٿي ويندي آهي، تڏهن اتان سڌو آفيس هليو ايندو آهيان.“

منهنجي جواب تي ڪيس ڪاوڙ نه آئي هئي. هن عجب وچان مون ڏانهن ڏٺو هو. مان ڪيس پٺي ڏئي هليو ويو هوس.

۽ پوءِ، انهن ئي ڏينهن ۾، جنرل مئنيجر جو حڪم پڌائڻ لاءِ هن مونکي پنهنجي ڪمري ۾ سڏايو هو. جنرل مئنيجر پاران لکت ۾ مونکي وارننگ ڏيندي چيو هئائين، ”جنرل مئنيجر ان ڳالهه جو سختيءَ سان نوٽيس ورتو آهي ته تون منجهند جي ماني آفيس جي چوڪيدار علاؤالدين سان ڪائيندو آهين. اهو ڪم آفيس ڊسيپلين جي خلاف آهي.“

پڇيو هومانس، ”ته ڇا، اڄ کان پوءِ مان جنرل مئنيجر سان منجهند جي ماني کائيندس؟“

”مان سمجهان ٿي، خودڪشيءَ جي حد تائين تنهنجو دماغ خراب آهي.“ هن گهور وجهي مون کان پڇيو هو، ”تون ڪير آهين؟“

”مان ته ڪجهه به نه آهيان.“ وراڻيو هومر، ”پر، ٻي مهاڀاري جنگ ۾ روميل خلاف اتحادين جو مشهور توبچي اسان جي آفيس ۾ چوڪيدار آهي. هن جو نالو علاؤالدين آهي.“

عجب وچان ڪجهه چئي نه سگهي هئي. ڳالهائڻ جي اجائي ڪوشش ڪئي هئائين، ته فقط ايترو چيو هئائين، ”ته ڇا هو، هو...“

”علاؤالدين منهنجي لاءِ جنرل مئنيجر کان وڌيڪ اهم آهي. هو عظيم آهي. هن جي پيءُ جوڙيان والا باغ ۾ انگريز جنرل جي حڪم جي خلاف ورزي ڪندي، هندستانين جي جلسي تي گولي هلائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو، جنهن لاءِ ڪيس ڪورٽ مارشل ٿيٽو پيو هو.“ چيو هوم، ”اها ٻي ڳالهه آهي ته نوڪريءَ ۾ رکڻ ۽ ڪڍڻ جو حق جنرل مئنيجر کي آهي، علاؤالدين کي نه آهي.“

تڏهن هن جي چپن تي لازوال مرڪ تري آئي هئي. منهنجي سامهون اچي ويٺي هئي. منهنجي ڪلهي تي هٿ رکندي انگريزيءَ ۾ چيو هئائين، ”زندگيءَ جو ٻيو نالو زهر آهي.“

”مونکي خبر آهي.“ چيو هوم، ”۽ اِهو زهر مان پيئندو رهيو آهيان.“

چيو هائين، ”ته پوءِ جنرل مئنيجر جي وارننگ کي زهر سمجهي پي ڇڏ.“

سندس لهجي ۾ بي پناهه سچائي محسوس ڪئي هيم. سڄو سندس اکين ۾ ڏٺو هوم. پنهنجي لاءِ ڪابه ڪس نه ڏٺي هئم. سندس اکين ۾ پنهنجي لاءِ پنهنجائپ محسوس ڪئي هئم. مون ڏانهن غور سان ڏسندي پڇيو هئائين، ”منجهند جي ماني مون سان ڪائيندين؟“

هن ٽوڪ نه هئين هئي؛ مونکي پڪ هئي. تڏهن وراڻيو هوم، ”طبقاتي وڇوٽي جيڪا علاؤالدين ۽ منهنجي وچ ۾ آهي، سا وڇوٽي تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ به آهي.“

”مان انهن وڇوٽين کي لتاڙي چڪي آهيان.“ هن چيو هو، ”مون پنهنجي زندگيءَ جا سڄا سارا ڏهه سال هن ڪمپنيءَ کي ڏيئي ڇڏيا آهن. هنن مونکي ڪجهه نه ڏنو آهي. اڄ منجهند جي ماني پاڻ گڏجي کائينداسين.“

۽ پوءِ اسان ٻنهي هانگ ڪانگ چائينز هوٽل ۾ گڏجي ماني کاڌي هئي، جيڪا مونکي کائڻ نه آئي هئي، ۽ مون سنڌي اصطلاح موجب خوب ٻوڙ هاريو هو.

اها اسان جي هڪ ٻئي ڏانهن ڇڪجي اچڻ جي ابتدا هئي، انتها جي تڏهن مونکي خبر نه هئي. مون انتها جي باري ۾ تڏهن سوچڻ به نٿي چاهيو. مان هونءَ به، ننڍپڻ کان طبيعت جي رجحان مطابق پڇاڙين جي انجام کان

توائي رهيو آهيان! مون زندگيءَ ۾ هميشه وڃايو آهي. مون زندگيءَ ۾ ايترو وڃايو آهي، جو هينئر ڪجهه به حاصل ڪري وڃائي ويهڻ جي وهم ۾ گرفتار نه ٿيندو آهيان. مون انهن ٻنڌڻن کان پاڻ کي آجو ڪري ڇڏيو آهي.

سگما انشورنس ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪندي هڪ سال گذري ويو. اُهو، منهنجي زندگيءَ جو ڀرپور سال هو. ننڍڙين ننڍڙين خوشين، ننڍڙن ننڍڙن غمن، ڇيندڙ ڇيندڙ تجسس سان سينگاريل سال! اهو سال وري موٽي نه ايندو، مونکي.خبر آهي. ديواني جي خواب جي جيڪڏهن ڪا تعبير نڪري سگهي ها، ته مان جيڪر پنهنجي سموري حياتيءَ جي پونجي ان هڪ سال جي عيوض قربان ڪري ڇڏيان ها، ۽ اهي ننڍڙيون ننڍڙيون خوشيون، ننڍڙا ننڍڙا غم ۽ ڇيندڙ ڇيندڙ تجسس موٽائي وٺان ها!

نوڪريءَ جو سالگرهه ملهائڻ لاءِ صنم ضد پڪڙي ويٺي هئي. چيوهئائين، ”اڄ نه توکي ڪٽينديس.“ اسين الفا ۾ اچي ويٺا هئاسين. مان هميشه وانگر فقير هوس. چانهه جي ست جهلڻ لاءِ مون وٽ پنج رپيا موجود هئا. پر پوءِ جڏهن صنم بيري کي چڪن سينڊوچز آڻڻ لاءِ چيو، تڏهن مون صنم کي چيو هو، ”ڪڏهن ڪڏهن سينڊوچز هضم نه ٿيندا آهن.“

پڇيو هئائين، ”ڇو؟“

وراڻيو هوم، ”ڪجهه دير کان پوءِ خبر پئجي ويندءِ.“

چانهه ۽ سينڊوچز جو بل صنم ڀريو. اسين الفا مان نڪري، ريڪس سينيما ڏانهن هليا وياسين، ۽ اتان اينگل روڊ ڏانهن ڦري وياسين.

هوءَ ڪنڌ جهڪائي ڪنهن سوچ ۾ گم ٿي ويئي هئي. مون کي ويجهو هوندي به، مون کان پري پري ٿي ويئي هئي.

”صنم.“ ڪيس سڏ ڪيم.

هن ڪنڌ کڻي مون ڏانهن ڏٺو.

پڇيومانس، ”ڇا پيئي سوچين؟“

هن منهنجي سوال جو جواب نه ڏنو. پڇيائين، ”تنهنجي ماءُ ڪڏهن کان بيمار آهي؟“

”ٽن – چئن سالن کان.“

”ڇا اٿس؟“

”ڪينسر.“

”ڪينسر!“

”ها. منهنجي ماءُ کي ڪينسر آهي.“ چيم، ”پر ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته منهنجي ماءُ جو هاضمو خراب آهي. تنهنڪري هو ڪيس ڪارمينٽو مڪسچر ڏيندا آهن.“

صنم هلندي هلندي بيهي رهي. منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺائين، پڇيومانس، ”ڇا پئي ڏسين؟“

جواب نه ڏنائين – ورائي پڇيائين، ”ڪڏهن به شخص ذري گهٽ هوبهو هڪجهڙا به ٿي سگهيا آهن؟“

”ها.“ وراڻيم، ”ٻارهين صديءَ جو هلاڪو ۽ ويهين صديءَ جو هٽلر ذري گهٽ هوبهو هڪجهڙا هئا.“

منهنجي هوائي جواب جو ڪو اثر نه ورتائين. فقط ايترو محسوس ڪيم ته، ڪجهه ڪجهه وڌيڪ گنڀير، ڪجهه ڪجهه وڌيڪ اُداس ٿي پيئي.

ڪجهه گهڙيون خاموشيءَ جو سمنڊ جهاڳيندي گذري ويون. واءِ. ايم. سي. اي، جي ٻاهران لنگهندي، صنم پڇيو، ”منهنجي باري ۾ ڇا سوچيندو آهين؟“

عجيب لڳم. پڇيومانس، ”ڇو ٿي پڇين؟“

”ٻڌائڻ مناسب نه ٿو سمجهين؟“

”نه نه، اها ڳالهه ناهي.“

”ته پوءِ!“

”سچ سچ ٻڌايانءِ.“

”ها.“

”مون سان ڳالهائڻ ڇڏي ته نه ڏيندينءِ.“

”توسان ڳالهائڻ ڇڏي ڏينديس، چريا!“

”توتي ڪهڙو اعتبار.“ چيم، ”منهنجي ويجهو هوندي، مون کان پري پري ٿي ويندي آهين!“

کلي پيئي. چيائين، ”اُستادي نه ڪر، ٻڌاءِ.“

”توکان اڳ منهنجن خوابن کي ڪابه تعبير نه هوندي هئي. توکان اڳ تمنائن کي تڪميل جي آرزو نه هوندي هئي.“

صنم ڪي ڏسڻ کان سواءِ ڳالهائيندو رهيس. چيم، ”پر، تنهنجي ملڻ کان پوءِ مون کي ٻئي ڪنهن به تمنا جي تڪميل جي آرزو نه رهي آهي. توسان ملڻ کان پوءِ، منهنجي سوچ جي ابابيل جهڙي ڦٽڪندڙ اُڏام ختم ٿي آهي.“

ٿڏو ساهه کنيائين، پڇيائين، ”مونکي چاهين ٿو؟“

وراڻيم، ”توکي نه چاهڻ منهنجي وس ۾ نه آهي.“

وري ڪيتري دير تائين خاموشيءَ جو سمنڊ جهاڳيندا رهياسين. ماٺ جي مهراڻ ۾ لڙهندا رهياسين. پوءِ، پريان جڏهن آرٽس ڪائونسل جي حدن اندر هيڪلا بيٺل ناريل جا وڻ نظر آيا، تڏهن صنم مون کان عجيب سوال پڇيو، ”اڄ تائين ڪيترين عورتن سان محبت ڪري چڪو آهين؟“

وراڻيم، ”مان ڪيترائي دفعا پنهنجين شڪستن جو توسان اعتراف ڪري چڪو آهيان.“

پڇيائين، ”ڪا اهڙي عورت به زندگيءَ ۾ آئي اٿئي، جنهن کي وساري نه سگهيو هجين؟“

”ها.“ صنم کي ڏسندي چيم، ”هن کي وسارڻ منهنجي وس ۾ نه آهي.“

پڇيائين، ”ڇو؟“

وراڻيم، ”ڇو جو هوءَ منهنجي آوراهه زندگيءَ جي آخري محبت آهي.“

ڪجهه دير خاموش رهڻ کان پوءِ پڇيائين، ”هوءَ به توسان محبت ڪندي آهي؟“

چيم، ”پڪ ڪونهي. فقط خوشفهمي آهي.“

ايرو ڪلب جي ڦاٽڪ ٻاهران بيهي رهي.

پڇيائين، ”هوءَ ڪٿي آهي؟“

”صنم.“ چيم، ”نه تون ئي ايتري ابهم آهين، جو منهنجي چري چاهت کي سمجهي نه سگهين – ۽ نه مان ئي ايترو ڇسو آهيان، جو پنهنجي محبت جو اظهار ڪري نه سگهان! اسين ٻئي مڪريل آهيون.“

هوءَ اوچتو مونکي پاڻ کان پري پري محسوس ٿيڻ لڳي. ڇڻ خلائن ۾ ڳالهائيندي چيائين، ”انسان زندگيءَ ۾ هميشه هڪ کان وڌيڪ محبتن جو ارتڪاب ڪندو آهي. ڇو؟“

”ڇو جو محبت ڪرڻ وارا آدرشي هوندا آهن.“ چيم، ”۽ آدرش جي جستجو ۾ انسان هڪ محبت کان پوءِ ٻيءَ محبت جو ڳوهه ڪندو آهي. انهن ڳوهن جو سلسلو تيستائين جاري رهندو آهي، جيستائين آدرش آڏو نه ايندو آهي.“

پڇيائين، ”تنهنجين محبتن جو سلسلو ڪڏهن ختم ٿيندو.“

وراڻيم، ”سال کن ٿيندو، جو اُهو سلسلو ختم ٿي ويو.“

ڪجهه قدم هلڻ کان پوءِ پڇيائين، ”مون کان پوءِ، تون ٻيءَ ڪنهن به عورت سان محبت نه ڪندين.“

”مان ٻيءَ ڪنهن به عورت سان محبت ڪري نه سگهندس.“

”ڇو؟“

”ڇو جو توکي ڏسڻ ۽ چاهڻ کان پوءِ مون کي ٻيءَ ڪنهن چاهت جي تمنا باقي نه رهي آهي.“

مون ڏانهن ڏسندي چيائين، ”ته ڇڻبو، تنهنجين محبتن جي ارتڪاب جو سلسلو ختم ٿيو!“

”ها.“ چيم، ”منهنجين محبتن جي ڳوهه جو سلسلو ختم ٿيو.“

”تون پليل آهين.“ صنم چيو، ”محبتن جي ڳوهه جو سلسلو ڪڏهن به ختم نه ٿيندو آهي.“

”مان توسان اجايو بحث نه ڪندس.“ چيم، ”آدرش جي ملڻ کان پوءِ محبتن جو سلسلو ختم ٿي ويندو آهي.“

”نه، ائين ناهي.“ صنم چيو، ”انسان فقط آدرش جي جستجو ۾ محبتن جي ڳوهه جو سلسلو جاري نه رکندو آهي.“

پڇيومانس، ”ته پيو ڇا جي لاءِ جاري رکندو آهي؟“

”آدرش کي حاصل ڪري، وري وڃائي ويهڻ کان پوءِ، انسان زندگيءَ جي سفر ۾ هر وراڪي تي ان محروميءَ جي پورائي لاءِ ڪانه ڪا ننڍڙي محبت ڪري وٺندو آهي.“ صنم چيو، ”پر، ننڍڙين ننڍڙين چاهتن جي باوجود، حقيقت ۾ محبت ان سان ئي رهندي آهي، جنهن کي حاصل ڪري، وڃائي ويهبو آهي.“

سموري ڪائنات لحظي لاءِ لڏي ويئي. سندس ان جملي جومفهوم

مونکي سمجهہ ۾ اچڻ لڳو، تہ بہ شخص ڪڏهن ذري گهٽ هوبهو هڪجهڙا بہ ٿي سگهيا آهن!

تڏهن، صنم مونکي ڪڪرن وانگر آسمان تي اُڏامندي محسوس ٿي. مونکي ساهہ وانگر ويجهو هوندي بہ، هوءَ مون کان پري پري ٿيندي وئي.

”تون سچ ٿي چوين شايد، صنم.“ ڏانهس پٺي ڪري بيهي رهيم. چيم، ”مان بہ آئيندي نندڙين چاهتن جو ڏوهہ ڪندو رهندس، پر اصل ۾ محبت ان سان ئي رهندي، جنهن کي چاهي، گهڙي کن اڳ مان وڃائي ويٺو آهيان.“

اذيتناڪ ساعتن ۾ صنم جي ڳالهائڻ جو انتظار ڪيم. هن نہ ڳالهايو. وقت جبل وانگر اٽل هجي ها، تہ مان جيڪر فرهاد وانگر تيڪم هٽي ٽوڙي ڇڏيانس ها! پر، وقت وهڪرو آهي، وهندو رهيو. مون منهن ورائي پوئتي ڏٺو.

صنم اينگل روڊ جي وٽن هيٺان ڪنڌ جهڪائي هيڪلي هيڪلي وڃي رهي هئي. ✦

# محرم جانوريءَ جو فرار ٿيل ساٿي

پوليس وارن جي مٿن تي لوهي ٽوپلا ڏسي مون کي پنهنجو اُگهاڙو مٿو ياد آيو. شاگردن جي هٿن ۾ پٿر، ٺڪر ۽ ڪاليج ڪينٽين جي ڪراڪري ڏسي مون کي پنهنجا خالي هٿ ياد آيا.

گذريل هڪ رات ۾، شاگردن پولو گرائونڊ جا سمورا پٿر، پتر، ٺڪر، بناسپتي گيهه جا خالي دٻا وغيره ڪٺي آڻي ڪاليج جي اسٽور روم ۾ گڏ ڪيا هئا.

ماحول سخت آهي – رومانٽڪ هو.

لاڪاليج جي سامهون پوليس جون لاريون بيٺيون هيون ۽ لارين ۾ حڪم جا منتظر سپاهي ويٺا هئا. ڇوڪرن جي ڪوپريءَ مان ميڇالو ڪڍڻ لاءِ ڪين هٿن ۾ لوهه ويڙهيل لٺيون، لوڙهون، رائيفلون ۽ ٽيئر گيس اڇلائڻ جا اوزار هئا. لارين جي پاسي ۾ هڪ جيپ ۽ ٻه نيري رنگ جون پڪ اپ گاڏيون بيٺيون هيون، جن ۾ وائرليس جا ايريل لڳل هئا. جيپ جي پرسان ٻه ٿلها صوبيدار ۽ چار جمعدار بيٺل هئا. منجهائن هڪ جمعدار پخال جهڙو هو. سندن نگاهون ڪاليج جي درين تي ڪتل هيون.

ڪاليج جي سيني ڪلاس رومن ڪان وٺي، لائبريري ۽ ليٽرين تائين هرهڪ دريءَ ۾ شاگرد بيٺا هئا. سندن هٿن ۾ ڪوپ ساسر، پليٽون، برنيون، پٿر، ٺڪر، ڪرڪيٽ بيٽون، هاڪيون ۽ استر هئا. پرنسپال، پروفيسر ۽ ليڪچرار جان بچائي ڀڄي ويا هئا. ڪاليج بلڊنگ تي ڪارو جهنڊو لهرائي رهيو هو.

ان وقت مان ڪاليج لائبريريءَ ۾ ويٺو هوس ۽ هڪ گيت لکڻ جي ڪوشش، ۽ لائبريريءَ مان ڪجهه ڪتاب چورائڻ جي ترڪيب سوچي رهيو هوس. سڄي لائبريري ڇوڪرن سان ڀريل هئي. ڪجهه ڇوڪرا جدا جدا ٽولين ۾ ويٺا هئا ۽ رمي ۽ فلاش راند ڪري رهيا هئا. باقي ڇوڪرا درين وٽ بيٺا هئا. ڪاليج ڪينٽين جو ڪراڙو ڪانٽريڪٽر ڏڏندو لڏندو لائبريريءَ ۾

آيو، ۽ هن منهنجي پر ۾ بيٺل هڪ شاگرد کي ڀاڙائيندي چيو، ”تنهنجي هٿ ۾ منهنجي قيمتي ٽي سيٽ جي ڪيٽلي آهي.“

”گيٽ آئوٽ.“ شاگرد ڪيس لياقت علي خان مرحوم جهڙي مُڪ ڏيکاريندي رڙ ڪئي، ”غريب ۽ مفلس شاگردن جي حقن لاءِ اسان جان جي بازي لڳائي آهي ۽ توکي پنهنجي ڪيٽليءَ جو فڪر آهي.“

ڪراڙو ڪانٽريڪٽر شاگردن جي هٿن ۾ ڪراڪري ڏسندو ڪنڌ جهڪائي هليو ويو.

سنهڙو، ڏگهو، چِبي چيلهہ، اُداس شڪل ۽ پريشان وارن وارو اسٽوڊنٽ ليڊر جوهر عرف جوڪر مون وٽ آيو. پنهنجي سڪل، ڪنگ جي ٽنگ جهڙي ٻانهن اڳتي ڪري، مون کي ڪلهي تي ٺونگو هنيائين. ڏانهس نهاريم. هن هڪ ڪوپ مون ڏانهن وڌايو.

ڪوپ وٺڻ کان انڪار ڪيم تہ هن خار منجهان پڇيو، ”ڇو؟“

چيم، ”مان ڪوي آهيان ۽ آزاد رهڻ چاهيان ٿو.“

”آزاد لفظ جو ڪوبہ مفهوم ڪونهي.“ هن جلي خامي چيو، ”هرڪو انسان ڪنهن نہ ڪنهن نموني قيد آهي. ڪو معاشي بدحاليءَ ۾، ڪو بربادي ۾، ڪو سياست جي چنبي ۾، ڪو محبت ۾، ڪو...“

مون هڪدم ھڪ هٿ اسٽوڊنٽ ليڊر جي ڪياڙيءَ تي ۽ ٻيو سندس وات تي رکي ڇڏيو. چيم، ”مان شاعر آهيان، منهنجي مغز جو خانو خراب نہ ڪر.“

اسٽوڊنٽ ليڊر منهنجو هٿ پنهنجي وات تان هٽائيندي چيو، ”تون سرمائيدار ذهنيت وارو بدڪردار شاگرد آهين.“

چيم، ”مان شاعر آهيان، وقت جو آواز آهيان.“

”توکي پنهنجن غريب، مفلس، شاگرد ڀائرن لاءِ ڪابہ همدردي ڪانهي!“ هن خار کائيندي پڇيو، ”توکي غريبن سان ڪابہ همدردي ناهي!“

”آهي، ٿوري ٿوري آهي.“ ان وقت مون کي نجم ياد آئي، جنهن وٽ فقط ٻہ جوڙا ڪپڙن جا هئا. ڪيس ٽي ننڍا ڀائر ۽ هڪ ڪراڙي بيمار ماءُ هئي ۽ کيس پالڻ لاءِ هوءَ ڪاليج ۾ پڙهڻ سان گڏ ريڊيو تان ڳائيندي ۽ ڊرامن ۾ ڪم ڪندي هئي. شاگرد ڪيس ڇالو چوندا هئا.

استوڊنٽ ليڊر چيو، هيءَ اسٽرائيڪ اسان غريب شاگردن جي في معاف ڪرائڻ لاءِ ڪئي آهي، تون ان ۾ ڀرو نہ وٺندين؟"

"مان غريب شاگردن لاءِ هڪ گيت لکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان."

"تون غدار آهين ۽ ڪنهن ڪارخانيدار جو ڇاڙتو آهين."

"۽ تون امام مهديءَ جي چمڻ کان ٿورو اڳ هڪ دفعو وزير ٿيندين يا مشڪرو."

استوڊنٽ ليڊر کي منهنجو جواب پسند نہ آيو. سندس منهن سيتاقل جهڙو ٿي پيو. هن ڪاوڙ مان چيو، "بزدل ڪوي، تون غدار آهين."

ان کان اڳ جو مان ڪيس جواب ڏيان، هو شاگردن جي گوڙ ۾ گم ٿي ويو.

استوڊنٽ ليڊر مون کي بزدل ڪيئن چئي ويو؟ دل ۾ سوچيم، اڄ سيني کي پنهنجي بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريندس. جوهر عرف جوڪر جو خانو خراب ڪندس. مون پر ۾ بيٺل هڪ شاگرد کان ڪوپ ڪسي ورتو. هن کان ڇرڪ نڪري ويو.

"ڪوي نہ."

"ڇو؟"

مون اولاريل هٿ ۾ ڪوپ قابو ڪندي، هن ڏانهن ڏٺو. هو مجيد هو، اسان کيس 'ماسي مان مجيد آهيان' سڏيندا هئاسين.

"ترس." هن چيو.

مون چيو، "مان هي ڪوپ سامهون بيٺل ديوآنند ايڪٽر جهڙي صوبيدار کي هڻندس."

پاسي ۾ بيٺل شاگردن مان ڪنهن چيو، "مان بہ ڀريون ڏڪ ان سوئر کي هڻندس."

"لڙائي شروع ٿيڻ ڏي." هڪ بندري شاگرد چيو، "مان هي اسٽم اهڙو تہ ڇتائي ڦٽو ڪندس جو صوبيدار جي پيٽ مان پار ٿي ويندو."

اتي بيٺل سمورن شاگردن يڪراءِ فيصلو ڪيو تہ لڙائي شروع ٿيڻ شرط هو سيئي سامهون بيٺل ديوآنند جهڙي صوبيدار تي پٿرن، ڪوپ ساسرن، اسٽمن ۽ نڪرين جو وسڪارو لائي ڏيندا.

مجيد خاموش رهيو.

مون ڪانئس پڇيو، ”چو مجيد، تون هن صوبيدار تي وار نہ ڪندين؟“

”هو منهنجو پاءُ آهي.“ مجيد بيحد اُداس ٿي ويو. دريءَ وٽان هٽي ويو.

مون ڪوپ هڪ ٻئي شاگرد کي ڏيئي ڇڏيو ۽ مجيد ڏانهن هليو ويس.

مجيد چيو، ”اڄ صبح جو اسان ٻنهي گڏ نيرن ڪئي هئي. پوءِ هو ڊيوٽيءَ لاءِ ٿاڻي تي هليو ويو ۽ مان ڪاليج هليو آيس.“ مجيد ڪنڊ ۾ پيل آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.

مان ان ٻگهہ پکيءَ جهڙي اسٽوڊنٽ ليڊر جي تلاش ۾ نڪتس، جنهن مونکي بزدل چيو هو. ڪيس ٽوٽا ڇپائيندس، سوچيم. سندس نالو جوهر هو ۽ اسان ڪيس جوڪر سڏيندا هئاسين. پوليس جو نڪ ۾ دم ڪيو هئائين. حڪومت ڪانئس سخت بيزار هئي. هو اسٽرائيڪن ڪرائڻ ۾ ماهر هو. (هينئر وٽس هڪ پيٽرول پمپ آهي ۽ غلام محمد بيراج ايراضيءَ ۾ ڪيس سؤ ايڪڙ ڪن زمين بہ ملي آهي. اڄڪلهہ پوليس جو دوست آهي ۽ شاگردن جي رازن کان پوليس کي واقف ڪندو آهي.)

مون ڪيس ڪامن روم ۾ تلاش ڪيو. هو اتي موجود نہ هو. ڪامن روم ۾ ڪجهہ شاگرد شطرنج راند ڪري رهيا هئا. هڪ هڪ پاسي اٺ اٺ شاگرد هئا. چال ڪان اڳ خوب زور زور سان رڙيون ڪري مهر هلايائون پي. ٻہ شاگرد ٽيبل ٽينس ڪري رهيا هئا. باقي شاگرد درين وٽ بيٺا هئا. ڪين هٿن ۾ پٿر، نڪريون ۽ ڪراڪري هئي. هڪ دريءَ سان شاگردن وڏي لٺ ٻڌي ڇڏي هئي، جنهن مان هڪ بيلچو، ڏوئيون، چمچا ۽ ڪفگير لڙڪي رهيا هئا. هڪ ڇوڪرو آئيني سان پوليس کي اولڙا هڻي رهيو هو.

مان اتان نڪري، ڪاليج ڪينٽين ۾ آيس. ڪينٽين جو ڪراڙو ڪانٽريڪٽر ٻئي هٿ مٿي تي رکي، هڪ ڪنڊ ۾ ويٺو هو. روئڻ ڪري اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون هئس. بورچي بئنچ تي ليٽيو پيو هو. ٻہ پٺاڻ بيرا فرش تي ويٺا هئا ۽ نسوار جي دٻلين ۾ پنهنجي شڪل ڏسي رهيا هئا.

ڪاليج جا ڪجهہ سينئر شاگرد، جن جي عمر ڪن پروفيسرن کان بہ وڏي هئي، ڪينٽن ۾ آيا. ڪائونٽر تان بسڪوٽن ۽ ڪٽمنڙن جون برنيون کڻي هليا ويا. پيهر موٽي آيا. ڪوڪا ڪولا ۽ سيون اپ جا ڪريٽ کڻي ويا.

ڪراڙي ڪانٽريڪٽر ٻئي هٿ اکين تي رکي ڇڏيا. سندس ساهه تيز ٿي ويو ۽ نڪ جون ناسون ڦنڊنديون ويس.

ڪينٽين جي ٻاهران ڪاليج جا ”تف مين“ عرف داداگير بيٺا هئا. پاڻ ۾ ڪاليج لائيف جي مزن تي مزيدار ڳالهيون ڪري خوش ٿي رهيا هئا. مان جڏهن ڪينٽين مان ٻاهر نڪتس ته هڪ داداگير ٻئي کي چيو، ”هي ٿئي غدار ڪوي.“

مون ترسي ڏانهن نهاريو. چيو، ”مان توهان تي به هڪ گيت لکندس.“

هو مون ڏانهن وڌي آيا. مان کين نظر انداز ڪري وراندي ڏانهن وڌي ويس. وراندي ۾ ڪجهه ڇوڪريون بيٺيون هيون. مونکي ڏسي پاڻ ۾ سس پس ڪيائون. ايترو سو ٻڌي سگهيس، ته، ”هيءُ ئي آهي غدار ڪوي.“

وراندي مان نڪري جڏهن ايل. ايل. بي فائينل جي ’بي‘ ڪلاس وٽان لنگهيس ته ڪجهه ڇوڪرن مونکي ڏسي چيو، ”شيم، شيم.“

مون اوچتو حيرت مان ڪنڌ ڪٽي ماحول جو جائزو ورتو. شاگردن جون درين ڏانهن پٺيون هيون ۽ مون کي گهوري رهيا هئا. جتان جتان لنگهيس پي، قهر آلود نظرون ۽ ’شيم، شيم‘ جا لفظ مونکي چيڀندا رهيا. دل ۾ ارادو ڪيم ته هنن سيني تي هڪ گيت لکندس ۽ جوهر عرف جوڪر کي خوب لوئيندس. دئوس! مونکي بزدل ٿو سمجهي.

سڄي ڪاليج جي نفرت ۽ حقارت کي ڪٽ ۾ نه آڻي، مان اسٽوڊنٽ ليڊر جوهر عرف جوڪر کي تلاش ڪندو رهيس. وراندي، ڪاريڊار ۽ اسٽور روم ۾ به کيس ڳوليم، پر هو نه لڌو.

ريڊنگ روم ۾، ڇوڪرن جي زبردست رش هئي، تاڙيءَ جو ٺڪو ۽ ٺهڪڙن جا آواز ۽ رسالا فرش تي پيا هئا. ٽيبلون ڪمري جي پٺين سان اُڀيون هيون ۽ ڪجهه شاگرد اپين ٽيبلن کي مڪن سان وڄائي رهيا هئا. باقي شاگرد تاڙيون وڄائي رهيا هئا ۽ سندن وچ ۾ ڪاليج جا ٻه ايلوس پرسلي قسم جا ڇوڪرا تاڙين جي ٺڪي تي ڇيلهه لوڏي ۽ سٽر ٽڙڪائي ٽئسٽ ڪري رهيا هئا. ”گهماءِ.“ مون رڙ ڪئي.

ٽئسٽ ڪندڙ ڇوڪرن جي نظر جڏهن مون تي پئي، تڏهن هڪدم هنن ناچ بند ڪري ڇڏيو. تاڙيون خاموش ۽ ٽيبلون وڄڻ بند ٿي ويون. هر طرف ماٺ ٿي وئي. سڀ مونکي گهوري رهيا هئا، ڄڻ اڳ ڪڏهن نه ڏٺو

هئائون، يا، ڇڻ منهنجي مٿي تي سڱ نڪري آيا هئا. مون اجايو ڪلڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجي ڪلڻ تي دل ئي دل ۾ ڪلي وينس. اوچتو هڪ مالٽو منهنجي مٿي ۾ لڳو.

ٺهڪن اٿل ڪاڏي ۽ آواز آيو، ”گيٽ آئوٽ، غدار.“

ڊوڙ پائي هڪدم ريڊنگ روم مان نڪري ويس.

گرلس ڪامن روم وٽان لنگهندي نجمه مونکي سڏ ڪيو. مان ترسيس. هوءَ مون ڏانهن هلي آئي.

چيائين، ”ڀڄي وڃ.“

”ڪيڏانهن؟“

”جيڏانهن وڻيئي.“ هن هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي چيو، ”هڪدم ڪاليج مان ڀڄي وڃ.“

”ڇو؟“

”جوهر ۽ جوهر جي ساٿين سيني کي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته تون غدار آهين. پوليس سان مليل آهين.“

”مان ان ڳالهه تي هڪ گيٽ لکندس.“

”خدا جي واسطي ڪاليج مان ڀڄي وڃ.“

”مان نه ويندس.“ مون وراڻيو ۽ نجمه کي ڇڏي ڪاليج يونين جي آفيس ۾ آيس.

يونين آفيس ۾ ڪاليج جا سيئي اسٽوڊنٽ ليڊر ويٺا هئا. بسڪوٽن ۽ ڪٽمنٽن جون خالي برنيون، ڪوڪا ڪولا ۽ سيون اپ جون خالي بوتون درين جي پرسان رکيون هيون ۽ وچ ۾ ليڊر ويٺا هئا.

در وٽ بيهي مون جوهر عرف جوڪر کي تلاش ڪيو. هو وچ ۾ هڪ ڪرسيءَ تي ويٺو هو. چپن ۾ سگريٽ هئس ۽ هو غور سان هڪ علي نالي بندري اسٽوڊنٽ ليڊر جي ڳالهه ٻڌي رهيو هو.

علي جوش ۾ هو. چئي رهيو هو، ”مون کين چيو جيستائين مونکي ڪسٽم، روينيو يا پوليس ۾ ڪلاس ٿو پوسٽ نه ڏيندا، مان اسٽرائيڪ ڪرائيندو رهندس.“

اوچتو عليءَ جي نگاهه مون تي پئي، هن اک جي اشاري سان سيني اسٽوڊنٽ ليڊرن جو ڌيان مون ڏانهن ڇڪايو.

مان اندر ويس.

ان کان اڳ جو مان ڳالهايان، جوهر چيو، ”هي اتوَ بزدل ڪوي، غدار.“

سيني مون ڏانهن ڏٺو. ڪنهن چيو، ”هي تہ پنهنجو ڪوي آهي!“

”ها، پر غدار آهي.“ جوهر چيو، ”هيءُ پوليس سان مليل آهي. هن صوبيدار تي وار ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي. غدار.“

”مان غدار نہ آهيان. گيت لکندو آهيان.“ مون سخت لهجي ۾ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، ”پر مونکي بزدل چوڻ جي ڪوشش نہ ڪر.“

اوچتو منهنجي سامهون ميز تي آواز ٿيو، ڪڙپ. هڪ ٻانهن جيڏو چاقو ميز جي ڪاٺ ۾ کپي ويو هو. منهن مٿي ڪري ڏٺم. هڪ ”تف مين“ عرف داداگير شاگرد قربان، ٻئي هٿ چيلهہ تي رکي مون ڏانهن ڏسي رهيو هو. واڇ ۾ جهليل سگريٽ جو دونهون کيس ڪاٻي اک ۾ چڀي رهيو هو، تنهن ڪري هن ڪاٻي اک اڌ بند ڪري ڇڏي هئي.

مون سخت لهجي ۾ جوهر کي چيو، ”تون مونکي بدنام ڪري رهيون آهين، ڇو؟“

جوهر تي منهنجي جوش اثر نہ ڪيو. هن آڏي پڇا شروع ڪئي، ”ڇا تون پوليس سان مليل آهين؟“

”نہ.“ مون زور سان وراڻيو.

”تہ پوءِ تنهنجا هٿ خالي ڇو هئا.“

”مان گيت لکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس.“

”تون پوليس کي پٿر هڻندين؟“

”تنهنجي وڃڻ کان پوءِ مان هڪ ديوآنند جهڙي صوبيدار کي کوپ هڻڻ تي هوس، پر پوءِ خبر پئي تہ اهو صوبيدار پنهنجي ڪاليج جي ڪرڪيٽ ڪئپٽن مجيد جو ڀاءُ آهي.“

”هون.“ جوهر سگريٽ جو دونهون ڪڍي، سيون اپ جو ڍڪ پريو. پوءِ پڇيائين، ”اڳئين پرڏيهي وزير ذوالفقار علي ڀٽي جي باري ۾ تنهنجو ڪهڙو رايو آهي.“*

”هو جڏهن وزير هو، تڏهن مان گيت لکندو هوس ۽ سڀ ڇوڪرا

* هيءَ ڪهاڻي 1967ع جي آهي. ڀٽو مرحوم استعيفيٰ ڏيئي ايوب خان جي ڪيبنٽ کان ڌار ٿي ويو هو.

نجمہ کي چالو چوندا هئا.“ مون وراڻيو، ”اڄ جڏهن هو وزير نہ رهيو آهي، تڏهن بہ مان گيت لکندو آهيان ۽ ڇوڪرا نجمہ کي چالو چوندا آهن.“

پڇياڻين، ”کهڙي صاحب جي باري ۾ ڪهڙو خيال اٿئي.“

وراڻيم، ”سنڌ پاڻو ۽ اسان سنڌي شطرنج جون مهرون آهيون. گڏهہ هجي يا گهوڙو، يا خانبهادر کهڙو، سڀ اسانجا سائين آهن. مان سندس شان ۾ هڪ گيت لکندس.“

”صدر جانسن جي باري ۾ تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟“

”هو زمان حال جو حاتم طائي آهي.“

”تون ڪيس چنگيز خان چو نٿو سمجهين!“ جوهر پڇيو.

”چنگيز خان آمريڪنس آڏو حقير آهي.“

”ڇا؟“ وينٽل ليڊرن عجب ۽ نفرت مان پڇيو.

”چنگيز خان آمريڪنس آڏو حقير فقير آهي.“

”ڪيئن؟“

”چنگيز خان پنجويهن سالن ۾ پنج لک ماڻهو ماريا هئا ۽ آمريڪنس ناگاساڪي ۽ هيروشيما ۾ پنجن سيڪنڊن ۾ پنج لک ماڻهو ماريا آهن.“

”موجوده اسٽرائيڪ جي باري ۾ ڇا ٿو چوين؟“

”ان اسٽرائيڪ تي مان هڪ گيت لکندس.“ مون وراڻيو، ”پر مونکي بزدل ڇئي منهنجي اندر لڪل بهادر انسان کي جاڳائڻ جي ڪوشش نہ ڪر، مسٽر جوهر عرف جوڪر.“ مونکي پنهنجي لهجي تي ڪل اچڻ لڳي.

جوهر سگريٽ جي ٽوٽي کي چيپاٽيندي چيو، ”جوري پنهنجو فيصلو ڏئي.“

مون جوهر کي اک هڻي ڪڍي. هن منهن ڦيري ڇڏيو.

باقي اسٽوڊنٽ ليڊر پاڻ ۾ صلاح ڪرڻ لڳا. ڪجهہ دير پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ کان پوءِ فيصلو ڏنائون.

منجهائن هڪ چيو، ”ملزم ڪوي غدار آهي، ڪيس قتل ڪيو وڃي.“

جوهر آرام سان ڪراوَن اي جي پاڪيٽ مان سگريٽ ڪڍي وات ۾ وڌي. ’تف مين‘ قربان لائيٽر باري سندس سگريٽ دکائي. هن ڪش هڻي، دونهون ڇڏيندي چيو، ”غدار ڪويءَ کي قتل ڪيو وڃي.“

ايستائين تہ مون هر ڳالهہ ۽ هر فعل کي چرچو پي سمجهيو، پر جڏهن

چار پنج ’تف مين‘ مون ڏانهن وڌڻ لڳا. تڏهن مون گيت لکڻ جو فيصلو رد ڪري، سٽ ڏيئي ميز مان چاقو ڪڍي ورتو.

سيئي اسٽوڊنٽ ليڊر اُٿي ڪڙا ٿيا ۽ ڊوڙ پائي داداگيرن جي پويان وجي لڪا. وڏنڊڙ قدم رکجي ويا. سيني جي پويان جوهر لڪل هو. هن چيو، ”ساٿيو، خبردار ٿيو. ڪو ويجهو نه وڃينس.“

مان در ڏانهن هٽڻ لڳس.

لڪل ليڊرن مان هڪ چيو، ”ڪجهه ڏينهن ٿيا جو اخبارن ۾ محرم جانوريءَ جو فوٽو شايع ٿيو هو.“

ٻئي چيو، ”۽ سندس فرار ٿيل ساٿي ۽ بدنام ڌاڙيل ارباب خاصخيليءَ جو فوٽو بہ تہ آيو هو.“

”هينئر ڪوي بلڪل ارباب خاصخيلي نظر اچي رهيو آهي.“ جوهر چيو، ”وجڻ ڏيوس، نہ تہ اسان سيني کي ماري وجهندو.“

مان پٺيرو هٽندو، پري ٿيندو، چاقو ڦيرائيندو ڪاليج يونين جي آفيس مان تير وانگر نڪري ويس. ڪاريڊار مان ڊوڙندو ڪامن روم ۾ ويس. ڪامن روم جي دريءَ مان نڪري ٽينس ڪورٽ تي آيس. چاقو بند ڪري ور ۾ هنيم.

ايتري ۾ جوهر ۽ ٻيا اسٽوڊنٽ ليڊر لٺيون، هاڪيون، بيٽون، اسٽمر، پٿر، نڪريون ۽ خالي بوتلون کڻي ڊوڙندا آيا.

مان ٽپ ڏيئي ٽينس ڪورٽ جي ڀت تي چڙهي ويس. ان وقت مختلف شيون شاگردن وٽان اڏامنديون آيون. اکيون بند ڪري ٽينس ڪورٽ جي ڀت تان مولا مدد چئي ٻاهر ٽپو ڏنم. پر مولا مدد نہ ڪئي.

پير ڌرتيءَ کي مس لڳا تہ سيٽي وڳي. گهٻرائجي هڪدم اکيون کوليم. مان برنس گارڊن ٻاهران، پوليس لارين جي بلڪل سامهون لٿل هوس. سيٽين جا زوڪات ٿيا ۽ لوهي ٽوپلن وارا سپاهي لارين مان لهڻ لڳا. سنها ٿلها صوبيدار ۽ جمعدار ڪڳيون هٽڻ لڳا. وائڙو ٿي ڪجهہ سوچڻ چاهيم، پر ڪجهہ بہ سوچي نہ سگهيم ۽ پوءِ مون پنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان تيز ڊوڙ پاتي. ڊوڙندو پوليس وارن کي آرٽلري گهٽين ۾ گوهيون ڏيندو، پاڪستان چونڪ وٽ اچي دم پٽيم.

اوچتو ڪچهري روڊ کان ڪجهہ پوليس وارا لٺيون کڻي ڊوڙندا آيا.

مون آئوٽرام روڊ ڏانهن کسڪڻ چاهيو. ڏٺم، آئوٽرام روڊ کان بہ لوهي ٽوپلن وارا سپاهي ڊوڙندا پي آيا. سندن شڪل بيحد ڀوائتي هئي. پاڻ کي چيم: پٽ ڪوي اجهو ٿو سر وڃيئي.

فرار جي راهہ تلاش ڪيم.

سامهون ماڻهن جو ميڙ لڳل هو. پانيم ٿي مداريءَ جو ڪيل هو. ڪسڪي وڃي ميڙ ۾ بيٺس ۽ ڀوءِ چرندو، هڪ هڪ تماشائيءَ کان اڳ نڪرندو وچ ۾ وڃي بيٺس. هڪ حڪيم سانڊن جو تيل وڪڻي رهيو هو.

ساهہ کي قابو ڪري، ڪڙيون ڪڻي ميڙ کان ٻهار نهاريم. ٻئي پوليس وارا ميڙ وٽ بيٺا هئا ۽ خارن مان هڪ هڪ ماڻهوءَ جي منهن ۾ نهاري رهيا هئا. ۽ ڪاوڙ ۾ سندن نڪ شرناءِ ٿي ويا هئا. ساهہ وڃي پيرن ۾ پيو. گذريل اسٽرائيڪن ۾ پوليس وارن شاگردن کي ماري ماري سندن جسماني جاگرافي بدلائي ڇڏي هئي. سوچيم، جيڪڏهن پوليس کي ور چڙهي ويس تہ ماري ماري منهنجي مغز مان گيتن جو جنازو ڪڍي ڇڏيندا. هڪدم بد روحن ۽ بڇڙين بلائن کي ٽارڻ جون جيڪي بہ دعائون ياد هيون، چپن ۾ ورجائڻ لڳس.

دل پڪي ڪري، ميڙ جي ماڻهن وانگر حڪيم جي تقرير ٻڌڻ لڳس.

ميڙ ۾ بيٺل ننڍا وڏا، پوڙها ۽ جوان وڏي چاهہ سان سانڊي ۽ سانڊي جي تيل جا ڪرشما ٻڌي رهيا هئا. حڪيم صاحب سانڊي جي تعريف ۾ چريو ٿي پيو هو. هو سانڊي کي قدرت جي عظيم ترين تخليق چئي ويو هو. هو سانڊي جي تيل جا شريفاڻا ۽ غير شريفاڻا استعمال بيان ڪرڻ لڳو. هن لفظن جي لذت ۽ جملن جي جادوگريءَ سان ميڙ کي منڊي ڇڏيو. سندس لهجو شامي ڪباب جهڙو لذيذ هو. هن هڪ هڪ لفظ زبان جي ورن وڪڙن ۾ ڦيرائي گهيرائي ٻاهر پي ڪڍيو. ماڻهن جي اک ٽيڏي، واڇ وائڙي ۽ هٿ حرڪتن ۾ هئا.

حڪيم صاحب جي تقرير جڏهن اوج تي پهتي، تڏهن هن اُنهن برگزيده هستين جا مثال ڏيڻ شروع ڪيا، جن سانڊي جي تيل مان حيرت انگيز فائدا حاصل ڪيا هئا ۽ خود سانڊي جي شخصيت کان بيحد متاثر ٿيا هئا، ان وقت اوچتو هڪ طرف کان مخصوص لهجي ۾، جنهن جو سليس سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ناممڪن آهي، آواز آيو: ”ڙي وڙی همارا تو کهانا کهراب هوگيا.“

هجوم جي ٻڌڻ جي تند تتي پئي. اها ڳالهه گهڻن کي ناگوار لڳي. سيپئي ماڻهو هڪ وچولي قد جي بيحد طاقتور شخص ڏانهن متوجهه ٿي ويا. کيس پهراڻ، وڏي شلوار ۽ مٿي تي ٽڪا لڳل ٽوپي هئي. اکيون وڏيون ۽ ميرانجهڙيون هئس، جن ۾ آنو ڪن سرمو وڌو هئائين، مڇون وچون هئس.

سيني ڪانئس پڇيو تہ ڇا ماجرا هئي، ڇا ٿيو هو.

هن وراڻيو، "وڙي هم کيا بولے، همارا تو کهانا کهراب هوگيا."

پيهر سيني ڪانئس پڇيو تہ ڇا ويڏن هئي - تڏهن بہ هن وراڻيو، "همارا تو کهانا کهراب هوگيا."

حڪيم کيس سمجهائيندي چيو، "وڏيرا سائين، تنهنجو خانو خراب ٿيڻو هو، سو ٿيو، هينئر منهنجو خانو خراب تہ نہ ڪر."

هن ٻئي هٿ اڳتي ڪندي وراڻيو، "وڙي تمارا کهانا کهراب کيسے هوئيگا، جب تل تمهارا سانڈا سلامت هے."

جڏهن هجوم جو اصرار وڌي ويو، تڏهن چيائين، "بهائي، کسي بدمعاش نے همارا کهيسا کاٽ ليا هے."

ماڻهن جڏهن ڪانئس کيسي جي باري ۾ پڇيو، تڏهن چيائين، "هم سندهي مين جيب کو کهيسا بولتا هے."

ماڻهن کي جڏهن ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي، تڏهن سموري ميڙ ۾ گوڙ پئجي ويو. هرڪو هڪ ٻئي کي منهن ۾ چتائي ڏسڻ لڳو. ڄڻ تہ بشنيءَ جي نرڙ تي ليبل لڳل هوندو آهي!

جنهن جوان جو کيسو خالي ٿيو هو، تنهن جي پوئتان هڪ ڪارو ڏيندڙ شخص بيٺو هو. هن پنهنجن ڪتل وارن کي ايڏو تہ خضاب لڳايو هو جو ٽڪڻ بہ چمڙيءَ وانگر ڪاري ٿي وئي هئس. نڪ بينو، اکيون چنجهيون ۽ منهن چوهاري جهڙو هوس. مڇ ميدان ۽ وات ۾ پان هوس. جوان کيس پانهن ۾ هٿ وجهندي چيو، "اڙے بهائي، وڙي تم نے تو همارا پتون نهين کهس کايا؟"

ڏيندي هڪ ست سان پنهنجي پانهن جوان جي هٿ مان ڇڏائي ورتي. پوءِ ٻئي هٿ چيلهہ تي رکي کيس لاڳيتن ۽ ٽڪڙن جملن سان وراڻي ويو. هو رکي رکي ورجائيندو رهيو، "خبر ٿئيّ مان ڪير آهيان؟ مان ڪير آهيان! مان سابق هندستان، جنهن کي ڪافرن هينئر پارت بنائي ڇڏيو آهي، تنهن جي

رضاڪارن جو سابق سالار آهيان. ۽ تون چوين ٿو ته مان ٻشني آهيان! هندستان مان فرنگين ڪي مون ڪڍيو. ڪافرن کي چونڊي چونڊي مون ماريو. جاهل، چٽ، مون کي چوين ٿو ته مان ٻشني آهيان! خبر ٿئي مان ڪير آهيان!"

ڏاند جهڙو جوان ڏاند وانگر هيسجي ويو.

رضاڪارن جو چوهاري جهڙو سالار پنهنجي تقرير قائم رکي ها، پر ساٿين جي حڪيم سندس وات تي هٿ رکي ڇڏيو. تقرير بند ڪرائيندي چيائينس، "خدا جي واسطي پنهنجو وات بند ڪر ورنه حد جي سپاهيءَ کي آديءَ بدران ربيو ٽئڪس ڏيڻو پوندو، اٿ آنا ساٿي جو تيل وڪڻڻ لاءِ ميڙ لڳائڻ ۽ اٺ آنا تنهنجي تقرير جا."

سالار کي حڪيم جي ڳالهه سمجهه ۾ آئي ۽ هن هڪدم ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ حڪيم جي تڏي تان پاڻيءَ جو گلاس کڻي يڪساهي پي ويو. گلاس رکي، وات اُگهي پڪ پاڪيٽ جي ڳولا ۾ سرگردان ٿي ويو. ان نيڪ ڪم ۾ ڪجهه نيڪ فطرت ماڻهن سندس مدد ڪئي. هنن جنهن تي به جيب ڪتري هئڻ جو شڪ ڪيو، سو پنهنجي علائقي جو معزز شخص يا سچو سياسي ۽ سماجي ڪارڪن نڪتو.

مون ڪڙيون کڻي ميڙ مان پوليس وارن ڏانهن ڏٺو. هو ميڙ جي سامهون ملباري هوٽل ۾ ويٺا هئا.

"اي، هيڏانهن." سالار مون کي ڪنڌ کان وٺي منهنجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو، "پريشان ڇو آهين؟"

"جي!"

"ايترو گهبرائيل ڇو آهين؟"

"مان!" مون خوف ۽ حيرت مان ڏسندي سالار جي منهن ۾ نهاريو. مان اهڙي الزام لاءِ تيار نه هوس. پنڊ پهڻ ٿي ويس. پير فٽ پاٿ کي چنبڙي پيا ۽ دل ٿي دل ۾ فرار ٿيڻ جي راهه تلاش ڪرڻ لڳس.

سالار هجوم کي مخاطب ٿيندي چيو، "هن جي چهري جي پريشاني ۽ گهبراهٽ ثابت ڪري ٿي ته اصل ٻشني هي آهي."

مون رڙ ڪئي، "نه، نه. مان ٻشني نه آهيان، ڪوي آهيان. گيت لکندو آهيان."

سالار ۽ ماڻهن منهنجي هڪ به ڳالهه نه ٻڌي، نه قبولي.
مون چيو، ”منهنجا همر وطن ڀائرو، مان پاڪ وطن جو هڪ صاف سيرت، روشن ضمير ۽ نيڪ مرد آهيان.“
سالار ٻئي هٿ چيلهه تي رکي، پوليڙي وانگر مون ڏانهن ڏٺو. ڪجهه اڳتي وڌي ويو.
پڇيائين، ”ڇا تون پنهنجي علائقي جو سياسي ۽ سماجي ڪارڪن آهين؟“
”نه.“
”ڇا تون پنهنجي علائقي جو معزز شخص آهين.“
جواب ۾ چوڻ چاهيم ته مان هاسٽل ۾ رهندو آهيان، پر هڪدم ياد آيو ته اسٽرائيڪن جا ڏينهن هئا. شاگردن جي وٺ پڪڙ هئي، تنهنڪري چيم، ”مان مسافرخاني ۾ رهندو آهيان.“
”ڇا تون ڪنهن مسجد جو پيش امام يا ڪنهن ڪارخاني جو مالڪ آهين؟“
”نه، مان ڪوي آهيان، گيت لکندو آهيان.“
”ڇا تون ڪافرن کان انتقام وٺندي ڪين بهادريءَ سان قتل ڪيو آهي؟“
”جڏهن پاڪستان جو قيام ٿيو هو، تڏهن مان ڪراچيءَ جي گهٽين ۾ اتي ڏڪر راند ڪندو هوس.“ مون وراڻيو، ”پر توهان سيني کي يقين ٿو ڏياريان ته مان هڪ بيحد شريف انسان آهيان.“
سالار چيو، ”پنهنجي شرافت جو ثبوت ڏي.“
مان منجهي پيس.
سالار پنهنجي فتح تي گدگد ٿيو. فخر سان ميڙ ۾ بيٺل ماڻهن ڏانهن نهاريائين.
”ثبوت ڏي.“ کهري ۽ سخت آڻ وٽندڙ آواز ۾ چيائين، ”پنهنجي شرافت جو ثبوت ڏي.“
فرار جون راهوں گم ٿي ويون. بچڻ جون سڀ تدبيرون منتشر ٿي ويون. ان وقت مون پاڻ کي دلاسو ڏنو ته چور جي حيثيت ۾ پوليس جي گهٽ مار کائيندس. جيڪڏهن شاگرد سمجهي گرفتار ڪري ويا ته پوءِ ٽاٽي تي منهنجي جسم جي جاگرافي مٽائي ڇڏيندا، تنهنڪري خاموش رهيس.

جوان ڏانهن ڏسندي سالار فخر سان چيو، ”هي اٿئي بشني، جيب ڪترو، تون تہ وڏي وڙي ڪري هن بدمعاش کي پڇائي ڇڏين ها. هاڻي ٻڌاءِ گهڻو انعام ڏيندين.“

جوان ڪيس جواب نہ ڏنو. مون تائين هليو آيو. منهنجي سامهون بيهي، مسڪين شڪل ٺاهي، ڏاڍي آزيءَ سان مخصوص لهجي ۾ چيائين، ”اڙے بهائي بشني، اگر تم نے همارا کهيسا کاٹا هے، تو قلندر کے لئے همارا پتون واپس کرو. اس ميں تمام ضروری کاغذ هے.“

گم ٿيل راهن مان هڪ واٽ روشن ٿي. پانيم، سنڌي جوان سان سنڌيءَ ۾ ڳالهائيندم تہ مصيبت ٽري ويندي.

مون هڪدم چيو، ”ادا مان سنڌي آهيان، سنڌيءَ جو پٽ آهيان، اسان ڌاڙيل ٿيندا آهيون، بشني نہ.“

جوان جو حيرت ۾ وات کلي ويو. سالار غور سان مونکي چتائي ڏٺو.

جوان حيرت مان پڇيو، ”تون سچ پچ سنڌي آهين.“ (ڪراچيءَ ۾ بہ اجنبي سنڌي پاڻ ۾ ملي حيران ٿيندا آهن.)

”ها، مان سنڌي آهيان.“

سالار هڪدم هوا ۾ اُچل ڪاڏي. هن پنهنجي ساٿين کي چيو، ”ساٿيو، هي شخص پنهنجي شڪل شبيهہ مان لڳي ٿو تہ بدنام ڌاڙيل محرم جانوريءَ جو فرار ٿيل ساٿي، بدنام ڌاڙيل ارباب خاصخيلي آهي.“

مون خفي ٿيندي چيو، ”مان ڪوي آهيان، گيت لکندو آهيان.“

”تون محرم جانوريءَ جو فرار ٿيل ساٿي آهين.“ ميڙ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان آواز اُٿڻ لڳا، ”تون محرم جانوريءَ جو فرار ٿيل ساٿي آهين.“

”مان نہ محرم کي سڃاڻان ۽ نہ رمضان کي.“ مون وراڻيو، ”مان ڪوي آهيان. توهان سمجهو ڇو نٿا تہ مان ڪوي آهيان، گيت لکندو آهيان، غزل لکندو آهيان.“

آواز ايندا رهيا، رڙيون ٿينديون رهيون، ”تون ئي ارباب خاصخيلي آهين.“

”نہ بابا نہ. اڙي مان ڌاڙيل نہ آهيان، ڪوي آهيان، گيت لکندو آهيان ۽ صلح پسند باشندو آهيان. مان ڌاڙيل نہ آهيان.“

پر منهنجي آزي ڪنهن نہ ٻڌي.

سالار هٿ مٿي ڪري هجوم کي خاموش رهڻ جو حڪم ڏنو. ميڙ جڏهن ماٺ ٿيو، تڏهن هن اول پنهنجو تعارف ڪرايو، جنهن ۾ ٻڌايائين ته رضاڪارن جو سالار هوندو هو. پنهنجي بهادريءَ ۽ شجاعت جو ذڪر ڪرڻ کان پوءِ هن چيو، ”مان ڏاڙيلن ۽ لٽيرن کي هڪ نظر ۾ سڃاڻي وٺندو آهيان. منهنجي نظر عقاب جي نظر آهي. مان شيواجي مرهٽي کي چڱيءَ طرح سڃاڻان. هو بدنام ڏاڙيل هو. ان وقت مان اورنگزيب عالمگير جي فوج ۾ ڏهين گهوڙيسوار دستي جو سالار هوس. مرهٽا مٺهنجو نالو ٻڌي مري ويندا هئا.“

ان انڪشاف تي ميڙ ۾ بيٺل اسڪولي ڇوڪرن زور زور سان تاڙيون وڄايون. سالار ڏاڍو خوش ٿيو. منهنجي منهنجو پنو لهندو ويو.

هن هڪ هٿ پتلون جي کيسي ۾ وجهي ٻئي هٿ سان مون ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”هي شخص بنا ڪنهن شڪ شبهي جي ارباب خاصخيلي آهي ۽ بدنام ڏاڙيل محرم جانوريءَ جو فرار ٿيل ساٿي آهي. هي سماج دشمن عناصر، قوم ۽ ملت جا دشمن، ملڪ جا ويري هوندا آهن. سندن وجود مان سوسائٽيءَ کي نقصان رسندو آهي. هي شخص ملڪ جو نظام درهم برهم ڪري ڇڏيندا آهن.“

سالار جي تقرير جو ماڻهن تي ڏاڍو اثر ٿيو. هو ڪنڌ ڌوڻڻ لڳا. جوش ۾ اچي نعرا هڻڻ لڳا، ”ارباب خاصخيلي مرده باد، ارباب خاصخيلي مرده باد.“

نئين مصيبت کان گهبرائجي ٻاڏايم، ”مان ارباب خاصخيلي نه آهيان، توهان کي غلط فهمي ٿي آهي.“

سيني يڪ زبان ٿي مختلف آوازن ۾ چيو، ”ڪيئن غلط فهمي ٿي آهي. اسان اخبارن ۾ تنهنجو ۽ تنهنجي مئل ساٿي محرم جانوريءَ جو فوٽو ڏٺو آهي.“

”حڪومت تنهنجي گرفتاريءَ تي پنج هزار رپيا انعام به رکيو آهي.“

مون عرض ڪيو، ”مان هڪ دفعو وري توهان کي يقين ٿو ڏياريان ته مان جانوريءَ جو فرار ٿيل ساٿي نه آهيان.“

”ته پوءِ ٻڌاءِ ته ڪير آهين؟“ ميڙ مان آواز آيو، ”ها، ٻڌاءِ ته ڪير آهين.“

”مان ڪوي آهيان، گيت لکندو آهيان.“

سالار پڇيو، ”ڇا ڪندو آهين.“

”ڪجهه به نہ.“

”پڌو، پڌو.“ هجوم کي مخاطب ڪندي سالار چيو، ”پڌو، غور سان پڌو، هيءُ ڪجهه نہ ڪندو آهي. بيڪار ۽ بيروزگار انسان خطرناڪ هوندا آهن. مجرم، ڌاڙيل، قاتل ۽ لٽيرا هوندا آهن. پڌو، هيءُ ڪجهه نہ ڪندو آهي. پيارا پائرو، هيءُ شخص ڪجهه نہ ڪندو آهي. (مون ڪي مخاطب ٿيو) تون سماج دشمن آهين.“

”مان اناج جي سمگلنگ نہ ڪندو آهيان.“

”تون، انساني خون، ماس ۽ زندگيءَ جي سملنگ ڪندو آهين.“ سالار پنهنجو قد ظاهر ڪرڻ لاءِ ٽپ ڏيئي چيو، ”تون سؤ في صد ارباب خاصخيلي آهين.“

”نہ سالار نہ.“ مون چيو.

سالار پنهنجو لقب ٻڌي خوش ٿيو.

هن پنهنجي خوشيءَ تي قابو پائيندي چيو، ”منهنجن سوالن جو جواب ڏي. پوءِ مان آخري فيصلو ڏيندس تہ تون ارباب خاصخيلي آهين يا نہ.“

مون رحم پريل نگاهن سان ڏانهس نهاريو.

هن پڇيو، ”ڇا تو 1857ع واري جنگ آزاديءَ ۾ حصو ورتو هو؟“

”نہ.“

”بيڪار ۽ بيروزگار بہ آهين؟“

”ها.“

”مسافرخاني ۾ رهندو آهين؟“

”ها.“

”مان تنهنجي تلاشي وٺندس.“ سالار چيو ۽ اڳتي وڌي آيو.

منهنجو ساهہ سڪي ويو. ڪاليج يونين آفيس مان ڪنيل ٻانهن جيڏو چاقو منهنجي ور ۾ لڳل هو.

هجوم سالار جي ڳالهہ جي حمايت ڪئي. ”ها، تلاشي وٺوس. تلاشي وٺوس.“

سالار منهنجي قميص جي تلاشي ورتي جنهن جي کيسي مان اڌپورا لکيل گيت نڪتا پوءِ هن منهنجي وَرَ تي هٿ هنيو. ست ڏيئي چاقو ڪڍي ورتائين. سندس خوشيءَ جي ڪا حد نہ رهي. چاقو کولي هوا ۾ لهراياءين.

ميز کي چڙھ نانگ سنگهي ويو. هن فاتح وانگر هجوم جي وچ ۾

ڦرندي چيو، ”هي شخص بدنام ڌاڙيل محرم جانوريءَ جو فرار ٿيل ساٿي، بدنام ڌاڙيل ارباب خاصخيلي آهي.“

هن منهنجي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيو، ”تون ارباب خاصخيلي آهين.“

”مان شريف انسان آهيان.“ هٻڪندي چيم.

”شريف انسان وَرَ ۾ خنجر جهڙو چاقو کڻي هلندا آهن؟“ سالار ٺوڪ هڻندي چيو، ”لڪائڻ جي ڪوشش نہ ڪر. تون ارباب خاصخيلي آهين.“

هڪ پهلوان چيو، ”هن بدمعاش کي پوليس جي حوالي ڪرڻ گهرجي.“

سالار سندس ڳالهہ لنوائيندي چيو، ”تون فڪر نہ ڪر. مان پاڻ ئي کيس ٿاڻي تي وٺي ويندس.“

پهلوان نہ مُڙيو. چيائين، ”باشائو، هيءُ بدنام ڌاڙيل آهي، خوفناڪ آهي، اڄايو توکان ڇڏائي ڀڄي ويندو.“

ان ڳالهہ تانَ سالار کي ڪاوڙ لڳي. هن نهايت فخر سان سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌائي تہ پاڻ ڪيئن نہ هڪ دفعي شيواجيءَ کي گرفتار ڪري اورنگزيب عالمگير جي خدمت ۾ وٺي ويو هو.

پهلوان چيو، ”ماڻ پولو پهلوان جو شاگرد ننا پهلوان آهيان. مان هن ڌاڙيل کي ٻڪر وانگر ڪن کان وٺي ٿاڻي تي وڃي ٻيهاريندس.“

سالار انڪار ڪندو رهيو. پهلوان اصرار ڪندو رهيو. ان ڇڪتاڻ ۾ پهلوان سالار کي ڪنڌ کان جهلي هوا ۾ لٽڪائي ڇڏيو. سالار هوا ۾ ڇڙيون هڻندو رهيو.

هن پهلوان کي دڙڪو ڏيندي چيو، ”مون کي هيٺ لاهہ، ورنہ، خدا جو قسم آ، هي چاقو تنهنجي پيٽ ۾ لنگهائي ڇڏيندس.“

پهلوان کيس هيٺ نہ لاٿو.

سالار هڪدم چلڪندڙ چاقو پهلوان جي سوئر جهڙي ڪنڌ تي رکيو. پهلوان کان رڙ نڪري وئي. هو زور زور سان اباڙي، باباڙي ڪندو رهيو. سالار کي ڌرتيءَ تي لاهي ڇڏيائين. پوءِ بہ ڪيتريءَ دير تائين پنهنجيءَ ماءُ کي ياد ڪندو رهيو..

سالار پنهنجي ڪالر درست ڪندي چيو، ”ساٿيو، هي پهلوان لالچي آهي. ارباب خاصخيليءَ کي پوليس جي حوالي ڪري پنج هزار رپيا حاصل ڪرڻ چاهي ٿو.“

ان ڳالهہ تان هجوم سخت مشتعل ٿيو. ماڻهو نعرا هڻڻ لڳا، ”صوبہ پرستي مرده باد، صوبہ پرستي مرده باد، وَن يونٽ زنده باد.“

ان وچ ۾ مون ڪجھہ بہ ڳالهائڻ بيڪار سمجهيو ۽ پاڻ کي حالتن جي حوالي ڪري ڇڏيم.

سانڊي وارو حڪيم سانڊا ڪڍي پيھہ مان نڪري ويو.

هڪ سنهڙو، زرد ۽ نم جي ٽاريءَ وانگر نميل شخص پيھہ مان نڪري وچ ۾ اچي بيٺو. سندس مٿي جا وار جهرڪيءَ جي آکيري جهڙا هئا.

هن، سالار ۽ پهلوان کي مخاطب ٿيندي چيو، ”مان هن علائقي جو بيڊي ميمبر آهيان.“*

”تون حجم آهين.“ آواز آيو.

”مان حجم نہ آهيان، باربر آهيان ۽ هن علائقي جو بيڊي بہ آهيان.“

بيڊيءَ ڪاوڙ منجهان چيو، ”جيئن تہ ارباب خاصخيلي منهنجي علائقي ۾ پڪڙيو ويو آهي، تنهنڪري مان ئي ڪيس گرفتار ڪري ٿاڻي تي وٺي ويندس.“

”۽ انعام بہ تون حاصل ڪندين؟“ سالار پڇيو.

”پنهنجي پنهنجي قسمت.“ بيڊيءَ وراڻيو.

”واهہ! محنت مان ڪريان ۽ ٿاڻي تي وٺي تون ويندين!“ سالار مون ڏانهن اهڙين نظرن سان ڏٺو ڄڻ مان ماڻهو نہ پر حلوو هوس. هن چيو، ”ارباب خاصخيليءَ کي سڀ کان اول مون سڃاتو هو، ان ڪري انعام جو مستحق بہ فقط مان آهيان. مان ئي ڪيس گرفتار ڪري وٺي ويندس.“

بيڊيءَ چيو، ”هن علائقي ۾ ڪنهن کي چڱو چوڻ، ڪنهن کي برو چوڻ، ڪنهن کي گرفتار ڪرائڻ، ڪنهن کي ڇڏائڻ منهنجو ڪم آهي.“

هجوم جوش مان نعرا لڳائڻ شروع ڪيا، ”لالچي ڪتا هاءِ هاءِ، لالچي ڪتا هاءِ هاءِ – چمچہ گيري نهين چليگي.“ ايوب ڪا چمچا هاءِ هاءِ.“

حالتن کي پرکيندي بيڊي هجوم مان کسڪي ويو.

چوٻول وڌي ويو – بحث، سرگوشيون، سس پس. نيٺ ماڻهن ڦاٽ ڪاڍو. چيائون، ”اسان بہ ارباب خاصخيليءَ کي سڃاتو هو. اسان سيني سندس فوٽو اخبارن ۾ ڏٺو هو. اسان بہ انعام جا مستحق آهيون.“

---

* بيسڪ ڊيموڪريٽ... ايوب خان جي بنيادي جمهوري نظام جو ميمبر.

۽ پوءِ ان ڳالھہ تان سڄي ميڙ نيم سياستدانن وانگر پوڙ هاريو. هڪ ٻئي کي لوٽيائون – ڏاڙهي پٽ ۽ ڦٽ لعنت ڪيائون.

هڪ درويش جهڙي شخص صلاح ڏني، ”اسان سڀيئي ارباب خاصخيليءَ کي ٿاڻي تي وٺي هلنداسين. پاڻ ۾ پنج هزار ڪن آهيون. انعام رپيو رپيو ڪري ورهائي ڪڻنداسين.

اها صلاح گهڻن کي پسند آئي. پر سالار مخالفت ڪندي چيو، ”اسان جي قوم جي وڏي بدنصيبي اها آهي جو ڪيس سچو رهنما نٿو ملي ۽ جڏهن ملي ٿو تڏهن سندس محنت جو قدر نٿو ڪيو وڃي.“

هڪ رپئي جي لالچ ۾ ماڻهن سالار جي ڳالھہ تي ڌيان نہ ڏنو.

پوءِ جڏهن سڄو هجوم درويش جي ڳالھہ تي متفق ٿيو، تڏهن سنڌي جوان منهنجي ڪن ۾ پٽڪو ڪيو، ”ادا، هنن جي ڳالهين ۾ نہ اچجانءِ.“

”پوءِ ڀلا ڇا ڪريان؟“

”توکي جڏهنِ ٿاڻي تي وٺي هلن، تڏهن چئجانءِ تہ مون توکي گرفتار ڪيو آهي.“

مون حيرت مان سنڌي جوان ڏانهن ڏٺو.

”منهنجي کيسي مان سفينہ حجاز جي ٽڪيٽ، حج جا ڪاغذ ۽ سمورا ڏوڪڙ ڪو سوئر جو ڦر ڪري ويو آهي.“ هن مسڪين منهن ناهيندي چيو، ”انعام جي رقم مان حج ڪري ايندس، توکي دعائون ڏيندس، ادا خاصخيلي.“

مون ڀهريون دفعو ڪاوڙ مان رڙ ڪئي، ”مان ارباب خاصخيلي نہ آهيان.“

”تون آهين.“ هن چيو، ”مان سنڌي ٿي ڪري هڪ سنڌي ڌاڙيل کي سڃاڻي نہ سگهندس! تون ارباب خاصخيلي آهين.“

”مان نہ ارباب خاصخيلي آهيان ۽ نہ چوهڙ جمالي.“ وراڻيم، ”مون مسڪين کي اجائي مصيبت ۾ وڌو اٿوَ.“

”ضد نہ ڪر خاصخيلي.“ هن نرم لهجي ۾ چيو، ”پرديس ۾ پنهنجي سنڌي ڀاءُ جي ڪم نہ ايندين!“

وارن ۾ هٿ ڦيرائي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيم.

هو مون کي سمجهائيندو رهيو، ”اها ڪيڏي نہ بدناميءَ جهڙي ڳالھہ آهي جو سنڌ جي هڪ مشهور ڌاڙيل کي ڪو ٻيو گرفتار ڪري انعام حاصل

ڪري وئي! ڇو نہ اهو انعام مون جهڙي ڪنهن ويچاري سنڌيءَ کي نصيب ٿئي. گهٽ ۾ گهٽ انعام ۾ تہ ون يونٽ ٽيڻ نہ گهرجي."

ميڙ مان سيٽي وڄڻ جو آواز آيو.

هڪ ڪوئي جيترو سپاهي ماڻهن جي وچ مان نڪري منهنجي سامهون اچي بيٺو. ماڻهن جڏهن کيس حوالدار ڪري مخاطب ڪيو، تڏهن سندس سينو ڦوڪجي ويو ۽ قد بندرو ٿي ويس. هن ٻئي هٿ چيلهہ تي رکي سموري گوڙ گهمسان جو سبب پڇيو.

پهلوان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سالار ڇڙٻ ڏيئي کيس ماٺ ڪرائي ڇڏيو، "تون خاموش رهہ پهلوان ۽ وڃي ڪشتي وڙهہ."

سپاهيءَ چيو، "ٺيڪ آهي، تون خاموش رهہ ۽ هن کي ڳالهائڻ ڏي."

پهلوان احتجاج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪوئيءَ جيتري سپاهيءَ کيس ڪڙڪيدار دڙڪو وهائي ڏنو. جبل جيڏو پهلوان پري ٿي ويو.

سالار پنهنجو تعارف ڪرائيندي سپاهيءَ کي ٻڌايو تہ هو هندستان جي رضاڪارن جو سالار هو ۽ پوءِ زور ڏيندي چيائين، "مون 1947ع کان اڳ ڪافرن سان جيڪي جُنبون ڪيون آهن، تن جو ذڪر تاريخ ۾ سونهري لفظن سان ڪيو ويندو. گذريل پاڪ ڀارت جهاد* ۾ مون ڀارت جي صدر راڌا ڪرشن کي چوائي موڪليو هو تہ هڪدم هٿيار ڦٽا ڪر، ورنہ توسان بہ ساڳي جُٺ ڪندس، جيڪا شيواجي مرهٽي سان ڪئي هيم."

سپاهيءَ کان ڇرڪ نڪري ويو، "شيواجي مرهٽو!"

"ها." سالار فخر سان ٻڌايو، "مان اورنگزيب عالمگير جي فوج ۾ ڏهين گهوڙيسوار دستي جو سالار هوس."

سپاهي بيحد متاثر ٿيو. سالار جو هٿ ڪٽي اکين تي رکيائين.

پوءِ پڇيائين، "هيءَ سڄي خلق توهان کي ڏسڻ لاءِ گڏ ٿي آهي ڇا؟"

"ها." سالار مون ڏانهن اشارو ڪندي وراڻيو، "مون سنڌ جي بدنام ڌاڙيل محرم جانوريءَ جي فرار ٿيل ساٿي، بدنام ڌاڙيل ارباب خاصخيليءَ کي گرفتار ڪيو آهي."

"ارباب خاصخيلي!" سپاهيءَ کان ٻيهر ڇرڪ نڪري ويو.

---

* 1965ع واري جنگ.

”ها.“

”جنهن جي گرفتاريءَ تي حڪومت پنج هزار رپيا انعام رکيو آهي.“

”ها.“

”توهان ڪمال ڪيو آهي، سالار صاحب.“ سپاهيءَ پنهنجي پتڪڙي هٿ سان سندس پٺي ٺپيندي چيو، ”توهان جو هي ڪارنامو بهادريءَ جي تاريخ ۾ قيامت تائين زنده رهندو.“

سپاهي مون کي وارن کان پيرن تائين جاچڻ لڳو.

مون عرض ڪيو، ”حوالدار صاحب، مان ارباب خاصخيلي نه آهيان. ڪوي آهيان، گيت لکندو آهيان. مان ارباب خاصخيلي نه آهيان.“

”مجرم هميشه پنهنجي جرم کان انڪار ڪندو آهي.“ سپاهي لڏندي چيو، ”پر ٿاڻي پهچڻ کان پوءِ بيگناهه به پاڻ کي ڏوهاري سمجهي ڪنهن نه ڪنهن ڏوهه جو اقرار ضرور ڪندا آهن.“

”حوالدار صاحب!“ مون پاڙايو.

”خاموش.“ سپاهيءَ منهنجي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيو، ”ملڪ جي پوليس تنهنجي تلاش ۾ آهي. مان توکي گرفتار ڪريان ٿو.“

مون کي ڇڪيندي سالار سان مخاطب ٿيو، ”ارباب خاصخيليءَ جهڙي خوفناڪ ڌاڙيل کي گرفتار ڪرائڻ ۾ جيڪا مدد توهان پوليس جي ڪئي آهي، تنهن لاءِ ملڪ جي پوليس توهان جي مشڪور رهندي.“

سالار، پهلوان ۽ ڪجهه ٻين ماڻهن انعام جو ذڪر ڪندي احتجاج ڪيو.

سپاهيءَ سيني کي دڙڪو ڏنو، ”خبردار، سرڪاري معاملي ۾ دخل اندازي ڪرڻ ڏوهه آهي، پري ٿيو. مان ارباب خاصخيليءَ کي ٿاڻي تي وٺي وڃان ٿو.“

ماڻهن پيهه مان سپاهيءَ کي دڳ ڏنو. هو مون کي ٻانهن کان ڇڪيندو آرام باغ ٿاڻي ڏانهن وٺي ويو. ✦

# نہ توں آهين، نہ مان آهيان

ٽيليفون بوٿ جو در بند ڪرڻ کان پوءِ، مون آرام محسوس ڪيو. پريشانين جو گهمسان ڇڻ اوچتوئي اوچتو خاموش ٿي ويو. اتاولو روح مانو ٿي ويو. اسپيشل وارڊ جي وراندن ۾ بيحس مشين وانگر هلندڙ ڦرندڙ نرسن، وارڊ بوائز، ۽ لاپرواهہ ڊاڪٽرن ۽ منهنجي وچ ۾ ٽيليفون بوٿ جي در ۾ لڳل شيشو اچي ويو هو. ٻاهريان آواز ٻاهر رهجي ويا. خاموشي ذهن جي زخمن کي چيٺڻ لڳي.

مان ڇئن ڏينهن ۽ ڇئن راتين کان لاڳيتو جاڳي رهيو هوس. اکيون اوجاڳي سبب سڙي رهيون هيون. منجهن چيڪو پئي محسوس ڪيم. ائين پئي ڀانيم، ڄڻ ڪنهن تتل رڻ جي واري سرمي وانگر منهنجين اکين ۾ پائي ڇڏي هئي. اکيون بند ڪري، مٿو ٽيليفون بوٿ جي هارڊ بورڊ سان لڳائي ڇڏيم. اوچتو، سڙندڙ اکين ۾ ڄڻ گندرف جو تيزاب تري آيو. مون عذاب وچان هڪدم اکيون کولي ڇڏيون. ڀتيلن تي ڀاڻيءَ جو تهہ چڙهي ويو. گهڙي کن لاءِ ماحول ڌنڌ ڀنيان اٽڇتو ٿي ويو. مون قميص جي ٻانهن سان آليون اکيون اُگهي ڇڏيون.

ڏهين پيسي وارا ٻہ سڪا چيمبر ۾ وجهي، پنهنجي آفيس جو نمبر ڦيرايم. نمبر لڳڻ شرط آفيس جي ٽيليفون آپريٽرن کي ٽيپ رڪارڊر وانگر انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندي ٻڌم، ”محترم، اسلام عليڪم. مان (آفيس جو نالو) کان ڳالهائي رهيو آهيان. منهنجي لاءِ ڪهڙو حڪم آهي، سائين.“

مون آپريٽر کي پنهنجو نالو ٻڌايو. ان کان اڳ جو کيس وڌيڪ ڪجهہ چوان، پاڻ ڳالهايائين. اُبهرائيءَ مان چيائين، ”سر، ڊائريڪٽر صاحب سان ملايانوَ؟“

چيم، ”مون کي فريده ناز سان ڳالهائڻو آهي.“

آپريٽر هڪدم فون لائين ناز جي ڪمري سان ملائي ڇڏي.

ناز پنهنجي مخصوص انداز ۾ چيو، ”هيلو.“
ڪائنٽس فقط پنج ڏينهن پري رهيو هوس. پر ائين پئي پانيم، ڄڻ پنج جنم ڪائنٽس جدا ٿي جوڳ ۾ ڇيڇلائيندي گذاري ڇڏيا هئم.
فون رسيور مان ٻيهر ناز جو آواز آيو، ”هيلو.“
چيم، ”ناز، مان اُهو شخص ڳالهائي رهيو آهيان، جنهن کي تون سرڪس جو مشڪرو سڏيندي آهين.“
”اڙي تون!“ ناز اچرج وچان وڏي واڪ پڇيو، ”ڪٿان پيو ڳالهائين؟“
”جتان سڄي دنيا جا ماڻهو ڳالهائيندا آهن.“ ورائيم، ”وات مان پيو ڳالهايان.“
هن ٽهڪ ڏنو. کلندي چيائين، ”تون نہ سڌرندين.“
”منهنجي سڌرڻ وارو مدو ختم ٿي ويو.“
”ايتري ۾؟“
”ها.“
”ڪيئن.“
”ڪنهن ساهہ کي سوداءَ ڏيئي ڇڏيو آهي.“
”ڪير آهي؟“
”آهي هڪ اپسرا.“ چيم، ”پر تون ڪنهن خوشفهميءَ ۾ نہ پئجانءِ.“
هوءَ ڪيتريءَ دير تائين کلندي رهي. ننڍڙا ننڍڙا، جلترنگ جهڙا ٽهڪڙا فون رسيور مان ايندا رهيا. پوءِ چيائين، ”مون کي خبر آهي، تہ تون وڏو آڙيڪاپ آهين. سولائيءَ سان سوگهو ٿيڻ جو ناهين.“
پڇيومانس، ”ڪو چار وڃايو اٿئي ڇا؟“
هوءَ ٻيهر کلي پيئي. پوءِ پڇيائين، ”يلا ٻڌاءِ تہ، بنا درخواست جي ايترا ڏينهن ڪٿي غائب رهيو آهين؟“
چيم، ”منهنجي غير حاضريءَ ۾ ڪنهن توکي پروجيڪٽ جو ڊائريڪٽر تہ نہ ڪري ڇڏيو آهي؟“
”اجايو بيزار نہ ڪر، ٻڌاءِ ڪٿي.“
”ڇا ٻڌايانءِ. غزل، يا گيت؟“
”مان ڪلي نٿي سگهان.“ ناز چيو، ”ٻڌاءِ تہ ايترا ڏينهن ڪٿي غائب رهيو آهين؟“

”پڏو هوم، ڪراچيءَ ۾ عربن جو خزانو دفن آهي. ان جي ڳولا ۾ هوس.“

”پوءِ، ڪجهه لڌءِ؟“

”ها.“

”ڇا؟“

”ڪارڪن جون ککڙيون.“

”تهيو، ان ڳالهه تي مان کلڻ جي ڪوشش ڪريان ٿي.“ هوءَ کلي، پر سندس کلڻ ۾ ستن سُرن جو سنگيت نه هو. پوءِ بيحد گنڀير لهجي ۾ چيائين، ”جتي به آهين، هڪدم آفيس هليو اچ.“

”نه اچي سگهان ته پوءِ؟“

”اچڻو پوندءِ.“

”اهو مارشل لا ريگيوليشن نمبر نامعلوم آهي ڇا؟“

”مان فقط التجا ڪري سگهان ٿي.“

آهستي پڇيم، ”اچان، پر منهنجي لاءِ مقتل تيار آهي؟“

چيائين، ”خدا جي واسطي اچ.“

”خدا جي واسطي ته هرگز نه ايندس، منهنجي ساڻس اصل کان نه پوي.“ چيم، ”ٻئي ڪنهن جي لاءِ اچي سگهان ٿو.“

پڇيائين، ”ڪنهن جي لاءِ.“

وراڻيم، ”جنهن کي چاهڻ کان پوءِ، مون مرڻ جي تمنا ڪئي آهي.“

کلندي چيائين، ”پانيان ٿي، ڪنهن ڏائڻ کي دل ڏيئي وينو آهين.“

”مون وٽ موت جو تصور ڀوائتو ناهي. حسين آهي – دلفريب آهي.“ چيم، ”مان ايڏو ته سرڪش آهيان، ناز، جو منهنجي موت جو سبب جيڪڏهن دلڪش نه هوندو، ته پوءِ اجل مون کي ڌرتيءَ کان آسمان تائين حاصل نه ڪري سگهندو.“

چيائين، ”مان اجل ناهيان. هڪدم هليو اچ.“

مون فون رسيور رکي ڇڏيو.

ٽيليفون بوٿ مان نڪرندي ڊاڪٽر دراڻيءَ کي سامهون ايندي ڏٺم.

مان بيهي رهيس.

ڊاڪٽر کان پڇيم، ”صنوبر کي توهين ڪيستائين اسپتال ۾ رکندا؟“
ڊاڪٽر دراني ۽ وراڻيو، ”سياڻي تنهنجي گهر واريءَ جي آپريشن آهي.“
”آپريشن!“ مون کان ڇرڪ نڪري ويو. پڇيم، ”ڇا جي آپريشن، ڊاڪٽر؟“
وراڻيائين، ”سندس ڪرنگهي تي جيڪو ڦٽ آهي، سو اصل ۾ ڪينسر آهي.“
”سرطان!“
ڊاڪٽر چيو، ”ماهرن جي ڪاميٽيءَ سندس مڪمل تپاس ڪرڻ کان پوءِ اهو فيصلو ڏنو آهي.“
وايومنڊل ڦرڻيءَ وانگر ڦرڻ لڳو.
پنهنجي ساءِ چيم، ”صنوبر کي ڪينسر آهي!“
”گهبراءِ نه. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. مرض اڃا شروعاتي مرحلي ۾ آهي.“
”مان صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس، ڊاڪٽر.“
”آپريشن زندگي ڏيڻ لاءِ ڪئي ويندي آهي، وٺڻ لاءِ نه.“
”مان صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس، ڊاڪٽر.“ ڊاڪٽر دراني ءَ جي ٻانهن ۾ مٺ وجهندي چيم، ”مان مري ويندس، پر صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس.“
ڊاڪٽر پنهنجي ٻانهن ڇڏائيندي چيو، ”موت ۽ زندگي خدا جي وس آهي. اسين ڊاڪٽر فقط وسيلو آهيون.“
”مون کي تنهنجي دقيانوسي فلسفي سان ڪابه دلچسپي ناهي.“ چيم، ”مان فقط ايترو ڄاڻان ٿو، ته مان صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس. اڄ تائين صنوبر ۽ منهنجي وچ ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو آهي، سو منهنجيءَ مرضيءَ مطابق ٿيو آهي.“
ڊاڪٽر دراني ءَ ڪجهه حيرت مان مون ڏانهن ڏٺو. چيائين، ”توکي پنهنجي زال سان شايد بي پناهه محبت آهي.“
مان به چار ٽڪرين ٻرانگهون ڪٽي اڳتي هليو ويس.
ڊاڪٽر کي پٺي ڏيندي چيم، ”صنوبر ۽ منهنجي وچ ۾ جيڪو رشتو آهي، تنهن کي دنيا جو ٻيو ڪوبه شخص سمجهي نه سگهندو.“
مان اندر ۾ گهمسان ڪٽي اسپيشل وارڊ جي ڪمري نمبر 42 ۾ هليو

آيس، جتي صنوبر موت ۽ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ مبتلا هئي. هوءَ تڪليف وچان ڪنجهي رهي هئي. مون کي ڏسي، سندس ڪومايل چهري تي هڪ غمناڪ مُرڪ ليئو پائي، پڏندڙ سج جي آخري ڪِرڻي وانگر گم ٿي ويئي.

صنوبر نبل آواز ۾ پڇيو، ”آفيس فون ڪَيوَ؟“

مون هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

نٽل لهجي ۾ چيائين، ”مان بهتر آهيان. توهين آفيس وڃو.“

”نه صنوبر.“ مون سندس پير ۾ ويهندي چيو، ”اڄ مان آفيس نه ويندس.“

لفظ لفظ ڪري چيائين، ”پنجن ڏينهن کان آفيس نه ويا آهيو. اڄ وڃو.“

ڪائنس نظرون بچائيندي چيم، ”مان توکي ڇڏي ڪيڏانهن به نه ويندس.“

هن بخار ۾ پچرندڙ هٿ سان مونکي ڇهيو. مون ڏانهس ڏٺو. سندس چپن تي ساڳي اُداس مرڪ تري آئي هئي. پڇيائين، ”ڇو؟“

دل چاهيو ته چوانس: تون فقط هڪ رات جي مهمان آهين. اِهو چاهندي به ته مان سرڪش آهيان، باغي آهيان، ۽ اڄ تائين ڪوبه ڪم منهنجيءَ مرضيءَ خلاف نه ٿيو آهي، مان سمجهان ٿو، سمجهي سگهان ٿو، ته تون سپاڻي آپريشن ٿيٽر ۾ مري ويندينءَ. توسان گڏ منهنجي مسلسل ڪشمڪش ۽ لاڳيتي جدوجهد مري ويندي. سماج سان جوٽيل جنگ ختم ٿي ويندي. تنهنجي موت سان گڏ منهنجي دل مري ويندي. دل جي تمنائن جي دنيا مري ويندي. توکان پوءِ ڪائنات بي انت غمن جي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندي. مان اڄوڪو هڪ هڪ لمحو، هڪ هڪ گهڙي، تنهنجي ويجهو ويهي، توکي ڏسندي گذارڻ چاهيان ٿو. سپاڻي هن مهل تون مون وٽ نه هوندينءَ. تنهنجي ياد هوندي، تنهنجي تصور جي ڪٽي هوندي. هڪ اڪيلائي هوندي، جنهن ۾ مان روئڻ چاهيندس، پر روئي نه سگهندس. توکي وسارڻ چاهيندس، پر وساري نه سگهندس.

”توهين پريشان آهيو؟“

صنوبر جي آواز تي مون کان ڇرڪ نڪري ويو. دل جو آواز ذهن جي مقبرن ۾ قيد ٿي ويو. مون مُرڪڻ چاهيو، پر مونکي پنهنجي مرڪ ڦڪي ۽ بي معنيٰ محسوس ٿي.

صنوبر ورائي پڇيو، ”توهين پريشان آهيو؟“

”پريشان!“ چيم، ”نہ نہ. مان تہ خوش آهيان. ڊاڪٽر چيو آهي، تہ تون تمام جلد چاڪ ٿي ويندينءَ.“

”اسين اسپتال مان ڪڏهن هلنداسين؟“

”تمام جلد. ممڪن آهي، سڀاڻي.“

”ڊاڪٽر ڇا ٿا چون؟“

”چون ٿا تہ تنهنجي ڪرنگهي تي معمولي ڦرڙي آهي. ڇٽي ويندي.“

”پر مونکي عذاب آهي.“ صنوبر چيو، ”ائين ٿي محسوس ڪيان، ڄڻ ٿهڪندڙ تيل منهنجي ڪرنگهي ۾ پيئجّي رهيو آهي.“

صنوبر جي چهري تي بي پناهہ تڪليف سبب وحشتناڪ مايوسي ڇانئجي ويئي. اکيون بند ٿيڻ لڳس. هن پنهنجو هٿ مون ڏانهن وڌايو. مون سندس پچرندڙ ۽ ڪنبندڙ هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهلي ورتو. چيائين، ”مان مري ويندس.“

گنڀير ماحول جي اُداسائي گهٽ ڪرڻ لاءِ چيم، ”چري، تون منهنجي مرضيءَ کان سواءِ فقط ڪوهہ مري وڃي سگهين ٿي، مُري هرگز نہ ٿي سگهين. مان عزرائيل جو پيءُ آهيان.“

صنوبر جي خشڪ چپن تي خزان جي شام جهڙي اُداس مرڪ تري آئي. چيائين، ”توهين ڪيستائين پنهنجي عزم سان مون کي سور سختين مان ڪڍندا رهندا.“

”مون توکي جان جي بازي لڳائي، آڏيءَ تي سر رکي حاصل ڪيو آهي. مون توکي موت جي جنگ جُوٽي حاصل ڪيو آهي.“ منهنجو آواز ڳورو ٿي ويو. چيم، ”تون منهنجي فتح جو تاج محل ۽ دقيانوسي روايتن جي شڪست جو لينن گراڊ آهين.“

”توهين مونکي پنهنجي فتح جو فقط يادگار ٿا سمجهو!“ صنوبر پڇيو، ”توهان کي مون سان محبت ناهي؟“

دل ڌڪي، ڇتجي، ڇيڇلائي خاموش ٿي ويئي. مان صنوبر کي جواب ڏيئي نہ سگهيس.

”توهان کي مون سان محبت ناهي؟“ صنوبر بيحد تڪليف سهندي ورجائي پڇيو.

جواب ڏيڻ بدران مون ڪانئس پڇيو، ”تون اڄ تائين منهنجي محبت جي شدت محسوس نہ ڪئي آهي؟“

”اڄ تائين ڪنهن بہ مرد پنهنجي گهر واريءَ سان اهڙي سچائيءَ سان محبت نہ ڪئي هوندي، جهڙي توهان مونسان ڪئي آهي.“ جملو مشڪل سان پورو ڪيو هونڊائين، جو سور سهڻ کان وڌي ويس. ڦٿڪي پيئي.

چيائين، ”دل چاهي ٿي سمهي پوان – ننڊ ڪريان، پر عذاب سمهڻ نہ ٿو ڏئي. ائين ٿي ڀانيان ڄڻ زهريلا وڇون ڪرنگهي کي ڪاٽي رهيا آهن.“

منهنجي وَس هجي ها، تہ مان جيڪر صنوبر جو سمورو درد پنهنجي جيءَ ۾ پري ڇڏيان ها. سندس سور پنهنجي ساهہ ۾ سمائي ڇڏيان ها. ڪيس ڏڍ ڏيڻ لاءِ فقط ايترو چيم، ”تو زندگيءَ ۾ هزارين عذاب صبر سان سَٺا آهن. اڄ دل ڇو لاٿي اٿئي؟“

ڇيڇلائيندي وراڻيائين، ”انهن عذابن جي ياد کي توهان جي اٿميي پيار منهنجي ذهن تان ميساري ڇڏيو آهي. مون کي هنيئر توهان جي قرب کان سواءِ ڪجهہ بہ ياد ناهي.“

مون پاڻ کي زندگيءَ جي ڪُن ۾ قاتل محسوس ڪيو. ائين ڀانيم، ڄڻ سقراط جي هٿن مان زهر جو پيالو ڦري ورتو هوم؛ ڄڻ آٿيلو کي اسٽيج تان تڙي ڪڍيو هوم، ڄڻ آڊيپس جي روح مان عذاب چورائي پنهنجيءَ دل ۾ رکي ڇڏيو هوم. تڏهن، گوتم جي مورتي منهنجي ذهن جي ڪنڊن ۾ پڇي پيئي. ذهني پريشاني، ۽ پشيمانيءَ جي گهڙين ۾ محسوس ڪيم، تہ مان وڏو ايڪٽر هوس، ۽ زندگيءَ جي المناڪ ڊرامي ۾ ڪاميابيءَ سان هڪ سٺي ۽ وفادار مڙس جو ڪردار ادا ڪري رهيو هوس.

”توهين آفيس وڃو.“ صنوبر چيو.

وراڻيم، ”اڄ نہ. سياڻي ويندس.“

”هن مهيني جي پگهار بہ نہ ورتي اٿوَ.“ صنوبر چيو، ”ڪيترن هنڌن تي بل چڪائڻا آهن. راشن وارو، ڌوٻي...“

جملو پورو ڪري نہ سگهي. وري ڦٿڪي پيئي. بي پناهہ تڪليف سندس اکين ۾ وحشت پري ڇڏي. مُنهن پڪوڙجي ويس. چپ واڱڻائي ٿي ويس. سمورو عذاب صبر سان سٺائين. وات مان اُف نہ ڪيائين.

پوءِ ٿتل ٿتل لهجي ۾ چيائين، ”توهين پگهار وٺي اچو. پيسي کان سواءِ اجايو پريشان ٿيندا.“

”مان پريشان نہ ٿيندس.“ سندس وکريل وار جائتا ڪندي چيم، ”تون سمهڻ جي ڪوشش ڪر.“

”ڪيئن سمهان! لڇندي وراڻيائين ”ائين پئي ڀانيان، ڄڻ پنيءَ جي ڪنڊي ۾ ٻير جي ٿاري ڦٽي رهي آهي.“

مون سسٽرس روم جي گهنٽيءَ جو بٽڻ پريس ڪيو.

سسٽر نرگس ڊوڙندي آئي. ڪيس چيم، ”صنوبر کي ڏاڍي تڪليف آهي. مهرباني ڪري ڊاڪٽر درانيءَ کي وٺي اچ.“

هوءَ ڊاڪٽر درانيءَ کي سڏڻ لاءِ هلي وئي.

مان صنوبر جي پرسان ويهي رهيس. پاڻيءَ جو چمچو پري پيئاريومانس. ڪجهہ دير کان پوءِ سامت ۾ آئي. ٽڪ اکين سان مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. پوءِ هڪ عجيب سوال پڇيائين، ”مان جڏهن مري وينديس، تڏهن توهين ٻي شادي ڪندا نہ؟“

ان سوال بدران هوءَ جيڪڏهن منهنجي روح کي هميشه لاءِ آتشڪدي جي باهہ ۾ وجهي ڇڏي ها، تہ بہ جيڪر ايڏو عذاب محسوس نہ ڪيان ها. هن هڪ سوال سان منهنجي سموري وجود کي فنا ڪري ڇڏيو. فقط ايترو وراڻيم، ”مان توکي مرڻ نہ ڏيندس، صنوبر.“

ساڳي اُداس، مايوس ۽ ڦڪڻ جي شام جهڙي ويران مرڪ صنوبر جي چپن تي تري آئي، ۽ پوءِ کن ۾ ٽڙي، پکڙي، ٽُٽل تاري وانگر روشنيءَ جي عارضي ليڪ ڇڏي گم ٿي وئي. پڇيائين، ”مان ڪڏهن نہ مرنديس؟“

مان سوچ جي صليب تي لٽڪي پيس. صنوبر ڏانهن ڏٺم. هوءَ – جيڪا منحوس جي نالي سان بدنام هئي، ۽ فقط ان ڪري نفرت جي نگاهہ سان ڏٺي ويندي هئي، جو مون کان اڳ جنهن سان بہ سندس شاديءَ جي ڳالهہ ٻولهہ هلي هئي، سو اوچتو ئي اوچتو مري ويو هو– سا صنوبر مون سان شادي ڪرڻ کان پوءِ مري رهي هئي. زندگيءَ ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ مبتلا هئي. هن ٻيهر پڇيو، ”مان ڪڏهن بہ نہ مرنديس؟“

وراڻيم، ”مان فقط ايترو ڄاڻان ٿو، تہ پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ مان توکي مرڻ نہ ڏيندس.“

منهنجي چريائيءَ تي هن ڪلڻ چاهيو، پر ڪلي نہ سگهي. پوءِ وڏو ساهہ کڻي، آهستي آهستي پڇيائين، ”منهنجي مرڻ کان پوءِ توهين ڪنهن سان شادي ڪندا؟“

مون اندر ۾ پوسٽ محسوس ڪئي: چيم، ”تنهنجو سوال بلڪل بي معنيٰ آهي.“

”ڪو ڪنهن لاءِ سڄي عمر ماتم نہ ڪندو آهي.“ صنوبر چيو: ”توهين جوان آهيو. روزگار سان آهيو. هڪ نہ هڪ ڏينهن توهان کي بہ شادي ضرور ڪرڻي پوندي.“

سوچيم، جبلن کان بہ ڪنهن اهڙا ئي دردناڪ سوال پڇيا هوندا، تڏهن تہ سندن سخت ۽ کهري وجود مان چشمن جي روپ ۾ لڙڪ لڙي پوندا آهن! محسوس ڪيم، تہ صنوبر جيڪڏهن اهڙي قسم جا ڪجهہ بيا سوال پڇي ورتا تہ پوءِ مان جَرَ جي ڦوٽي وانگر ڦسي پوندس. روئي پوندس. اهڙا دردناڪ سوال برداشت ڪري نہ سگهندس.

ڊاڪٽر دراني آيو. مان کيس ٻاهر ورانڊي ۾ وٺي ويس. لهجي کي قابو ڪندي چيم، ”مان صنوبر جو عذاب ڏسي نہ ٿو سگهان، ڊاڪٽر.“

ڊاڪٽر چيو، ”منهنجو خيال آهي تہ مان توکي ڪينسر وارڊ ۾ ڪجهہ بيا مريض ڏيکاريان. تنهنجي زال تہ بهتر حالت ۾ آهي.“

”ٻين جي عذاب جي مان صنوبر جي عذاب سان ڀيٽ ڪرڻ نٿو چاهيان، ڊاڪٽر.“ چيم: ”مان صنوبر کي لڇندي ڏسي نہ ٿو سگهان.“

منهنجي ڪُلهي تي هٿ رکندي چيائين، ”سڀاڻي سندس آپريشن آهي. يقين ڪر، هوءَ ٺيڪ ٿي ويندي.“

”مون جهڙا اُتاولا انسان سڀاڻي جو انتظار نہ ڪندا آهن.“ ڊاڪٽر کي چيم، ”صنوبر جو لڇڻ مون کان برداشت نٿو ٿئي. توهين خدا جي واسطي کيس مارفيا جي انجيڪشن، يا ڪا بہ سيڊيٽو ڏيئي ڪجهہ دير لاءِ سمهاري ڇڏيو.“

ڊاڪٽر دراني سوچ ۾ پئجي ويو.

”ڊاڪٽر، مان التجا ٿو ڪريان.“

ڊاڪٽر گهڙي کن سوچڻ کان پوءِ سسٽر نرگس کي انجيڪشن آڻڻ لاءِ چيو، ۽ پاسي واري مريض جي ڪمري ڏانهن هليو ويو.

ڪمري ۾ موٽي ويس ته صنوبر پڇيو، ”ڊاڪٽر ڪي ڇا پئي چيوَ؟“
وراڻيم، ”سور گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪنهن انجيڪشن لاءِ پئي چيومانس.“
صنوبر نبل آواز ۾ چيو، ”ها. منهنجو درد گهٽجي ته مان ڪن لاءِ سمهي سگهان.“

مون ڪيس ڳل تي پيار ڪيو. هوءَ بخار ۾ پچري رهي هئي.

چيائين، ”مون توهان کي پريشان ڪيو آهي نه؟“.

مون ٻنهي هٿن سان ڪيس ائين ڇُهيو، جيئن ڪو فنڪار پنهنجي تخليق کي ڇُهيندو آهي. چيم، ”مان توسان ڪُلهوڪُلهي سان، ۽ وِک وِک ۾ ملائي دنيا جي سيني تي هلندس.“

نبل آواز ۾ چيائين، ”مون ڪي حاصل ڪري ورتو اٿوَ. موت کي شڪست ڏني اٿوَ. باقي اوهان کي ڇا گهرجي؟

مان سوچ جي سمنڊ ۾ لڙهي ويس. پنهنجي روح ۾ ليئو پائي ڏٺم. مان ڇا ٿو چاهيان؟ مان ڇا ٿو چاهيان؟ ذهن جي مقبرن مان مونکي پنهنجي آواز جي صدا آئي، ته تون صنوبر کي پنهنجي فتح ۽ ڪوڙهي سماج جي ٺيڪيدارن، ۽ ڪريل ملڪ جي ڪريل معاشري جي شڪست جي يادگار طور پاڻ وٽ رکڻ چاهين ٿو.

مون اکيون بند ڪري ڇڏيون، پر اندر مان اُڀرندڙ ۽ اُسرندڙ صدا جي ندا کي خاموش ڪري نه سگهيم.

فقط ايترو چيم، ”مان پنهنجي حياتيءَ جي عيوض به توکي زنده ڏسڻ چاهيان ٿو.“

سسٽر نرگس انجيڪشن کڻي آئي.

انجيڪشن لڳڻ جي ڏهن منٽن اندر اول صنوبر تي غشي طاري ٿي، ۽ پوءِ هوءَ سمهي پئي. سندس نماڻي ۽ معصوم منهن تان درد ۽ تڪليف جو تاثر ڊرو ٿي ويو. هوءَ بلڪل نستي نظر پئي آئي. دل گهريو ته هوءَ ائين ئي سمهي پئي هجي، ۽ مان ڪيس اک ڇنڀڻ ٻنا ڏسندو رهان. ڪيس ڏسندو رهان، ۽ ان کان پوءِ ڪجهه نه ڏسان.

مون فيصلو ڪيو، ته آفيس نه ويندس.

آپا کي ڪمري ۾ ويهاري، ٽيليفون بوٿ مان ناز کي فون ڪرڻ ويس.
ٽيليفون آپريٽر مونکي ناز سان ملائي ڇڏيو.

ناز ڪجهہ اچرج مان چيو، ”ماڻهو آهين، يا مشڪرو! هن مهل تائين تہ توڪي آفيس پهچي وڃڻ گهربو هو.“

چيم، ”مان اڄ آفيس اچي نہ سگهندس، ناز.“

”توڪي آفيس مان وڏيڪ گم رهڻ جي اجازت نہ ملندي.“ ناز چيو، ”مهرباني ڪري هڪدم هليو اچ.“

چيم، ”مان سچ پچ اچي نہ سگهندس، ناز.“

چيائين، ”جيڪڏهن تون مون کان اهو چوائڻ جي ڪوشش پيو ڪرين، تہ مان تنهنجي لاءِ بيچين آهيان، تہ پوءِ ان سلسلي ۾ مايوسي ٿيندءِ.“

”ناز.“ چيم، ”مان هن وقت سخت پريشان آهيان.“

”تون مرڻ وقت بہ پريشان نہ ٿيندين:“ ناز چيو، ”مرڻ وقت تون ملڪ الموت سان مشڪري ڪندين.“

مون کلڻ جي ڪوشش ڪئي.

ناز چيو، ”کلڻ جي بلڪل ناڪام ايڪٽنگ پيو ڪرين. تون فلاپ ايڪٽر آهين.“

”تون ٺيڪ ٿي چوين.“ چيم، ”گذريل ٽن سالن کان ايڪٽنگ ڪندي مان ٿڪجي پيو آهيان.“

”اجائي گف نہ ڪر، هليو اچ.“

”سياٽي ايندس.“

”هرگز نہ. اڄ ۽ هينئر جو هينئر اچ.“

”منهنجي ڳالهہ تہ ٻڌ، ناز.“

”مان ڪجهہ نہ ٻڌنديس.“ ناز چيو، ”تون وڏو فراڊ آهين. ڳالهائڻ جو موقعو ملندءِ تہ لڙڪي پوندين.“

”هڪ منٽ لاءِ منهنجي ڳالهہ تہ ٻڌ.“ چيم، ”مان هن وقت جناح اسپتال جي اسپيشل وارڊ ۾ لڳل ٽيليفون بوٿ مان ڳالهائي رهيو آهيان.“

”ضرور ڪنهن بدنصيب ليڊي ڊاڪٽر، يا مَت جي ماريل ڪنهن نرس کي گوهي ڏيڻ ويو هوندين.“ ناز ڏاڍي پيار وچان چيو، ”مان توکي مارشل لا ريگيوليشن نمبر نامعلوم مطابق حڪم ٿي ڏيان، تہ هڪدم آفيس هليو اچ.“*

ناز جي سڏڻ ۾ ايڏو تہ اٿاهہ پيار هو، جو چئي وينس، ”تو مونکي

* 1970ع واري دؤر ۾ ذري گهٽ روزانو هڪ مارشل لا ريگيوليشن جاري ٿيندو هو.“

پنهنجو سمورو پيار ڏيئي ڇڏيو آهي، ناز، پر توکي ڏيڻ لاءِ مون وٽ ڪجهه به ڪونهي.“

ڪلندي چيائين، ”فلمي مڪالما ڳالهائڻ بند ڪر، ۽ هڪدم هيڏانهن هليو اچ. مان رسيور رکان ٿي.“

ناز رسيور رکي ڇڏيو.

مان ڪمري نمبر 42 ۾ موٽي آيس. صنوبر سيڊيٽو انجيڪشن جي اثر هيٺ هئي. آپا پلنگ جي پاسي کان ڪرسيءَ تي ويٺي هئي.

آپا کي چيم، ”مان ڪجهه دير لاءِ آفيس وڃان ٿو. صنوبر جو خيال رکجانءِ.“

ڪمرو ڇڏڻ کان اڳ صنوبر کي نرڙ تي ڀُڪي ڏنم. اکيون اندر جي اڌمن کان پُرجي آيون. تڪڙ ۾ ڪمري مان نڪري ويس.

سسٽرس روم ۾ سسٽر نرگس کي پنهنجي آفيس جو فون نمبر ڏيندي چيم، ”مان جلد موٽي ايندس. هيءُ منهنجي آفيس جو نمبر آهي.“

ٻه قدم ڪٽي مان بيهي رهيس. سسٽر ڏانهن پٺي هئي. چيم، ”مان پاڻ سان عجيب وسوسن ۽ وهمن جو وجود کڻيو ٿو وڃان. صنوبر جو خيال رکجانءِ.“

سسٽر نرگس جي جواب جو انتظار نه ڪيم. وارڊ مان نڪري ويس.

پوءِ، جڏهن ٽيڪسي ڊرائيور کي پنهنجي آفيس جو ڏس ڏيئي، ٽيڪسيءَ جي سيٽ سان مٿو لڳائي ڇڏيم، تڏهن زمان حال کان ڇڳي ڌار ٿي ماضيءَ جي خلائن ۾ ڀٽڪڻ لڳس. صنوبر سان شادي ڪرڻ مهل، مون هڪ گهڙيءَ لاءِ به نه سوچيو هو، ته مان صنوبر سان شادي ڪري موت کي نه، بلڪ پاڻ کي شڪست ڏيئي رهيو هوس. مون ائين نه ڀانيو هو، ته صنوبر کي وهمن ۽ سنسن جي سوريءَ تان لاهي، ڪيس پنهنجي اتاولي روح جي رڻ ۾ رولي رهيو هوس. ان وقت مون اهو نه سمجهيو هو، ته مان معاشري جي ٺيڪيدارن کي نيچو نوائڻ لاءِ پنهنجي زندگي مسلسل آزمائش جي حوالي ڪري رهيو هوس. هوءَ اسان جي پرسان خالي فليٽ ۾ پنهنجي ڀيءُ، ماءُ ۽ ٽن ننڍڙين ڀينرن سان اچي رهي هئي. پاڻ سان منحوس هئڻ جي بدنامي کڻي آئي هئي. هن جو هڪ ڀيرو ڪڏهن ٽن ماڻهن سان مڱڻو ٿيو هو، ٽن مان

هڪ ڇٽو هاڪس بي تي سمنڊ ۾ ٻڏي ويو، پيو اپنڊ سائيٽس جي آپريشن ۾، ۽ ٽيون سپر هاءِ وي تي ايڪسيڊنٽ ۾ گذاري ويو. هوءَ احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿي پاڙي وارن کان منهن لڪائيندي وتندي هئي. انهن ڏينهن مان يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هوس. خوابن تي اعتبار نہ ڪندو هوس.

صنوبر ڪي دقيانوسي روايتن ۽ بي بنياد وهمن جي گهاٽي ۾ پيڙجندي ڏسي، هڪڙي ڏينهن اوچتو ئي اوچتو منهنجي وجود ۾ ڇپ هٽي ويٺل سرڪش انسان جاڳي اٿيو. مون امڙ کي چيو هو، ”مان صنوبر سان شادي ڪندس، ۽ موت کي شڪست ڏيندس.“ منهنجي ان جملي کان پوءِ مونکي صنوبر سان شادي ڪرڻ لاءِ معاشري سان جيڪا جنگ جوٽڻي پئي، تنهن لاءِ مون کي ٻي ڪا ڪهاڻي لکڻي پوندي. انهن ئي ڏينهن ۾، جڏهن منهنجي ۽ منهنجن مائٽن جي وچ ۾ ڪشمڪش هلي رهي هئي، تڏهن، هڪ دفعي صنوبر مون کان پڇيو هو، ”آخر اوهين چاهيو ڇا ٿا. مون سان شادي ڪري.“ ۽ مون کيس فقط هڪ جواب ڏنو هو تہ، ”مان تنگ نظر معاشري جي وهمن کي شڪست ڏيندس. مان توسان شادي ڪندس. مونکي توسان شادي ڪرڻ کان ڪوبہ روڪي نہ سگهندو.“

مونکي ڪوبہ روڪي نہ سگهيو هو. مون صنوبر سان شادي ڪري ڇڏي هئي. پر مونکي خبر نہ هئي تہ اڳتي هلي خوابن جي ايوانن مان ڇوڪري نڪري ايندي، ۽ هن جو نالو فريده ناز هوندو، ۽ هوءَ مونکي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي ڪشمڪش ۾ وجهي ڇڏيندي.

ٽيڪسيءَ ۾، سيٽ جي پٺيءَ سان ڪنڌ لڳائي مان ياد ڪندو رهيس تہ مون کي صنوبر کان ڌار ڪرڻ لاءِ قانون جي ٺيڪيدارن کان وٺي معاشري جي تماشٿن تائين، سڀني زور آزمايو هو. سندن زورآوري منهنجي ضد کي لوهہ ڪري ڇڏيو هو. ان ڏينهن، جناح اسپتال کان آفيس تائين ويندي، مان سوچي رهيو هوس، تہ صنوبر جيڪڏهن مونکي آزمائش ۾ جڪڙيل نہ ملي ها، ۽ عام رواجي حالتن ۾ ملي ها، تہ مان شايد ساڻس شادي هرگز نہ ڪريان ها. ڪيس پنهنجي جنگجو ۽ باغي زندگيءَ جو ساٿي نہ ڪريان ها. هو اذيتناڪ احساس مونکي ولوڙيندو رهيو، تہ صنوبر منهنجي ڪشمڪش ۽ معاشري جي شڪست جو يادگار هئي، ۽ مونکي ساڻس محبت نہ هئي.

پوءِ جڏهن ٽيڪسي آفيس جي در وٽ بيٺي، تڏهن مان محسوس ڪري رهيو هوس، تہ اندر جي عدالت ۾ مان فريادي، مان ڏوهاري، ۽ مان ئي منصف هوس.

آفيس ۾ مون ڪنهن سان نہ ڳالهايو. سڌو پنهنجي ڪمري ڏانهن هليو ويس. ان ڪمري ۾ فريده ناز ۽ مان ويهندا هئاسين. اسين ٻئي سروي آفيسر هئاسين.

هوءَ سال کن اڳ ايڪنامڪس ۾ ايم. اي ڪري، نئين سنئون سروي آفيسر اچي ٿي هئي. آفيس ۾ جاءِ جي تنگيءَ سبب کيس منهنجي ئي ڪمري ۾ ويهاريو ويو هو.

پهرين ڏينهن مون بيخياليءَ مان ڪنڌ کڻي جڏهن ڏانهس ڏٺو هو، تڏهن روح تائين ڏونڌاڙجي ويو هوس. مون ائين محسوس ڪيو هو، ڄڻ موهن جو دڙو ٻيهر آباد ٿي عورت جو روپ ڌاري منهنجي آڏو اچي بيٺو هو. مون ائين محسوس ڪيو هو، ڄڻ سنڌ جي ڳوهيل مٽيءَ ۾ ساهہ پئجي ويو هو. مون ائين محسوس ڪيو هو، ڄڻ منهنجي وڪريل خوابن کي سنڌو نديءَ جهڙي جيئري جاڳندي تعبير ملي هئي. مون وساري ڇڏيو تہ مان شادي ڪيل هوس. پوءِ مان، جيڪو سرڪش سڏبو هو، ۽ سڏبو آهيان، ناز ڏانهن ائين ڇڪجي ويس، جيئن ٿڪل روح ڪنهن عبادتگاهہ ڏانهن ڇڪجي ويندو آهي.

مان ڪمري ۾ داخل ٿيس.

ناز اچرج وچان مون ڏانهن ڏٺو. پوءِ کلندي چيائين، ”ماڻهو آهين يا بن مانس؟ ائين ٿو لڳين ڄڻ باغيچي مان ڀڄرو ڀڄائي نڪتو آهين.“

ڏانهس ڏسندي چيم، ”مان تنهنجي لاءِ دنيا جي هر پابندي ڀڃي سگهان ٿو، ناز.“

”اجايو رستم نہ ٿيءُ.“ ناز چيو، ”پنهنجي حالت ڏٺي اٿئي؟“

منهنجا ڪپڙا ميرا، مروڙيل، ۽ ڏاڙهي ڇئن ڏينهن جي وڌيل هئي.

چيم، ”ان ڪري تہ آفيس نہ پئي آيم.“

”تون وڏو حرفتي ۽ ڊرامائي شخص آهين.“ ناز چيو، ”مان تنهنجي هر حرڪت کي شڪ جي نگاهہ سان ڏسندي آهيان.“

”تنهنجو شڪ اجايو آهي.“

”ڇو؟“

”ڇو جو مان توسان ڊرامو ڪيڏي نہ ٿو سگهان.“

”مونکان ڊڄين ٿو؟“

”مان تنهنجو احترام ڪندو آهيان.“

”هائو، هائو!“ هن کلنديٰ چيو، ”مان تنهنجي ماسترياڻي آهيان نہ، جو منهنجو احترام ڪندو آهين!“

اتاهہ مايوسين ۽ پريشانين هوندي بہ مان مرڪي ويٺس. ڪجهہ دير لاءِ پاڻ کي ذهنيٰ طرح آجو محسوس ڪيم. ٽڪ ٻڌي ناز ڏانهن ڏسڻ لڳس.

ناز جي چپن تي مرڪ تري آئي. چيائين، ”شرم نہ ٿو اچيئي، ڪنهن ڌاريءَ ڇوڪريءَ کي اهڙي نموني گهوريندي؟“

پنجن ڏينهن ۾ مان پهريون دفعو کليس. چيم، ”توڏانهن ڏسڻ جي ڏوهہ ۾ جيڪڏهن موت جي سزا مليم، تڏهن بہ توڏانهن ائين ئي ڏسندو رهندس.“

هوءَ ٿهڪ ڏيئي کلي پيئي، چيائين، ”هاڻي خدا جي واسطي اهو نہ چئجانءِ تہ مونکي توسان محبت آهي.“

چيم، ”جيڪڏهن مونکي سچ پچ توسان محبت ٿي بہ وڃي، تہ مان ان جو اظهار نہ ڪندس.“

”ڇو؟“

”ڇو جو توسان محبت ڪرڻ جو مونکي حق ناهي.“

پڇيائين، ”مون سان وڙهندين ڇا؟“

ڏانهس ڏسندي چيم، ”مان توسان ڪيئن وڙهي سگهندس،“ ڇري!“

”توتي ڪهڙو اعتبار!“

”اها ڳالهہ دل سان ٿي چوين؟“

”مان دل جي ڳالهين کي وڏيڪ اهميت نہ ڏيندي آهيان.“

”ڇو؟“

”ڇو جو دل انسان کي محبت جي دوکي کان سواءِ ڪجهہ نہ ڏيندي آهي.“

”تو ڪڏهن بہ محبت نہ ڪئي آهي؟“

”تون پٿر دل تہ ناهين، ناز؟“

ناز کل ۾ ويڙهجي ويئي. چيائين، ”مان ڪو - ايڊيوڪيشن

اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهي آهيان. ان دوران گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڊزن ڇوڪرا، ليڪچرار، پروفيسر، پاڙيوارا، مائٽ وغيره وغيره مونسان محبت جو اظهار ڪري چڪا آهن.“

مان ڏانهس ڏسندو رهيس.

ناز چيو، ”ڪمال آهي، تو اڃا تائين محبت جو اظهار نہ ڪيو آهي.“

مون غور سان ڏانهس ڏٺو.

پڇيائين، ”ڇا پيو ڏسين؟“

ورائي پڇيومانس، ”تو بہ ڪڏهن ڪنهن سان محبت ڪئي آهي، ناز؟“

”الاءِ.“

”اهو تہ ڪو جواب ناهي.“

”ڇو ٿو پڇين؟“

”اهو بہ منهنجي سوال جو جواب ناهي.“

پينسل ڳل تي رکي ڪجهہ سوچيائين. پوءِ چيائين، ”سمجهان ٿي، اڃ تائين شايد مون ڪنهن سان بہ محبت نہ ڪئي آهي.“

”خوشنصيب آهين، ناز.“ مان ناز جي ميز اڳيان اٿي، پنهنجي ڪرسيءَ تي وڃي ويٺس. چيم، ”خوش نصيب آهين، جو ڪنهن کي دل جو ڏٿي نہ ڇاتو اٿئي – ڪنهن سان محبت نہ ڪئي اٿئي.“

ناز پنهنجي ڪرسيءَ تان اُٿي آئي.

هوءَ هلندي هئي، تہ مان ائين محسوس ڪندو هوس، ڄڻ سموري ڪائنات جو نظام ساڻس گڏ هلڻ لڳندو هو. سندس وک وک مان اڻلکو سنگيت پڌڻ ۾ ايندو هو. هوءَ کلندي هئي، تہ ڪائنات جو ذرو ذرو زندگيءَ سان ٽمٽار ٿي پوندو هو.

ناز منهنجي سامهون اچي ويهي رهي. مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. سيلاني فلسطيني ڇوڪرين جي اکين جي تعريف ڪندا آهن، مون ناز جي اکين ۾ سنڌ جي سونهن ڏٺي هئي. مون ناز جي اکين ۾ موهن جي دڙي جون ڏفلن ٽيل مشعلون ٻرندي ڏٺيون هيون. مون ناز جي اکين ۾ سنڌي تهذيب جي چقمق وانگر ڇڪ ڪندڙ ڪشش محسوس ڪئي هئي.

ناز پڇيو، ”سچ ٻڌاءِ، پنجن ڏينهن کان ڪٿي هئين ۽ ڇا پئي ڪيءِ؟“
وراڻيم، ”جتي به هوس، توکي ياد ڪندو رهيس.“
”مونکي ان ڳالهه سان تر جيتري به دلچسپي ناهي ته تو مونکي ياد ڪيو هو، يا نه.“ ناز ميز تي ٻانهون رکندي چيو، ”اهو ٻڌاءِ ته پنجن ڏينهن ۾ ڇا ڪندو رهيو آهين، ۽ ڪٿي هئين؟“
جواب ڏيڻ بدران چيم، ”ڇا اهو ممڪن ناهي ته ٻاڻ هتان نڪري هلون، ۽ ڪافي هائوس ۾ هلي ويهون!“
ڪجهه اچرج مان چيائين، ”هيڻئر آيو آهين، ۽ وري پنجن منٽن ۾ آفيس مان پڇين ٿو!“
چيم، ”هتي منهنجو ساهه ٿو مُنجهي.“
ناز غور سان مون ڏانهن ڏٺو. ڪجهه دير تائين هوءَ مون ڏانهن ڏسندي رهي. پوءِ چيائين، ”تون وڏو فراڊي ۽ ڊرامائي شخص آهين. تنهنجي هر حرڪت کي مان شڪ جي نگاهه سان ڏسندي آهيان. پر اڄ تنهنجي حالت ڏسي سمجهان ٿي، ضرور ڪنهن ڪشمڪش ۾ مبتلا آهين.“
”تو زندگيءَ ۾ پهريون، ۽ شايد آخري دفعو منهنجي باري ۾ صحيح رايو ڏنو آهي.“ چيم، ”هل ناز. ڪافي هائوس تائين هلون.“
چيائين، ”پنهنجي حالت ڏٺي اٿئي؟“
”مان پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهيان. ڪنهن جو غلام ناهيان.“
چيم، ”باقي توکي جيڪڏهن اعتراض هجي، ته پوءِ مان توکي هلڻ لاءِ زور نه ڪندس.“
ناز پرس کڻي اُٿي بيٺي. چيائين، ”بل مان پريندس متان اتي هلي مونسان جهيڙو ڪرين.“
چيم، ”تون شوق سان بل ڏجانءِ. مان بلڪل ڪنگال آهيان. مون هن مهيني جي پگهار نه ورتي آهي.“
اسين ڪافي هائوس جي هڪ ڪنڊ ۾ اچي ويٺاسين.
آفيس جي گوڙ کان گهبرائجي اسين اڪثر ڪافي هائوس ۾ وڃي ويهندا هئاسين. ان ڏينهن جڏهن ڪافي هائوس جي ساڳي ڪنڊ ۾ وڃي ويٺاسين، تڏهن، تڏهن منهنجي اندر ۾ اُڻ تڻ هئي.

روح اپاٽڪو محسوس پئي ٿيو. مون ناز کي چيو، ”اڄ دل چاهي ٿي، توسان ايتريون ڳالهيون ڪريان، جو سموري جڳ جا جملا ۽ لفظ ختم ٿي وڃن، پر منهنجيون ڳالهيون ختم نہ ٿين.“

”تون ٿڪل آهين، ۽ شايد چئُن – پنجن ڏينهن کان وهنتو بہ ناهين، اهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين.“ ناز چيو، ”توکي گرم ڪافي ۽ چڪن سينڊوچز جي سخت ضرورت آهي.“

هوءَ مون ڏانهن ڏسي مرڪڻ لڳي. مان ڪوشش جي باوجود مرڪي نہ سگهيس. ناز جي چپن تا مُرڪ غائب ٿي ويئي. چيائين، ”تون مهينن جو بيمار ٿو ڏسجين.“

مون کيس جواب نہ ڏنو.

چيائين، ”ائين ٿو لڳي چڻ جيل ڪاٽي آيو آهين.“

وراڻيم، ”ڪجهہ انسان پنهنجا قيد خانا پاڻ سان کڻي گهمندا آهن. هو پنهنجي قيدخاني مان آزاد ٿي نہ سگهندا آهن. مان انهن انسانن مان هڪ آهيان.“

ناز هڪدم پنهنجي مُٺ منهنجي پانهن ۾ وجهي ڇڏي. پڇيائين، ”ڇا ٿيو اٿئي؟“

چيم، ”مان ڪشمڪش جي سوريءَ تي لٽڪيل آهيان، ناز ڪنهن بہ وقت دم ڏيئي سگهان ٿو.“

ناز مونسان ڪلندي هئي، چرچا ڪندي هئي، منهنجين هوائي ڳالهين تي ٽهڪ ڏيندي هئي. پر هوءَ جڏهن گنڀير ٿيندي هئي، تڏهن ائين محسوس ڪندو هوس، چڻ سمورو سنسار اُداس ٿي ويندو هو. پڇيائين، ”پنجن ڏينهن کان ڇا پئي ڪيرءِ؟“

”جنگ پئي ڪيم.“

”ڪنهن سان؟“

”پاڻ سان.“

”خدا جي واسطي ڪتابي نموني نہ ڳالهاءِ. ماڻهن وانگر ڳالهاءِ.“ ناز ورجائي پڇيو، ”ڪٿي هئين پنجن ڏينهن کان؟“

ناز کان نظرون بچائڻ لڳس.

پڇيائين، ”مونکي نہ ٻڌائيندين؟“

مون ڦٽڪي ڏانهس نهاريو. چيم، ”وس پڇيم تہ توکي جيڪر پنهنجي اندر جو اُهو منظر ڏيکاريان، جنهن ۾ مان روح تائين پڳل آهيان، پُريل آهيان.“

ناز اُتاولي ٿي پيئي. پڇيائين، ”مونسان جناح اسپتال مان پئي ڳالهايوءِ نہ؟“

”ها.“

”ڇا پئي ڪيئہءِ اتي؟“

جواب ديويءَ جي ٿاريءَ وانگر منهنجيءَ نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو. ڪجهہ چئي نہ سگهيم.

ناز ورجائي پڇيو، ”جناح اسپتال ۾ ڇا پئي ڪيہءِ؟“

جواب لاءِ مونکي ناز جو ئي جملو ياد آيو. چيم، ”تنهنجي چوڻ موجب ڪنهن بدنصيب ليڊي ڊاڪٽر يا نرس کي پاسو پئي ڏنم.“

”چرچي ۾ ڳالهہ نہ ٽار.“ پڇيائين، ”طبيعت ڪيئن اٿئي؟“

”ٺيڪ آهيان.“

”تہ پوءِ جناح اسپتال ۾ ڇا پئي ڪيہءِ؟“

”موت سان جنگ پئي ڪيم.“

هڪدم منهنجو هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ ڪٽي ورتائين. چيائين، ”تون بيمار هئين! مونکي خبر ڇو نہ ڏنئہءِ. مونکي ڌاريو ٿو سمجهين؟“

مون ٿڌو ساهہ کنيو. چيم، ”مان بيحد ٿڪل آهيان. مونکي چڪن سينڊوچز ۽ گرم ڪافيءَ جي ضرورت آهي.“

”منهنجا جملا مون تي ئي نہ آزماءِ.“ ناز منهنجو هٿ ڇڏي ڏنو. صوفي کي ٽيڪ ڏيئي ويٺي.

بيرو آرڊر وٺڻ آيو.

ناز کيس ڪافي، ۽ چڪن سينڊوچز آڻڻ لاءِ چيو. پوءِ ڪجهہ دير تائين اسين خاموش ويٺا رهياسين ۽ اوپرن وانگر هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين.

بيرو ڪافي ۽ سينڊوچز کڻي آيو.

ناز ٻنا کير ۽ کنڊ جي ڪافيءَ جو ڪوپ ٺاهي منهنجي اڳيان رکيو، ۽ پوءِ کنڊ جهڪائي پنهنجي لاءِ ڪوپ ٺاهڻ لڳي.

کيس خاموش ڏٺم، تہ پڇيم، ”مونسان نہ ڳالهائيندينءَ، ناز؟“

ناز جو ڪنڌ جهڪيل رهيو. وراڻيائين، ”جڏهن تون مونکي پنهنجو نٿو سمجهين، مونکي غير ٿو سمجهين، تڏهن تو جهڙي اوپري شخص سان ڳالهائي ڇا ڪريان!“

”نہ تون سرمائيدار آهين، ۽ نہ مان. تنهنڪري تنهنجي منهنجي ڳالهائڻ مان ڪنهن بہ قسم جي اقتصادي يا مالي پيداوار تي اثر نہ پوندو.“ چيم، ”اسان کي پنهنجون اجايون سجايون ڳالهيون جاري رکڻ گهرجن.“

ناز چيو، ”مان محسوس ڪيان ٿي، تہ تون ڪنهن بيپناهہ پريشانيءَ هيٺان چٿيو پيو آهين. پر ظاهري طرح پاڻ کي خوش مزاج ۽ مطمئن ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪرين. تون بلڪل فراڊ آهين.“

مون محسوس ڪيو، ڄڻ ناز منهنجي پناهہ گاهہ ۾ ڪاهي آئي. منهنجي وجود تان خود فريبيءَ جي لوهي زره لاهي ورتائين. مان پاڻ کي بيحد ڪمزور ۽ اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳس.

ناز ڪجهہ ڪاوڙ وچان، ”مرد وڏو فريبي ۽ چالباز هوندو آهي. هو جيستائين ڪنهن عورت سان محبت نہ ڪندو، تيستائين پنهنجو راز ڪيس نہ ٻڌائيندو.“ مون حيرت وچان ڪنڌ کڻي ڏانهس نهاريو.

ناز چيو، ”مونکي خبر آهي تہ تون مونسان محبت نہ ٿو ڪرين. تون مونسان ڪڏهن بہ محبت نہ ڪندين - بلڪ ڪنهن سان بہ محبت ڪري نہ سگهندين.“

”ڇو؟“

”ڇو جو تون بنيادي طرح بيوفا ۽ دغا باز آهين.“

”تون سچ ٿي چوين.“ اندر اڌ ٿي پيو. چيم، ”تون سچ ٿي چوين. مان بنيادي طرح بيوفا آهيان.“

مون شدت سان پاڻ کي دغاباز محسوس ڪيو، فريبي محسوس ڪيو. مون محسوس ڪيو تہ مان صنوبر جي بي پناهہ محبت، ۽ چري چاهت سان دوکو ڪري رهيو هوس، مان ان عورت کي فريب ڏيئي رهيو هوس، جنهن گذريل ٽن سالن کان مون جهڙي چڙواڪ، سرڪش ۽ باغيءَ جي ڏينهن رات خدمت ڪئي هئي. مان ان عورت سان دغا ڪري رهيو هوس، جنهن مونکي آسودو رکڻ پنهنجي زندگيءَ جو مقصد سمجهيو هو - جنهن مونکي

ايڏو پيار ڏنو هو، جنهن جو مثال ڏيئي نٿو سگهجي. مون محسوس ڪيو ته، سچ پچ ڪنهن به عورت سان محبت ڪري نه سگهندس. مان جڏهن صنوبر کي سندس بيغرض پيار جي عيوض موت ۾ دوکو ڏيئي سگهان ٿو، تڏهن دنيا جي هر عورت سان دوکو ڪري سگهان ٿو! مان ناز سان به دوکو ڪري رهيو هوس. اهو پڏائڻ بنا، ته مان شادي ڪيل هوس، مان ناز کي درد جي سفر ۾ پاڻ سان گهلي رهيو هوس. ان اذيتناڪ گهڙيءَ ۾ مونکي پڪ ٿي ويئي ته مان بنيادي طرح رولاڪ ۽ اٿپائيتڪو آهيان. منهنجو پيار چيٽ جي ڪڪري آهي. منهنجي محبت هماليه جي برف آهي. مان ڪچيءَ مٽيءَ جو ڏيئو آهيان ۽ آهستي آهستي پڇي پري، وسامي رهيو آهيان. مان ٻاڙي پاٽيءَ جو کوهه آهيان. مون مان ڪوبه فيض پرائي نه سگهندو.

"ڇا پيو سوچين؟"

ناز جي آواز تي سوچ جو سلسلو ڇڄي پيو.

"ڇا پيو سوچين؟" هن ورائي پڇيو.

"پاڻ کي مينگنيفائنگ شيشي هيٺان رکي ڇڏيو هوم."

"واهه جي ڳالهه تاري اٿئي."

"پاڻ کي ضمير جي آئيني ۾ پٽي ڏٺم."

"ڇا ڏٺئه؟"

"هڪ بيوفا، دغا باز ۽ فريبيءَ جي پوائتي شڪل."

ناز چيو، "مونکي پڪ ٿي ويئي آهي ته تون بيحد خطرناڪ شخص آهين."

"مان فقط پنهنجي وجود لاءِ خطرناڪ آهيان. مان اُهو وڇون آهيان، جيڪو پنهنجي زهر سان مري ويندو آهي."

"پويان پنج ڏينهن تنهنجي زندگيءَ ۾ زلزلو ڪٽي آيا آهن." ناز پڇيو، "گذريل پنجن ڏينهن کان جناح اسپتال ۾ ڇا پئي ڪيئه؟"

"ست منجهي پيو هو. ان کي پئي سلجهايم."

"سلجهيو؟"

"ان باري ۾ تنهنجي مدد جو محتاج آهيان."

ناز ڪجهه حيرت مان پڇيو، "ڇا ڳالهه آهي؟"

آزمائش جي صليب تي لٽڪي پيس، ڪجهہ سوچيندي چيم، ”منهنجي بيحد ويجهي دوست جي گهر واري بيمار آهي. هوءَ موت ۽ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ مبتلا آهي.“

ناز ڪجهہ حيرت وچان چيو، ”پر تنهنجي حالت ۾ ائين پيو لڳي، ڄڻ تنهنجي ڪا پنهنجي زال بيمار هجي!“

مونکان ڇرڪ نڪري ويو.

”سچ ٻڌائجانءِ. ڪٿي تنهنجي زال تہ بيمار ناهي.“ ناز جي منهن تي معنيٰ خيز مرڪ تري آئي. چيائين، ”پر تون شادي شده ٿي ئي نٿو سگهين. تنهنجا افعال شادي ڪيل مردن جهڙا ناهن.“

مان ڪن لاءِ ناز جي ذهانت ڪان ڊجي ويس.

هوءَ ٽڪ ٻڌي مونڏانهن ڏسڻ لڳي، ساڳي معنيٰ خيز مُرڪ سندس چپن تي ايندي رهي. پڇيائين، ”ڳالهائين ڇو نٿو!“

چيم، ”مان سخت پريشان آهيان، ناز.“

دوست جي زال لاءِ ايتريقدر پريشان نہ ٿبو آهي، چريا.“ ناز چيو، ”اجايو پاڻ بدنام ٿيندين، پنهنجي دوست جي گهر واريءَ کي بہ بدنام ڪندين.“

مون ڪلڻ جي ڪوشش ڪئي.

ناز چيو، ”في الحال تون ڪلڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏ. مونکي تنهنجي ڪلڻ تي روئڻ ٿو اچي.“

مون زهر جهڙي ڪافيءَ جي سپ پري، مٿو صوفي جي ٽيڪ سان لڳائي، اکيون بند ڪري ڇڏيم.

ناز چيو، ”مان ڪنهن ڪنهن وقت تنهنجي باري ۾ سوچيندي آهيان.“

”ڇا؟“

”تہ تو اڃا تائين شادي ڇو نہ ڪئي آهي.“

مون اکيون کولي ناز ڏانهن نهاريو. مون کي ناز تي رحم آيو. ڪيس جواب ڏيڻ بدران چيم، ”منهنجي دوست جي گهر واري جناح اسپتال ۾ داخل آهي. ڪيس ڪينسر آهي.“

”ڪيس ڪينسر آهي!“

”ها. سڀاڻي سندس آپريشن آهي.“

ناز ميز تي ٻانهون رکي،مون ڏانهن ڏسندي چيو، ”اڄڪلهہ ڪينسر جون ڪامياب آپريشنون ٿي رهيون آهن. هوءَ ٺيڪ ٿي ويندي.“

”ها، ناز. هن جي آپريشن ڪامياب ٿيڻ گهرجي. اها منهنجي تمنا آهي. اها منهنجي دعا آهي.“ مون ناز کان نظرون بچائيندي پڇيو، ”هن غريب زندگيءَ ۾ هزارين ڏک ڏنا آهن – هزارين سور سَنا آهن. منهنجي تمنا آهي تہ هوءَ چاڪ ٿي وڃي.“

ناز منهنجين اکين ۾ نهاريو. ڄڻ منهنجي اُتڻ جو انت لهڻ جي ڪوشش پئي ڪيائين. ڪجهہ اچرج وچان چيائين، ”تنهنجي پريشاني معنيٰ خيز آهي.“

هڪدم چيم، ”مان پنهنجي دوست لاءِ پريشان آهيان.“

”ڇو؟“

”ڇو جو هو ڪشمڪش جي سوريءَ تي لٽڪيل آهي.“

”ڪيئن؟“

”سندس گهر واري اسپتال ۾ داخل آهي. سڀاڻي سندس آپريشن آهي.“ ٿڌو ساهہ کڻندي چيم، ”۽ منهنجو دوست...“ مان جملو پورو ڪري نہ سگهيس.

ناز پڇيو، ”ڇا ٿيو آهي تنهنجي دوست کي؟“

مون جواب ڏيڻ کان اڳ ناز جي اکين ۾ نهاريو. اکين جي ڪنڊن ۾ اٿلڪي اُداسي تري آئي هيس. هوءَ بيحد ذهين هئي. جهٽ ڳالهہ جي تہ تائين پهچي ويندي هئي. هن ورجائي پڇيو، ”ڇا ٿيو آهي تنهنجي دوست کي؟“

صوفي جي ٽيڪ سان مٿو لڳائيندي چيم، ”هو خوابن جي ايوانن ۾ ڀٽڪي رهيو آهي.“

”ڇا!“

”اهو ڄاڻندي بہ، تہ هو شادي ڪيل آهي، هن هڪ ٻيءَ ڇوڪريءَ جو پيار واڳهہ نک وانگر پنهنجي سيني ۾ داخل ڪري ڇڏيو آهي.“

”بيوفا،“ ناز جي وات مان هڪدم نڪري ويو.

”نہ. هو بيوفا ناهي.“ مان ڦٽڪي اُٿيس. ساهہ ۾ پوسٽ محسوس ڪيم، چيم، ”هو مرندي مري ويندو، پر پنهنجي گهر واريءَ سان بيوفائي نہ ڪندو.“

ناز مون ڏانهن ڏٺو. هن جي ڏسڻ ۾ الاءِ ڇا هو، جو مان بيچيني محسوس ڪرڻ لڳس. پڇيائين، ”تہ پوءِ تنهنجو دوست ٻيءَ ڇوڪريءَ جي چڪر ۾ پيو آهي.“

”ٻي ڇوڪري هن لاءِ فقط ٻي ڇوڪري ناهي.“ دل جو ڌڙڪڻ درد سان شامل ٿيندو ويو. مون ناز جي عميق اکين ۾ نهاريندي چيو، ”اُها ٻي ڇوڪري هن جي روح جو سونهو آهي. اُها ٻي ڇوڪري منهنجي دوست جي مسلسل ڳولا جي منزل آهي. پر ڪيس خبر آهي، تہ پنهنجي منزل اکين آڏو ڏسڻ کان پوءِ بہ هو منزل تائين پهچي نہ سگهندو.“

ناز اُداس ٿي ويئي. سمورو سنسار اُداس ٿي ويو. ناز پڇيو، ”اُها ٻي ڇوڪري بہ تنهنجي دوست سان محبت ڪندي آهي؟“

”ها. پر هوءَ پنهنجي محبت جو اقرار نہ ڪندي آهي.“

”ڪيس خبر آهي تہ تنهنجو دوست شادي ڪيل آهي؟“

”نہ.“

”تنهنجو دوست ساڳئي وقت ٻن ڇوڪرين سان دوکو ڪري رهيو آهي.“

”نہ نہ.“ مان وڏجي ويس. چيم، ”هو فقط پاڻ سان دوکو ڪري رهيو آهي.“

پڇيائين، ”توکي ڪيئن خبر پيئي؟“

چيم، ”مان سندس دل جو درد ڄاڻي سگهان ٿو. سندس پريشاني سمجهي سگهان ٿو.“

پڇيائين، ”تو اُها ڇوڪري ڏٺي آهي، جنهن کي تنهنجو دوست دل جي گهراين مان چاهيندو آهي؟“

”ها.“

”ڪيئن آهي؟“

”هن لاءِ مري سگهجي ٿو.“

”۽ تنهنجي زال ڪيئن آهي؟“

مون کان ڇرڪ نڪري ويو. بدحواس ٿي ناز ڏانهن ڏٺم. فقط ايترو چيم، ”منهنجي زال!“

”منهنجو مطلب آهي، تنهنجي دوست جي زال ڪيئن آهي؟“

”هن جهڙي سياجهڙي ۽ سلڇڻي عورت مون اڄ تائين نہ ڏٺي آهي.“

”تہ پوءِ تنهنجو دوست ساڻس بيوفائي ڇو ڪري رهيو آهي؟“

”هو بيوفا ٿي نٿو سگهي!“ مان ڦٽڪي پيس. ڇيم، ”مان اڳ بہ توکي ٻڌائي چڪو آهيان تہ هو مرندي مري ويندو، پر پنهنجي زال سان بيوفائي نہ ڪندو.“

”تہ پوءِ هو ڪانئس پري ڇو ٿي ويو هو؟“

”هو ڪيس ڪڏهن بہ ويجهو نہ هو.“

”تہ پوءِ هن ساڻس شادي ڇو ڪئي؟“ ناز جو سوال ٻرڇيءَ وانگر منهنجي هنيانءَ ۾ لڳو.

ڇيم، ”منهنجي دوست ان عورت کي دقيانوسي رواجن، ۽ بي بنياد وهمن جي گهاٽي ۾ پيڙجندي ڏٺو هو. ۽ پوءِ هن سرڪش، ضد ۾ اچي معاشري جي گماشتن سان جنگ جوٽي، ان عورت کي وهمن ۽ سنسن جي گهاٽي مان ڪڍي ورتو، ۽ ساڻس شادي ڪري ڇڏي.“

ناز جي اکين جون پتيلون هڪ هنڌ بيهي رهيون. هوءَ خاموش ويئي رهي. سندس خاموشي صدين جي سوداءُ وانگر طويل ۽ بي انت هئي. هن نيٽ ڳالهايو، پر اوپري، ۽ ٽڪل ٽڪل لهجي ۾ چيائين، ”آدرشي مرد پڇتائيندا ناهن.“

”هن پنهنجي فيصلي تي پڇتايو ناهي.“ هڪدم ڇيم، ”هو ڪڏهن بہ پنهنجي فيصلي تي نہ پڇتائيندو.“

ناز جي سنڌوءَ جهڙين اکين ۾ غمن جا سڙهہ سڌا ٿيڻ لڳا. جنهن گهمسان کي مون سيني ۾ سانڍي ڇڏيو هو، سو گهمسان منهنجي وجود کي ويران ڪرڻ لڳو.

ناز پڇيو، ”توکي پڪ آهي تہ، اُها ڇوڪري بہ تنهنجي دوست سان ايڏي ئي محبت ڪندي آهي!“

مون ناز جي اکين ۾ نهاريو، جن ۾ ڪڪر ڪارونيار تري آيا هئا. هوءَ بيحد ذهين هئي. هوءَ پنهنجي ۽ منهنجي زندگيءَ جي المناڪ ڊرامي جي دردناڪ پڇاڙيءَ تائين پهچي ويئي هئي.

چيائين، ”مان سمجهان ٿي، اُها ڇوڪري بہ تنهنجي دوست سان پوڄڻ جي حد تائين محبت ڪندي آهي، پر اقرار نہ ڪندي آهي.“

پڇيمر، ”توکي ڪيئن خبر پيئي؟“

هن منهنجو ئي جملو ورجايو. چيائين، ”مان سندس دل جو درد چاٺي سگهان ٿي – سندس پريشاني سمجهي سگهان ٿي.“

مون وڇوڙو ڀڏو آهي، ڏٺو ناهي. جيڪڏهن ڪو ڏٺو آهي، تہ اُهو ناز ۽ پنهنجو وڇوڙو ڏٺو آهي.

مون ناز کي چيو، ”ياد اٿئي ناز، هڪ دفعي تون ۽ مان ڪئپٽن قاسم جي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سمنڊ جي اجهاڳ لهرن تي ترندا، ٻڏندڙ سج جي لالاڻ تائين وڃي پهتا هئاسين! تڏهن، تهنجي ڪنهن سوال جي جواب ۾ مون چيو هو: انسان کي محبت جي نالي ۾ سهڻ لاءِ فقط غمر ملندو آهي. ياد اٿئي اُها شامر، ناز؟“

”مون کي ڪجهہ بہ ياد ناهي. مان ڪجهہ بہ ياد ڪرڻ نٿي چاهيان. هوءَ ڏِيئي جي آخري لاٽ وانگر اُداس ۽ وياڪل نظر اچڻ لڳي. چيائين، ”مون کي فقط اُها ڇوڪري ياد آهي، جنهن تنهنجي دوست سان پوڄڻ جي حد تائين محبت ڪئي آهي.“

مان ڏانهس ڏسندو رهيس.

هن چيو، ’پر مان اُن ڇوڪريءَ کي سمجهائيندس. هوءَ سمجهي ويندي. هوءَ تنهنجي دوست جي زندگيءَ کان ڏار ٿي ويندي.“

مون ائين چاتو، ڄڻ رڻ پٽ ۾ بيٺو هوس – اُجايل ۽ اوساتيل ۽ آسمان مان سج جو ٻرندڙ گولو ڇڏائجي، آهستي آهستي منهنجي مٿان لهي رهيو هو.

ناز چيو، ”مان اُن ڇوڪريءَ کي سمجهائينديس. هوءَ سمجهي ويندي. هوءَ پنهنجي پيار کي نهوڙي ڇڏيندي، پر ٻيءَ عورت جي حق تي ڌاڙو نہ هڻندي – ٻيءَ عورت جو سهاڳ نہ ڪسيندي.“

الاءِ ڪيئن پڇيومانس، ”اِهو ممڪن آهي؟“

”ها، ممڪن آهي.“ ناز ڏک هاڻي آواز ۾ چيو، ”مون اُن ڇوڪريءَ کي تنهنجو جملو ٻڌائي ڇڏيو آهي، تہ انسان کي محبت جي نالي ۾ سهڻ لاءِ فقط غمر ملندو آهي.“

پوءِ ناز هڪدم اُٿي بيهي رهي. ڏهين رپئي جو نوٽ ٽيبل تي اڇلائي ڪافي هائوس مان ٻاهر هلي ويئي.

ڪافي هائوس جي ٻاهران مون ڪيس سڏ ڪيو. هوءَ بيهي رهي. منهن ورائي مون ڏانهن نه ڏٺائين. مان ٻنڌس پٺيان وڃي بيٺس.

"ناز."

هن جواب نه ڏنو. مون ڏانهن نه ڏٺو. جڏهن دل جي دنيا ويران ٿيندي، تڏهن ڪائنات جي ڪنڊ ڪنڊ وٽواڳ نظر ايندي آهي. ڪافي هائوس جي ٻاهران سموري پريڊي اسٽريٽ ويران ٿي ويئي.

مون آهستي آهستي چيو، "جنهن ڇوڪريءَ جي تصور سان ڳرُ لڳي منهنجي دوست زندگي جوڳ ۾ گذاري ڇڏي آهي – تنهن ڇوڪريءَ کي چئجانءِ، ته منهنجي دوست ڪيس خوابن ۾ چاهيو، تنهنڪري تعبيرن ۾ ڪيس حاصل ڪري نه سگهيو."

مون ناز جا ڪلها جهڪندي ڏٺا. هن دردناڪ لهجي ۾ چيو، "اوهان کي جناح اسپتال وڃڻ گهرجي."

گهاءِ ڪاڌم. روح تائين وڃي ويم. چيم، "ان ڇوڪريءَ کي منهنجي طرفان بالزاڪ جو قول ٻڌائجانءِ ته: ظاهري طرح زندگي ان سان گهاريي آهي جنهن سان شادي ٿي ويندي آهي، پر گذرنديءَ اُن سان آهي، جنهن سان محبت ڪبي آهي."

ناز ڪجهه دير تائين خاموش بيٺي رهي. سڏڪن کي ساهه ۾ قابو ڪندي رهي. هوءَ فٽ پاٿ بدران جيڪڏهن ڪنهن هيڪلي ڪنڊ ۾ هجي ها، ته جيڪر روئي پوي ها. ضبط نه ڪري سگهي ها.

تڏهن مون ناز سان پنهنجي زندگيءَ جو آخري جملو ڳالهايو. چيم، "ان ڇوڪريءَ کي يقين ڏيارجانءِ، ناز، ته منهنجو دوست دوکيباز نه هو. هن جنهن سان شادي ڪئي، تنهن سان توڙ نڀائيندو آيو، ۽ جنهن سان محبت ڪيائين، تنهنکي دل جي غفائن ۾ لڪي لڪي پوڄيندو رهيو."

"اوهان کي جناح اسپتال وڃڻ گهرجي." غمناڪ لهجي ۾ ناز چيو، ۽ ان ڪان پوءِ، ناز جو آواز پڇيَ، پُري، فضائن ۾ پڪڙجي ويو. دل چاهيو ته ناز جي قدمن ۾ ويهيَ رهان. ڪانٽس الـمناڪ ڊرامي جي دردناڪ پڄاڻيءَ لاءِ

معافي گهران. ڏوهہ منهنجو هو، هن جو نہ هو. خوابن جي ايوانن کي سينگارڻ جي چريائي مون ڪئي هئي، هن نہ ڪئي هئي. هن ڪڏهن بہ مونکي ڏک نہ ڏنو. پر مون ڪيس محبت جي نالي ۾ سهڻ لاءِ غم ڏيئي ڇڏيو.

هن هٿ ڏيئي ٽيڪسيءَ واري کي بيهاريو. ۽ پوءِ مون ڏانهن ڏسڻ بنا، ٽيڪسيءَ ۾ ويهي هلي ويئي.

هن نوڪريءَ تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي. ڪراچيءَ جو شهر بہ ڇڏي هلي ويئي. ان ڳالهہ کي بہ سال گذري ويا آهن.

اڄ جڏهن هيءَ ڪهاڻي لکي پوري ڪئي اٿم، صنوبر مونکي هڪ لفافو آڻي ڏنو آهي، جنهن مان ناز جي شاديءَ جو دعوتنامو نڪتو آهي. دعوتنامي جي پٺئين پاسي ناز پڪل ٽتل لفظن ۾ بالزاڪ جو قول لکيو آهي تہ: ظاهريءَ طرح زندگي ان سان گهاربي آهي، جنهن سان شادي ٿي ويندي آهي، پر گذرندي اُن سان آهي، جنهن سان محبت ڪبي آهي. ✦

# سفر کان سفر تائين

هيءَ انِ شام جي ڳالهه آهي، جڏهن صدر ۾ گولي هلي هئي، ۽ ماڻهو رستن تي پنهنجا بوٽ، چمپل ۽ ٽوپيون ڇڏي، اوسي پاسي دڪانن ۽ هوٽلن ۾ وڃي لڪا هئا. جان محمد عرف جانو، مون ۽ ڪجهه راهگيرن اڌ ٺهيل هڪ عمارت ۾ وڃي پناهه ورتي هئي. ساهه جائيتو ٿيو ته مون ٺلهه جي اوٽ مان ايلفي اسٽريٽ ڏانهن ڏٺو.

بوٽن، چمپلن ۽ ٽوپين جي وچ ۾ سڙڪ تي ڪنهن ٻار جي کير پيئڻ واري بوتل پيئي هئي. مون ڪنڌ ڪٽي آسمان ڏانهن ڏٺو. سج کي گولي لڳي چڪي هئي. گوليءَ جو گهاءُ ڪٽي، سج آسمان جي وسعتن ۾ رت جي روشن ليڪ ڇڏي، رڙهندو، اسان کان پري ٿي رهيو هو.

هڪ بدحال عورت، جنهن اڌ ٺهيل عمارت ۾ اچي پناهه ورتي هئي، ٽِڪ ٻڌي، کير جي بوتل ڏانهن ڏسي رهي هئي. هوءَ ڪجهه ڪجهه هيسيل ۽ خوفزده ڏسڻ ۾ پئي آئي. ڪانئس پڇيم، "جتين، ٽوپين ۽ چمپلن جي وچ ۾ سڙڪ تي پيل کير جي بوتل تنهنجي ٻار جي آهي؟"

عورت منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو، پر ڪو جواب نہ ڏنو. چهري تي هيڊ هاريل هئس. وجود جي بيپناهہ غم جو اولڙو سندس اکين مان ظاهر ٿي رهيو هو.

چيم، "سمجهان ٿو سڙڪ تي پيل کير جي بوتل تنهنجي ٻار جي آهي."

"ها." هن چيو، "سڙڪ تي پيل کير جي بوتل منهنجي ٻار جي آهي."

جان محمد عرف جانو اوٻاسيون ڏيئي رهيو هو. ۽ چپن ۾ هڪ فلمي گانو جهونگاري رهيو هو. مون جان محمد کي چيو، "جانو، بوٽن ۽ ٽوپين جي وچ ۾ سڙڪ تي کير جي.هڪ بوتل پئي آهي."

جانوءَ هڪدم پڇيو، "تنهنجي تہ نہ آهي؟"

ڪيس ڇڙٻ ڪيندي چيم، ”بڪواس نہ ڪر.“

چيائين، ”تہ پوءِ، ان جو مطلب آهي تہ سڙڪ تي پيل ڪير جي بوتل منهنجي آهي.“

ڪيس ڪنڌ کان ونندي چيم، ”سامهون نلهہ وٽ هڪ بدحال عورت ڏسين ٿو.“

ڪنڌ چڏائيندي چيائين، ”ها، ڏسان ٿو.“

چيم، ”سڙڪ تي پيل ڪير جي بوتل ان عورت جي ٻار جي آهي.“

هڪدم پڇيائين، ”ڪٿي اچان؟“

چيم، ”بدحال عورت کان پڇڻ کان سواءِ نہ.“

جان محمد ۽ مان بدحال عورت جي پرسان وڃي بيناسين.

مون عورت کي چيو، ”هن جو نالو جان محمد جانو آهي. منهنجو جگري يار آهي. بيحد بهادر آهي، ۽ موت کي ڪٽ ۾ نہ آڻيندو آهي. جانو گولين جي وسڪاري ۾ تنهنجي ٻار جي ڪير پيئڻ واري بوتل سڙڪ تان ڪٽي اچڻ لاءِ تيار آهي.“

عورت کان اڳ ٻُچيءَ ڏاڙهيءَ واري هڪ پوڙهي ڳالهايو. هو پٽ کي ٽيڪ ڏيئي وينو هو، ۽ پن جي ٻيڙي چڪي رهيو هو. هن جان محمد کان پڇيو، ”اڙي ميان! تون موت جي کوهہ ۾ موٽر سائيڪل تي نہ هلائيندو آهين؟“

اسان سيني پوڙهي ڏانهن ڏٺو. جان محمد ڪجهہ ڪجهہ وائڙو ٿي ويو.

مون پوڙهي کي چيو، ”جان محمد سرڪاري باغيچي جي هڪ خالي پيجري ۾ مئل رڇ جي کل پائي ويهي رهندو آهي، ۽ روزانو پنج رپيا ڪمائيندو آهي.“

”راز جي ڳالهہ ٻڌائي اٿئي، ميان!“ پوڙهي پنهنجي ٻُچي ڏاڙهي کنهندي پڇيو، ”تنهنجو هن رڇ سان ڪهڙو تعلق آهي؟“

”رڇ جي پيجري جي پرسان هڪ گدڙ جو پيجرو آهي.“ چيم، ”مان هڪ مئل گدڙ جي کل پائي ان پيجري ۾ ويهي رهندو آهيان؛ ۽ مان بہ روزانو پنج رپيا ڪمائيندو آهيان.“

پوڙهي جي اکين ۾ جوت جاڳي پيئي. برنڌڙ ٻيڙي پٽ سان مهٽي وسائي ڇڏيائين. چيائين، ”اڙي ميان! پوءِ تہ تون اُن عورت کان ضرور واقف هوندين، جنهن جو جسم لومڙيءَ جهڙو آهي!“

”ها.“ چيم، ”هوءَ منهنجي ۽ جانوءَ جي پيرن پنيان هڪ چتيون لڳل ٽنبوءَ ۾ رهندي آهي. تماشائي اٺ آنا ڏيئي ڪيس ڏسڻ ويندا آهن. هوءَ تماشائين کي پنهنجو نالو ممتاز محل ٻڌائيندي آهي.“

پوڙهي پڇيو، ”ڪيئن لڳندي اٿئي؟“

”مون کي ڏاڍي وڻندي آهي.“ تڏو ساهہ کڻندي چيم، ”مان ساڻس محبت ڪندو آهيان.“

پوڙهي عجيب جوش وچان پڇيو، ”هوءَ بہ توسان محبت ڪندي آهي ڇا؟“

”نہ.“ چيم، ”هوءَ پنهنجن ستن ٻارن سان محبت ڪندي آهي.“

پوڙهي پڇيو، ”سندس ٻارن جو بہ منهن مٿو ماڻهن جهڙو ۽ جسم لومڙ جهڙو آهي ڇا؟“

”نہ.“ کيس ٻڌايم، ”ممتاز محل جي ستن ئي ٻارن جو جسم بہ ماڻهن جهڙو اهي.“

”تعجب آهي.“ پوڙهي اڇيءَ ڏاڙهيءَ ۾ آڱريون ڦيريندي چيو، ”تہ پوءِ، ممتاز محل جو جسم لومڙيءَ جهڙو ڇو آهي!“

”ڪياماڙيءَ کان دبئي وڃڻ واري لانچ کي جيستائين اميدن جي سمنڊ نہ ٻوڙيو هو، تيستائين ممتاز محل جو جسم عام عورتن جهڙو هو.“ چيم، ”ان لانچ ۾ ممتاز محل جو مڙس بہ موجود هو. مڙس جي مرڻ کان پوءِ ممتاز محل جو جسم لومڙيءَ جي جسم جهڙو ٿي پيو. ان وقت کان وٺي هوءَ سرڪاري باغيچي ۾ تنبو هڻي وٺي آهي، ماڻهو اٺ آنا ڏيئي کيس ڏسڻ ويندا آهن. هوءَ ماڻهن کي پنهنجو نالو ممتاز محل ٻڌائيندي آهي. پر، اصل ۾ سندس نالو مجيدان آهي.“

”اڙي ڪجهہ تہ شرم ڪر، گدڙ.“ جانوءَ مون کي پٺيءَ تي مُڪ هڻندي چيو، ”تنهنجي بڪواس ٻڌي پبلڪ ڇا سوچيندي هوندي!“

”سڙڪن تي جتيون ۽ ٽوپيون ڇڏي اڌ ٺهيل عمارت ۾ پناهہ وٺڻ واري پبلڪ ڪجهہ نہ سوچيندي آهي – هرڪا بڪواس خاموشيءَ، صبر، ۽ تحمل سان ٻڌندي آهي.“ چيم، ”پوڙهو وڏو ڪو آڙيڪاپ آهي، ۽ تيڏي اک سان بدحال عورت ڏانهن ڏسي رهيو آهي.“

"بدحال عورت جي حال تي مون کي رحم ٿو اچي." جان محمد چيو، "سڙڪ تان مان بوتل کڻي ٿو اچان."

جان محمد عرف جانو منهنجو جگري يار آهي. اسين ٻئي سنڌ اسٽار اليوَن طرفان ڪڪري گرائونڊ تي فٽبال راند ڪندا آهيون، ۽ واندڪائيءَ جي وقت ۾ رڇ ۽ گدڙ جي ڪُل پائي سرڪاري باغيچي جي پڃرن ۾ ويهي رهندا آهيون. ٻين پڃرن ۾ بہ اسان جهڙي مخلوق مختلف جانورن جون کلون پائي ويهي رهي آهي. اسان تي ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي بندش پيل آهي. حڪم موجب اسين تماشائين کي ڪرتب ڏيکاريندا آهيون، ۽ کين خوش ڪندا آهيون – کين پنهنجي خاموشيءَ جا زخم بہ ڏيکاريندا آهيون.

جانوءَ چيو، "مان ڪير جي بوتل کڻي ٿو اچان."

مون جان محمد کي چيو، "جانو، مون کي وهم ورائي ويا آهن."

"ڇا جا وهم!" جانوءَ مون ڏانهن ڏسندي پڇيو، "سمجهين ٿو تہ گولي ڪائي مان سڙڪ تي مري ويندس!"

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.

"مان سڙڪ تي گولي ڪائي نہ مرندس. اها سعادت تنهنجي منهنجي نصيب ۾ لکيل نہ آهي." جانوءَ چيو، "تون ۽ مان سرڪاري باغيچي جي پڃرن ۾ مري ويندا سين. مرڻ مهل تنهنجي جسم تي گدڙ جي، ۽ منهنجي جسم تي رڇ جي ڪُل هوندي."

"ترس جانو." کيس روڪيندي چيم، "الائي ڇو، دل توکي روڪڻ تي ضد ٻڌي بيٺي آهي."

جان محمد منهنجي سامهون اچي بيٺو. مونکي ڪلهن کان جهليندي چيائين، "گهٽو اڳ، جڏهن منهنجي ماءُ جي ڇاتي سُڪي ويئي هئي، ۽ هوءَ مونکي بوتل ۾ کير وجهي پياريندي هئي، تڏهن هڪ دفعي گولي هلي هئي. منهنجي ماءُ، منهنجي کير جي بوتل کڻي آسمان ڏانهن اُڏامي ويئي هئي."

مون جان محمد کي ڀاڪر ۾ ڀڪوڙي ڇڏيو.

جان محمد چيو، "مان سڙڪ تان بوتل کڻي ٿو اچان. بدحال عورت ڏاڍي اُداس آهي."

هو منهنجي ڀاڪر مان نڪري ويو. اک ڇنڀ ۾ سڙڪ تان کير جي بوتل کڻي آيو.

پٽ سان ٽيڪ ڏيئي ويٺل، ٻچي ڏاڙهيءَ واري پوڙهي تاڙيون وڄايون. جان محمد ڪير جي بوتل بدحال عورت کي ڏيندي چيو، ”اچي وٺ، پنهنجي ٻار جي ڪير پيئارڻ واري بوتل.“

عورت پنهنجيون اکيون جان محمد جي چهري تي اٽڪائي ڇڏيون. جان محمد هٿ اڳتي ڪري ڪير جي بوتل ڏيڻ چاهي. هو ٻئي ڪجهه دير تائين خاموش، هڪ ٻئي جي سامهون بيٺا رهيا.

مون عورت کي چيو، ”جان محمد پنهنجي جان جي بازي لڳائي سڙڪ تان تنهنجي ٻار جي ڪير پيئڻ واري بوتل کڻي آيو.“

عورت آهستي آهستي هٿ اڳتي ڪري، جان محمد جي هٿ مان ڪير جي بوتل کڻي ورتي.

تڏهن اوچتو، اڌ ٺهيل عمارت ۾ پناهه وٺندڙ ماڻهو عجب ۾ پئجي ويا– وائڙا ٿي ويا. هنن ڏٺو ته عورت جي هنج خالي هئي.

جان محمد تعجب وچان عورت کان پڇيو، ”تنهنجو ٻار ڪٿي آهي؟“

”گولي هلڻ کان اڳ هو منهنجي هنج ۾ هو.“ عورت چيو. ”گولي هلڻ کان پوءِ هو منهنجي هنج مان نڪري آسمان ڏانهن اُڏامي ويو – ۽ ويندي ويندي پنهنجي ڪير جي بوتل سڙڪ تي ڇڏي ويو.“

جان محمد جي چپن تي غمناڪ مُرڪ تري آئي. هو اڌ ٺهيل عمارت مان ٻاهر نڪري ويو، ۽ پوءِ قميص جا بٽڻ کولي، ۽ ٻانهون آسمان ڏانهن اُڀيون ڪري سڙڪ تي بيهي رهيو. ✦

# منهنجو ڏس آسمان کان پڇو

هوءَ ورجن ميري هاسٽل ۾ پنهنجي ڪمري جي ڏاکٽي دريءَ وٽ پهرن کان بيٺي هئي. سندس نگاهون بندر روڊ تي پٽڪي رهيون هيون. ماڻهن جي پيهه ۾ هوءَ جنهن کي ڳولي رهي هئي، سو ڪيس ڪلاڪن کان نظر نہ آيو هو. اميدن جي وير چڙهي، مايوسيءَ جي ڪناري تائين اچي موٽي ويئي. هوءَ دريءَ وٽ بيهي سندس ايڏو انتظار نہ ڪري ها. هوءَ جيڪر گهٽو اڳ دريءَ وٽان هٽي وڃي ها؛ پر هن اميدن جي ويرُ سان پنهنجو پلئہ پسائي ورتو هو. ڪيس پڪ هئي تہ گوتم ايندو. املتاس جا سڪل پن لتاڙيندو، ڪيڪٽس جي ڪونڊين وٽان هلندو، هو ايندو. اڄ آچر آهي. سڀاڻي سومر ڏينهن عيد آهي. گوتم ميرا، مروڙيل ڪپڙا نہ مٿايا هوندا. هن جي شيوَ وڌيل هوندي. هن جا اٽيا وار وڪريل هوندا. هن جي اکين ۾ اندر جي اُٿڻ جا پاچا هوندا. هو سڄي دنيا کان بي نياز، بيپرواهہ ٿي ايندو. هو ايندو — ضرور ايندو. هوءَ دريءَ کي ٽيڪ ڏيئي سوچيندي رهي.

پر پوءِ اميدنٰ جي وير ۾ پسايل پلئہ سُڪي ويس. ذهن ۾ مايوسيءَ جي واري اُڏامڻ لڳس. دل چئي مان نڪري ويس. تڏهن، هوءَ دريءَ وٽان هٽي ويئي. سندس مهراڻ جهڙيون اکيون اندر جي اوسات ۾ آليون ٿي ساڻوڻ جي تشبيهہ ٿي پيون. پر ڪڪر ڪارونيار نہ وٺو. هوءَ نہ رني. هن زندگيءَ ۾ سهڻ سکي ورتو آهي. هن ۾ برداشت ڪرڻ جي بي انتها قوت آهي. هوءَ دريءَ وٽان هٽي ويئي، ۽ وڃي ميز آڏو ڪرسيءَ تي ويٺي.

آچر هو، تنهنڪري ورجن ميري هاسٽل جون سموريون ڇوڪريون پنهنجي پنهنجي ڊيٽ ۽ اپائنٽمينٽ تي نڪري ويون هيون. سڄي هاسٽل ۾ هوءَ اڪيلي رهجي ويئي هئي. هوءَ اُن چرئي باغيءَ جي انتظار ۾ اکيون وڇائي ويهي رهي، جيڪو مسلمانن جي گهر ڄائو، مسلمان نالي سان نديڻ مان جوان ٿيو، ۽ پوءِ وجوديت، تاريخي ماديت. جدلي حر غلتي، ۽ خوف

جي فلسفي پڙهڻ کان پوءِ پاڻ کي گوتم سڏائڻ لڳو. هوءَ نم جي گهاٽن وڻن وٽ ٽيرس تي ويهي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ساڻس ڳالهائيندي هئي. هو هيمو، مير عبدالله، چي گيوارا، مارٽن لوٿر ڪنگ ۽ هوچي منهه جون ڳالهيون ڪندو هو. هو ساڻس مشين گنن، برين ۽ اسٽين گنن، خندقن، بنڪرس ۽ لوهي تارن جي باري ۾ ڳالهائيندو هو. هو جنهن وقت وطن جي آزاديءَ لاءِ هٿياربند جدوجهد جون ڳالهيون ڪندو هو، تنهن وقت هو مهاتما گانڌي ۽ مارٽن لوٿر ڪنگ جي اهنسا واري پاليسيءَ تي سخت نڪتہ چيني ڪندو هو. هو چوندو هو، تہ مُلڪ لفظن جي جادوگريءَ سان نہ، بلڪ شيهي جي گوليءَ سان آزاد ڪرائبا آهن – وقت جو راڪاس فقط ان قوم آڏو جهڪندو آهي، جنهن جي آڱر رائيفل جي ٽائيگر تي هوندي آهي. اهڙين ڳالهين ڪرڻ کان پوءِ گوتم ڪلي پوندو هو. چوندو هو، مان وائيلڊ ايڊونيچرر آهيان – تون ڇوڪري آهين، مون کي توسان ڪاسميٽڪ، ڪپڙن، ساڙهين ۽ رومان جون ڳالهيون ڪرڻ گهرجن. پر ڪو وقت اهڙو بہ ايندو هو، جو گوتم پهرن جا پهر خاموش رهندو هو، ۽ پولار ڏانهن ڏسندو رهندو هو. اهڙين گهڙين ۾ هوءَ ساڻس نہ ڳالهائيندي هئي. پوءِ جڏهن هوءَ کيس ڪافيءَ جو مگ ڏيندي هئي، تڏهن هو پولار مان نگاهون ڪڍي ڏانهس ڏسي وٺندو هو.

هوءَ گوتم جو انتظار ڪندي ڪندي ٿڪجي پئي هئي، ۽ پوءِ پنهنجي رائٽنگ ٽيبل آڏو ڪرسيءَ تي وڃي ويٺي هئي. هن بنا ارادي جي هٿ وڌائي ٽيبل ليمپ جو بٽڻ هيٺ ڪري ڇڏيو. بتي ٻري پئي. ان وقت منجهند جو هڪ ٿيو هو. هوءَ حيران ٿيڻ لڳي تہ آخر هڪ اٺتائينڪي ۽ ٻي ڇٽي انسان لاءِ هوءَ ايتري قدر بيڪل ڇو هئي! گوتم کي سڃاڻيندي کيس ٽي مهينا مس ٿيا هوندا! ٽن مهينن ۾ تہ فقط نالا ياد ڪبا آهن، هن سوچيو، ٽن مهينن ۾ محبت تہ نہ ٿي ويندي آهي! هوءَ پهرينءَ نظر جي محبت جي قائل نہ هئي. هن دنيا کي ڏٺو هو، پرکيو هو. هوءَ اوجها سينيٽوريم ۾ رِيهيبليٽيشن آفيسر آهي، هن گوتم کي اوجها سينيٽوريم ۾ ايندي ويندي ڏٺو هو. هو پنهنجي پيءُ کي ڏسڻ ايندو هو، ڪڏهن پابنديءَ سان ۽ ڪڏهن هفتن جا هفتا غائب ٿي ويندو هو. پوءِ هڪڙي ڏينهن گوتم جي پيءُ سلهہ جي آخري مرحلي ۾ مري ويئي. ان ڏينهن هو پنهنجي پيءُ جو لاش کڻڻ آيو هو. ڊاڪٽر کيس لاش ڏيڻ کان

ڪيپايو پئي. تڏهن گوتم ايڊمنسٽريٽر کي چيو هو، ’هيءَ سموري قوم سلهه جي آخري مرلي ۾ آهي. هڪڙي ڏينهن مري ويندي. مون کي خبر ناهي ته هن مرندڙ قوم جو لاش ڪير کڻڻ ايندو. پر مان پنهنجي پيءُ جو لاش کڻي ويندس. هوءَ تڏهن گوتم ۽ ايڊمنسٽريٽر جي وچ ۾ وڃي بيٺي هئي. ڊاڪٽرن ۽ ايڊمنسٽريٽر کي عرض ڪري پيءُ جو لاش گوتم کي ڏياريو هئائين. اهو فقط ٽي مهينا اڳ ٿيو هو. پوءِ گوتم، جيڪو پنهنجي ضمير سان سچو رهي وڪالت ڪندو هو، ۽ بيحد مالي مشڪلاتن ۾ ورتل هوندو هو، سو سندس دل جا دروازا پيچي، حفاظتي ڪوٽ ڊاهي، محبت جي ڪليسا جون ڪنگريون ڪيرائي، سندس جيءَ ۾ جڙي ويو. ايڏي بي انت ۽ وشال محبت جو هن ڪڏهن تصور به نه ڪيو هو، جنهن ۾ هڪ لاپرواهه ۽ بي چيو شخص ڪنهن عورت کي چاهيندو رهي، پر جڳن جو ٿوڪاريل، تڏيل ۽ دقيانوسي جملو استعمال نه ڪري ته، ’مونکي توسان محبت آهي.‘ هن خواب ۾ به نه سوچيو هو، ته ڪو مرد اهڙي محبت به ڪري سگهي ٿو، جنهن جو مثال ڏيڻ ۽ ڏيڻ لاءِ هو هڪ جنم کان ٻئي جنم ۾ ايندو رهيو هجي!

هن ٽيبل ليمپ جو بلب وسائي ڇڏيو. پنهنجي ڪمري جو در بيڪڙي هوءَ هيٺ لهي آئي. هاسٽل جي ڏائڻ جهڙي پوڙهي رسيپشنسٽ کان پڇيائين، ”گوتم جي فون ته نه آئي هئي؟“

”گوتم پاڻ آيو هو.“ پوڙهيءَ وراڻيو، ”۽ تنهنجي لاءِ هيءُ خط ڇڏي ويو آهي.“

هن جهپ هڻي خط پوڙهيءَ جي هٿ مان ڦري ورتو، ۽ پوءِ ذري گهٽ ڊوڙندي، فرسٽ فلور جي ڏاڪڻ جا ٻه ٻه ڏاڪا چڙهندي، هوءَ پنهنجي ڪمري ڏانهن موٽي ويئي. تڪڙ ۾ خط کوليائين. خط انگريزيءَ ۾ لکيل هو. گوتم لکيو هو:

”تو ڪالهه سينيٽوريم جي ڪينٽين ۾ چيو هو، ’مان ڪنهن ڪنهن وقت ڪنهن سان به ملڻ پسند نه ڪندي آهيان.‘ مون کي تنهنجو جملو ۽ تنهنجي صاف گوئي بيحد پسند آئي هئي. اڄ ورجن ميري هاسٽل وٽان لنگهندي محسوس ڪيو اٿم ته تنهنجي ڪالهوڪي جملي منهنجي آڏو پابندين جي سرحد بيهاري ڇڏي آهي. مان هاسٽل رسيپشنسٽ جي ڪائونٽر تان هي سٽون لکي، تنهنجي بارگاهه ۾ حاضريءَ جي شهادت ڏيئي وڃان ٿو. گوتم.“

گوتم آيو هو، ۽ هليو ويو! هوءَ هڪدم مڪلي جي مقبرن وانگر اُداس ٿي ويئي. هن ائين ڇو ڪيو، ائين ڇو ڪيو؟ هوءَ پاڻ کي ملامت ڪرڻ لڳي ته سينيٽوريم جي ڪينٽين ۾ هن اِهو ڇو چيو هو، ته ’مان ڪنهن ڪنهن وقت ڪنهن سان به ملڻ پسند نه ڪندي آهيان.‘ پر گوتم اهو جملو پنهنجي لاءِ ڇو چونڊي ورتو! هن ڪيئن سمجهي ورتو ته مان ڪنهن وقت ساڻس ملڻ کان انڪار به ڪري سگهنديس! منهنجو دم نه نڪري ويندو!

هوءَ لفافو هٿ ۾ ڪٽي پت کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهي. هن پاڻ کي هيڪلي محسوس ڪيو. کيس اوچتو پنهنجي ماءُ جي ياد دل تي تري آئي، جيڪا کيس اڪثر پيار ڀريا خط لکندي هئي، ۽ هوءَ کيس ڇهن مهينن ۾ فقط هڪ دفعو خط جو جواب ڏيندي هئي. هن چاهيو ته جيڪر اڄ ماءُ کيس ڀاڪر ۾ ڀري، پنهنجي سيني سان لڳائي، جڳ کان لڪائي ڇڏي. هن چاهيو ته هوءَ پنهنجي ماءُ کي سيني سان لڳائي روئي پوي. هوءَ ڳوٺان بغاوت ڪري جڏهن پڙهڻ لاءِ ڪراچيءَ هلي آئي هئي، تڏهن هڪ ماءُ ئي هئي، جنهن سندس پنيرائي ڪئي هئي. پوءِ جڏهن پڙهي ڪراچيءَ ۾ ئي رهي ۽ نوڪري ڪرڻ لڳي، تڏهن سندس ڳوٺ ۾ قيامت برپا ٿي هئي. کيس اڇوت ڪيو ويو. تڏهن اُها بيحد ذهين ماءُ ئي هئي، جنهن سندس فيصلي کي قبول ڪيو هو، ۽ کيس مبارڪ جو خط لکي موڪليو هو. ماءُ هميشه سندس فيصلن تي اعتماد ڪيو هو، هميشه. هن سوچيو، هوءَ ماءُ کي گوتم جي باري ۾ سڀ ڪجهه لکي موڪليندي، سڀ ڪجهه، ته هو ڪيئن آهي، ڪيئن سوچيندو آهي، اٿنٽائينڪو ڇو آهي، هن زندگيءَ ۾ جيڪي ڪجهه چاهيو آهي، سو اڄ تائين حاصل ڪري ڇو نه سگهيو آهي. هن سوچيو، ته هوءَ ماءُ کي لکي موڪليندي، ته زندگيءَ کي بي نقاب ڏسڻ کان پوءِ، دنيا کي آتشي شيشي هيٺان رکي هرڪو تجربو حاصل ڪرڻ کان پوءِ، گهڻو ڪجهه پرائڻ ۽ وڃائڻ کان پوءِ، کيس فقط هڪ گوتم ئي مليو آهي، جنهن کيس متاثر ڪيو آهي. گوتم ڪڏهن به کيس نه ڇُهيو هو. هو سندس روح ۾ لهي ويو هو. هو مارڪسي مادي نظريي جو حامي هئڻ جي باوجود آتما جو پوڄاري هو. هن سوچيو، ته هوءَ ماءُ کان ڪجهه نه لڪائيندي، هوءَ کيس گوتم جي باري ۾ سڀڪجهه ٻڌائي ڇڏيندي. تڏهن کيس اوچتو خيال ته ڪالهه گوتم بيمار هو- ڪالهه ڇو، هو گذريل هڪ هفتي کان بيمار هو.

هوءَ هڪدم بي چين ٿي پيئي. ڪيس خبر هئي تہ گوتم اُن وقت تائين ڊاڪٽرن ڏانهن نہ ويندو، جيستائين هنڌ داخل نہ ٿيندو. هو ضدي آهي. هو هلندو رهندو. هو بخار ۾ پچرندو هوندو، پر پوءِ بہ پهرن جا پهر لئبررين ۾ ويٺو هوندو. هو اهڙو چريو آهي، ڪيس اها ڄاڻ هئي، پر ڪيس گذريل هڪ هفتي کان ڪنگهہ هئي ۽ سنهو بخار بہ پئي آيس. هڪ اڻلکو خوف سندس سيني ۾ پاسا ورائڻ لڳو. ڪيس گوتم جي پيڻ جو خيال آيو، جيڪا سلهہ جي ٽئين مرحلي ۾ سينيٽوريم ۾ مري ويئي هئي. ڊاڪٽرن جي زور پرڻ تي بہ گوتم پاڻ کي سلهہ کان بچاءَ جون سُيون نہ هٽايون هيون. اوهہ، مان ڇا سوچي رهي آهيان، مون کي ڇا ٿي ويو آهي! هوءَ پٽ وٺان هٿي ويئي ۽ ڪمري جي وچ ۾ وڃي بيٺي. تڏهن اوچتو ڪيٿرين سندس ڪمري ۾ هلي آئي.

ڪيٿرين سندس هٿ مان خط کسي ورتو، ۽ پڙهڻ کان پوءِ ڪيس موٽائي ڏنو. پوءِ ڪلندي، ڪيٿرين چيو، ”ورجن ميري هاسٽل ۾ رهندي مون کي ڏهہ سال ٿيا آهن. ڏهن سالن ۾، تو واري ڪمري ۾ مون ٽن ڇوڪرين کي آپگهات ڪندي ڏٺو آهي. شيرين ۽ مس مرشدؔ ننڊ واريون گوريون کائي آپگهات ڪيو، ۽ سوزيءَ لونڊڙيءَ تي ريوالور مان گولي هلائي آپگهات ڪيو هو. تنهنجو ڪهڙو ارادو آهي؟“

هن ڪيٿرين کي جواب نہ ڏنو. فقط کلڻ جي ڪوشش ڪيائين. هوءَ اکين ۾ لڙڪ، ۽ دل ۾ درد لڪائي ڇپن تي مُرڪ آڻي سگهندي آهي.

ڪيٿرين چيو، ”مونکي خبر آهي، تون آپگهات نہ ڪندينءَ. تنهنجو مسئلو مس مرشد، شيرين ۽ سوزيءَ کان مختلف آهي. هنن جا بواءِ فرينڊ فراڊ هئا، دغا باز ۽ فريبي هئا. پر تو وارو گوتم اهڙو ناهي، گهٽ ۾ گهٽ مونکي تہ اهڙو نہ لڳو آهي. ان معاملي ۾ مان وڏي ڪڙپيل آهيان. هڪ نظر ۾ مرد کي سڃاڻي وٺندي آهيان. گوتم توکي دوکو نہ ڏيندو. بس، هو ڪجهہ ڏکيو آهي، بلڪ بيحد ڏکيو آهي.“

”هو منهنجو بواءِ فرينڊ ناهي ڪيٿرين.“

”تہ پوءِ؟“

”هو مونکي ڪامريڊ سڏيندو آهي. مان بہ کيس ڪامريڊ سڏيندي آهيان.“

”حق تي تو سان مشين گن، ڦاسي گهاٽن، سياست ۽ موت جي باري ۾ ڳالهائيندو آهي!

”هو باغي آهي.“

”ڪنهن کان باغي آهي؟“

”گوتم سموري سماجي ۽ سياسي ڍانچي کان باغي آهي.“ ورائيائين، ”هو وڪالت ۾ ان ڪري دلچسپي نہ وٺندو آهي، جو هن قانون کي ڪپڙي جي وال ۽ ٻاتا جي چمپل وانگر وڪامندي ڏٺو آهي.“

ڪيٿرين سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيو، ”هڪڙي خوشخبري ٻڌايانءِ؟“

”ٻڌاءِ.“

”مٺائي کارائيندينءَ؟“

”ذيابيطش جي مرض ۾ ورتي پيئي آهين. مٺائي کائيندينءَ، تہ مرندينءَ، پڪوڙا کائجانءِ. خبر ٻڌاءِ.“

”توري دير اڳ گوتم کي ڏٺو هوم.“

”ڪٿي؟“

”ريگل سئنيما جي سامهون، اخبارن واري وٽ.“

هن ميز تان تالو کڻي ڪيٿرين کي ڏيندي پڇيو، ”گوتم هيو تہ چاڪ نہ.“

”مون سڀاڻس هٿ نہ ملايو هو.“ ڪيٿرين کلي پيئي. چيائين، ”ٽيڪسيءَ ۾ لنگهندي مون ڪيس ڏسي ورتو هو.“

”مان وڃان ٿي. منهنجو ڪمرو بند ڪري ڇڏجانءِ.“

هوءَ ذري گهٽ ڊوڙندي ورجن ميري هاسٽل مان نڪري ويئي. تڪڙ ۾ بندر روڊ لنگهندي ٻہ دفعا موٽرن ۽ ٽرام جي هيٺان ايندي ايندي بچي ويئي. ريگل سئنيما ۽ ورجن ميري هاسٽل جي وچ ۾ فرلانگ ڪن جو مفاصلو آهي. هوءَ تڪڙيون پرانگهون کڻندي ريگل نيوز پيپر وينڊر وٽ وڃي بيٺي. ڪيس خبر آهي تہ گوتم ڪنهن کان ڪنڊي تي اخبارون ۽ رسالا وٺندو آهي. ريگل نيوز پيپر وينڊر وٽ ڪيس گوتم نظر نہ آيو. هن دڪان واري کان پڇيو، ”گوتم آيو هو نہ؟“

اخبار واري ڪنڌ کڻي ڏانهس ڏٺو. هن کي سڃاڻي ورتو. هن اڪثر ڪيس گوتم سان گڏ گهمندي ڏٺو هو. ڏاڍي احترام مان جواب ڏنائين، ”ها، گوتم آيو هو. اخبارون وٺي هليو ويو.“

”ڪيڏانهن ويو؟“

”اها خبر پئجي سگهي، تہ پوءِ گوتم ۽ ٻين گراهڪن ۾ ڪهڙو فرق رهندو!“

ڪجهہ هٻڪندي اخبارن واري کان پڇيائين، ”گوتم هيو تہ چاڪ نہ؟“

”ڪنگهہ هئس.“

هوءَ ويجهي ويئي.

اخبارن واري چيو، ”تي سگهي تو ريڊيو پيليس جي ٻاهران پراڻن ڪتابن واري وٽ ويٺو هجي.“

هوءَ هڪدم پراڻن ڪتابن واري ڏانهن هلي ويئي. ڪتابن وارو گوتم جو دوست هو. ڪانئس پڇيائين، ”گوتم آيو هو ڇا؟“

”ها، آيو هو. ڪيس بيٿم جي ڪتاب ’ٿيئري آف فڪشنز‘ جي ڳولا هئي. اڳتي هليو ويو.“

”اڳتي ڪيڏانهن ويو؟،

”مان سمجهان ٿو ٿامس اينڊ ٿامس بڪ سيلرز ڏانهن ويو آهي.“

هوءَ ٿامس اينڊ ٿامس بڪ سيلرز جي دڪان وٽ آئي. آچر هئڻ ڪري دڪان بند هو. هوءَ اڳتي هلي ويئي.

هوءَ ڪيفي جارج وٽان وڪٽوريا روڊ ڏانهن ڦري ويئي. سندس نگاهون رستي جي ٻنهي پاسي هجوم ۾ گوتم کي تلاش ڪري رهيون يون. ڪيپيٽل سئنيما واري گهٽيءَ ۾ سنڌي رسالا وڪڻندڙ کان پڇيائين، ”گوتم تہ نہ آيو هو؟“

”ها، آيو هو. مان سمجهان ٿو شايد فليمنگو ۾ ويٺو آهي.“

”هوءَ ڪيپيٽل سئنيما جي مٿان فليمنگو ريسٽوران ۾ هلي ويئي. هوءَ جڏهن اندر داخل ٿي، تڏهن ريسٽوران ۾ ويٺل ماڻهن ڪيس ڀرپور نگاهن سان ڏٺو. هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. ڪيس گوتم نظر نہ آيو. هوءَ مايوس ٿي هيٺ لهي آئي.

هوءَ ايلفي جي فٽ پاٿ تان، ماڻهن جي وچ مان هلڻ لڳي. سياري جي شروعات هئي. عورتون ۽ مرد رنگارنگي سئيٽرن ۽ پل اووَرز ۾ گهمي رهيا هئا. صدر واريون سدا ملوڪ عورتون ڏسي ڪيس گوتم جو هڪ جملو ياد

آيو. گوتم چيو هو، ’ڪجهه انسان هِل اسٽيشن وانگر هوندا آهن. هو سدائي پنهنجو جوڀن برقرار رکي سگهندا آهن. ڪجهه انسان قديم آثارن جي کنڊرن وانگر هوندا آهن. هو هر لمحي پُرندا رهندا آهن.‘

ايلفيءَ تي ڪجهه اڳيرو هوءَ اينٽيڪس جي دڪان وٽ بيهي رهي. گوتم ڪڏهن ڪڏهن اينٽيڪس شاپ تي هليو ويندو آهي، ۽ ٽامي ۽ پٽل جي مورتين جي باري ۾ پارسي دڪاندار سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائيندو آهي. پارسي دڪاندار کي خبر آهي ته گوتم لڪشميءَ جي مورتي ڪڏهن به خريد ڪري نه سگهندو، پر لڪشميءَ جي مورتيءَ تي ٽيسس لکي سگهي ٿو.

هن اينٽيڪس شاپ ۾ ليئو پائي ڏٺو. ڪيس گوتم نظر نه آيو.

هوءَ پريشان ٿيڻ لڳي. ذهن پڇرڻ لڳس. هن پاڻ کي گوتم لاءِ ايتري قدر ته بيڪل محسوس ڪيو، جو سمجهڻ لڳي، گوتم نه مليس ته مري ويندي. هوءَ وري به پاڻ کي ملامت ڪرڻ لڳي ته ڪالهه سينيٽوريم جي ڪينٽين ۾ اهو ڇو چيو هئائين، ته ’مان ڪنهن ڪنهن وقت ڪنهن سان به ملڻ پسند نه ڪندي آهيان.‘ مون ائين ڇو چيو، ڇو چيو! ماٺهن جي پيهه ۾ نه هجي ها، ته جيڪر روئي پوي ها. سندس هرهڪ ساهه سان بي آواز صدا جو آواز ايندو رهيو – گوتم، او گوتم – توکي ائين نه ڪرڻ گهربو هو، گوتم. مان ته اُها ڇوڪري آهيان، جيڪا تنهنجي ياد کي سيني سان لڳائي، زندگي جوڳ ۾ گذاري ڇڏيندس، گوتم.

هوءَ ايلفنسٽن ريسٽوران جي ٻاهران اچي بيٺي. ان هوٽل ۾ گوتم پنهنجن دوستن سان اچي ويهندو آهي. چوندو آهي، ايلفنسٽن ريسٽوران منهنجي اوطاق آهي.

دل من هٽندي هوءَ ريسٽوران جي وڏي در ۾ وڃي بيٺي. آخري ٽيبل وٽ گوتم جا ڪجهه دوست ويٺا هئا. هنن ڪيس ڏسي ورتو. منجهائن هڪ ڇٽو ڏانهس هليو آيو. هوءَ فقط هڪ لفظ اُچاري سگهي، ”گوتم؟“

هن وراڻيو، ”اڌ ڪلاڪ ٿيندو جو گوتم حيدرآباد هليو ويو.“

”پر، پر هن وٽ ته ڪالهه ڪجهه به نه هو.“

”سنگت کان جهولي چندو ڪري ويو آهي.“

هوءَ پاڻ روڪي نه سگهي. اُبهرائيءَ مان پڇيائين، ”گوتم ڪيئن هو. ڪنگهه ته نه هئس. ٻي ڪا تڪليف ته نه هئس؟“

”هو پٽر جو نهيل آهي.“

”ڪڏهن موٽندو؟“

”پوليس ۽ انٽيليجنس کان بچي ويو ته سياڻي ئي موٽي ايندو، نه ته سال کن کان پوءِ ايندو.“

”گرفتار ڪندس؟“

”ٿي سگهي ٿو.“

هوءَ بي چين ٿي پيئي. پڇيائين، ”چو گرفتار ڪندا گوتم کي. هو هفتي کن کان بيمار آهي. ڇا ڪرڻ ويو آهي، حيدرآباد؟“

گوتم جي دوست وراڻيو، ”اڄ رات مزورن ۽ هارين جي حق ۾ پوسٽر لکندو، ۽ حيدرآباد جي پٽين تي چنبڙائيندو. سياڻي صبح جو پورهيتن جي جلوس ۾ شريڪ ٿيندو.“

هن گوتم جي دوست کان وڌيڪ ڪجهه نه پڇيو. ريسٽوران مان ٻاهر نڪري آئي. ڪجهه سوچي، فخر مان ڳاٽ اوچو ڪري هجوم جي وچ مان هلڻ لڳي. ✦

# پوئين پهر جي ڳالهه

سيني دوستن يعقوب مُترڪي کي چيو، ”يار مُترڪا! هڪ تاريخي عرصي کان تون ڪنوارو آهين. هينئر هر حال ۾ توکي شادي ڪرڻ گهرجي.“

مان تِنڪر آهيان.“ يعقوب مُترڪي چيو، ”مون کي ان باري ۾ سوچڻ جي مهلت ڏيو.“

يعقوب فلاسافيءَ ۾ ايم. اي ڪئي آهي. پاڻ کي ٿنڪر سڏائيندو آهي. دوست کيس مُترڪو چوندا آهن. دوست جو خيال آهي تہ يعقوب مُترڪو موهن جي دڙي کان اڳ واري مبهم دؤر کان وٺي ڪنوارو آهي. جيئن تہ سندس ماءُ پيءُ جي باري ۾ اسان کي ڪوبہ دستاويزي ثبوت نہ ملي سگهيو آهي، تنهن ڪري سيني جو خيال آهي تہ يعقوب مترڪو منگهي پير جو مانگر مڇ آهي، ۽ روپ مٽائي ماڻهو ٿي پيو آهي. هو قداور ۽ جانٺو آهي، ۽ گهٽو ڪري گهٽ ڳالهائيندو آهي، ۽ هميشه سوچيندو رهندو آهي. هو اخبار جو ادبي صفحو ايڊٽ ڪندو آهي. ڪجهہ سياڻن جو خيال آهي تہ ادبي صفحي لاءِ اينڊڙ ٽيڙو، هائيڪا ۽ آزاد نظم وڏي تعداد ۾ پڙهڻ سبب مترڪو خاموش ٿي ويو آهي، ۽ ڪجهہ عرصي کان پوءِ، انشاءَ تعاليٰ خودڪشي ڪندو.

يعقوب مترڪي کي جڏهن شادي ڪرڻ لاءِ زور پريو ويو، تڏهن هن چيو، ”يار، مون کي سوچڻ ڏيو. مان ٿنڪرُ آهيان.“

”تون خيرن سان پنجيتاليهہ سالن جو ٿي ويو آهين.“ دوستن چيس، ”هينئر سوچڻ لاءِ قطعي تو وٽ وقت نہ آهي.“

ڊينڊي قد واري امين چيو، ”اسان جي يعقوب مترڪي جو نڪ پڪوڙي جهڙو آهي. تنهنڪري سندس شادي هرگز ٿي نہ سگهندي.“

”اڙي اهو ڇوڪرين جو مسئلو آهي. اسان جو مترڪو نر ٻچو آهي.“ ڪرائيم رپورٽر چنگيز چيو، ”دنيا جي گنجن، ڊينڊن، ۽ ٽيڏن جي شادي سهڻين ڇوڪرين سان ٿي ويندي آهي. اسان جو مترڪو نہ گنجو آهي، نہ

ڊيندو آهي، ۽ نہ ٿيڏو آهي. بس، سندس نڪ ڪجهہ ڪجهہ پڪوڙي جهڙو آهي. بهرحال، هونءَ قابل قبول آهي.“

”مشڪل آهي.“ مون چيو، ”يعقوب مترڪي جو نڪ اصل ۾ گرنيڊ جهڙو آهي. دنيا جي ڪابہ عورت ويمو ڪرائڻ کان سواءِ يعقوب مترڪي سان شادي ڪرڻ تي راضي نہ ٿيندي.“

”اڙي بن مانس! تون آهين انٽرنيشنل ڪنوارو.“ چنگيز چيو، ”تون گهٽ ۾ گهٽ شاديءَ واري معاملي ۾ نہ ڳالهائيندو ڪر.“

”يار مون کي بن مانس نہ چوندا ڪريو.“ مون کي ڪاوڙ لڳي. چيم، ”خبر اٿوَ، منهنجي ماءُ مون کي چوڏهينءَ جو چنڊ چوندي هئي.“

”سچ چوندي هئي ويچاري.“ چنگيز چيو، ”چنڊ جون ويجهو کان نڪتل تصويرون هوبهو تو جهڙيون پوائيتيون آهن. تون برابر چنڊ جهڙو آهين، بن مانس.“

”پرابلم بن مانس جو نہ آهي. هيءُ انٽرنيشنل ڪنوارو آهي.“ امين ڊينڊي چيو، ”پرابلم يعقوب مترڪي جو آهي.“

مون چيو، ”يعقوب جي شادي چنڊ جي پهرينءَ تاريخ کان اڳ تي وجڻ گهرجي.“

”چو؟“ امين پڇيو، ”چنڊ جي پهرين کان پوءِ دنيا جون عورتون مري وينديون ڇا؟“

”چنڊ جي پهرينءَ کان پوءِ ذوالحج جو مهينو شروع ٿيندو.“ چيم، ”مون کي ڊپ آهي تہ ماڻهو يعقوب کي ٻڪر سمجهي ذبح نہ ڪري ڇڏين.“

”تون سمجهين ٿو تہ تنهنجي طنز تي اسين کلنداسين. پليل آهين! چنگيز چيو، ”تون اينڊڙ هڪ ڪروڙ سالن ۾ بہ ڪنهن کي ڪلائي نہ سگهندين.“

”تون ٺيڪ ٿو چوين نقلي چنگيز خان.“ چيم، ”اسان جو تعلق مشڪرن جي اُن نسل سان آهي، جيڪي سرڪس جو شو پورو ٿيڻ کان پوءِ اوندهہ ۾ لڪي پنهنجي اکين جا ڳوڙها اُگهي وٺندا آهن.“

الاءِ ڇا ٿيو، جو اوچتو ئي اوچتو سمورو ماحول اُداس ٿي ويو. اسين اجايو سجايو هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳاسين. ميزن تي پيل ڪاغذ ۽ خبرون اٿلائڻ پٿلائڻ لڳاسين. خوامخواه پنهنجو پنهنجو مٿو کنهڻ لڳاسين. ماچيس مان تيليون ڪڍي ڪَن کوٽڻ لڳاسين.

سِٽي پيج جو انچارج سلطان ڪسري دير کان خاموش ويٺو هو. هن ڪنگهڪار ڪندي چيو، ”اسان بن مانس کي سچي عمر ڪنوارو رهڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي آهي. ان قسم جي اجازت ڪنهن بہ صورت ۾ يعقوب مترڪي کي هرگز نہ ڏني ويندي.“

يعقوب چيو، ”يار! مان تڪڙ ۾ شادي نہ ڪندس. مون کي سوچڻ ڏيو. مان ٿنڪر آهيان.“

”اڙي سوچيندي سوچيندي ڪراڙو ڪَڪُ ٿي ويندين.“ سلطان چيو، ”۽ خبر اٿئي پوءِ ڇا ٿيندو!“

”ڇا ٿيندو؟“ يعقوب مترڪي پڇيو.

سلطان چيو، ”پوءِ سٺ سالن جي عمر ۾ تنهنجي شادي ڪنهن سورهن سالن جي ڇوڪريءَ سان ٿي ويندي، ۽ پوءِ تنهنجي باقي بچيل زندگي بچيل زال جي چوڪيدار ڪندي، ۽ اوڙي پاڙي، ۽ مٿن ماڻهن جي نوجوانن تي ڪرڙي اک رکندي گذري ويندي.“

”يار تڏهن بہ مونکي سوچڻ ڏيو.“ يعقوب چيو، ”منهنجو هڪڙو مامو دانشور هو. شادي ڪرڻ کان پوءِ هو پنهنجو دماغي توازن وڃائي ويٺو ۽ چريو ٿي پيو. هو پنهنجي زندگيءَ جا آخري ڏينهن گدو بندر ۾ گذاري، گذاري ويو.“

”تنهنجو مامو دانشور هو، تنهنڪري چريو ٿي پيو.“ سلطان چيو، ”تون دانشور نہ آهين. تون پنهنجي زال کي چريو ڪري ڇڏيندين.“

”مان تنهنجي ڳالهہ قبول نہ ڪندس، سلطان ڏاڪو.“ يعقوب مترڪي کي ڪجهہ ڪجهہ خار لڳا. چيائين، ”اسان جو هڪ پروفيسر ڏاڍو ڪلٽو هو. ڳالهہ ڳالهہ تي ٺهڪ ڏيندو هو. شادي ڪرڻ کان پوءِ هو اُداس رهڻ لڳو. ۽ پوءِ، هڪڙي ڏينهن هن سمنڊ ۾ ٽپو ڏيئي خودڪشي ڪري ڇڏي.“

سلطان پنهنجي ڪرسي ڇڏي يعقوب جي ويجهو اچي ويٺو. چيائين، ”يار مترڪا! تون نہ پروفيسر آهين، ۽ نہ ڪل مک ڪلٽو. توکي ڏسڻ کان پوءِ صحافي برادريءَ جا هي معتبر ميمبر، يعني امين ڏيندو، بن مانس، چنگيز خان ڏاڪو وغيره بيحد اُداس ٿي پوندا آهن. يقين ڪر، شاديءَ کان پوءِ اسين توکي سمنڊ جي ويجهو وڃڻ نہ ڏينداسين. سمنڊ کي بدنام ٿيڻ نہ ڏينداسين.“

يعقوب مترڪو لاجواب ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو.

ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين جي اجلاس کان پوءِ فيصلو ڪيوسين تہ يعقوب مترڪي جي سگ لاءِ اخبارن ۾ اشتهار ڏينداسين. اشتهار ذريعي رديءَ کان ردي، واهيات کان واهيات، ۽ بيڪار کان بيڪار شيءِ وڪامي ويندي آهي. منهنجن دوستن هڪ دفعي منهنجي ڏاڏي جي پراڻي ڇٽي وڏيءَ قيمت ۾ اشتهار ذريعي وڪڻي ڇڏي هئي. اُها ڇٽي پنهنجي نوعيت جي حيرت انگيز ڇٽي هئي. تاريخي دستاويزن مطابق، پهرين عالمير جنگ دوران، جنهن ۾ اورنگزيب عالمگير حصو نہ ورتو هو، منهنجي ڏاڏي هوائي جهاز مان ٽپو ڏنو هو، ۽ پنهنجي ڇٽي کولي صحيح سلامت زمين تي لهي آيو هو. انگريز بهادرن خوش ٿي کيس خان بهادر جو لقب ڏنو. (منهنجي ڏاڏي کي، ڇٽيءَ کي نہ.)

دوستن کي يقين هو تہ ڏاڏي جي پراڻي ردي ڇٽيءَ وانگر اشتهار ذريعي يعقوب مترڪو بہ وڪامي ويندو، يعني، کيس ڪونہ ڪو سگ ملي ويندو، ۽ ڪونہ ڪو مَت جو ماريل کيس پنهنجي ڄاڻي طور قبول ڪندو. اخبارن ۾ اشتهار ڏيئي ڇڏيوسين.

ان کان اڳ جو ماڻهو يعقوب کي ڏسڻ اچن، اسان سيني مِلي جُلي يعقوب کي قابل قبول ناهڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. سندس مٿي جا وار جوڪر ڇاپ خضاب سان ڪارا ڪياسين. سڄي حجم کان سندس سيرب ڪرائي سين. ڏاڙهي نئين بليڊ (آمريڪا مين بنا هوا) سان ڪوڙائي سينس. سندس پيانڪ مڇن طرف خاص خيال ڏنوسين: مڇون ماڻيٽ ۾ آنديون سينس. هر طرح ڪوشش ڪئي سين تہ سندس پڪوڙي جهڙو نڪ نمايان نظر نہ اچي. اسان جي ڪوشش سبب يعقوب مترڪو پنهنجي عمر کان گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ سال ننڍو نظر اچڻ لڳو. فيصلو ڪيوسين تہ اسين دوست مترڪي جي ويجهو رهنداسين ۽ پاڻ کي مترڪي جو سوٽ، ماروٽ، ماسات، پڦاٽ وغيره ظاهر ڪنداسين.

هڪڙي ڏينهن، هڪ ٿلهو متارو شخص، پنهنجي ٿلهيءَ متاريءَ زال سميت نازل ٿيو. جهاز جيڏي موٽر آڻي اسان جي فٽيچر قسم جي ڪوارٽر ٻاهران بيهاريائون. هو ٻئي يعقوب مترڪي جي مٿي جا ڪارا وار ۽ سٺي صحت ڏسي ڏاڍو متاثر ٿيا. حالي احوالي ٿيڻ کان پوءِ ٿلهي واپاريءَ يعقوب کان پڇيو، "تہ تون جرنلسٽ آهين."

مترڪي ڏاڍي سعادت وچان ورائيو، ”ها سائين مان جرنلسٽ آهيان.“
ٺلهي واپاريءَ پڇيو، ”ڪهڙي قسم جو جرنلسٽ آهين؟“
مترڪو منجهي پيو. مٺو ڪنهندي چيائين، ”بس سائين، جرنلسٽ آهيان.“
”سو تہ تون آهين.“ ٺلهي واپاريءَ پڇيو، ”ليفٽسٽ آهين، يا رائٽسٽ آهين.“

اسان دوستن اچرج وچان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو. اسان اهڙي سوال لاءِ قطعي تيار نہ هئاسين. مترڪو منجهي پيو. امين ڊيڄندي چيو، ”سائين، اسان جو مائٽ ڪجهہ ڪجهہ ليفٽسٽ آهي، ۽ ڪجهہ ڪجهہ رائٽسٽ آهي.“
”مطلب!“ ٺلهي ناراض ٿيندي مترڪي ڏانهن مشڪوڪ نگاهن سان ڏٺو.
امين ڊيڄندي چيو، ”اسان جو مائٽ صحافين جو وسيم حسن راجا آهي..“
”وسيم حسن راجا!“ ٺلهي واپاريءَ پڇيو، ”وسيم حسن راجا جو راجا ڏاهر سان ڪهڙو تعلق آهي.“
”ڪوبہ نہ سائين.“ سلطان چيو، ”وسيمِ حسن راجا پاڪستان ڪرڪيٽ ٽيم جو رانديگر آهي.“
ٺلهي خفي ٿيندي پڇيو، ”تہ پوءِ توهان جو مائٽ صحافين جو وسيم حسن راجا ڪيئن آهي؟“
”وسيم حسن راجا کاٻي هٿ سان بيٽنگ ڪندو آهي، ۽ ساڄي هٿ سان بالنگ ڪندو آهي.“ سلطان ڳالهہ ٺاهيندي چيو، ”اسان جو مائٽ کاٻي هٿ سان لکندو آهي، ۽ ساڄي هٿ سان ماني کائيندو آهي. تنهنڪري اسان جو مائٽ ڪجهہ ڪجهہ ليفٽسٽ، ۽ ڪجهہ ڪجهہ رائٽسٽ آهي.“
ٺلهو ۽ ٺلهي جي زال اسان کي بددعائون ۽ گاريون ڏيندا هليا ويا.
ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪ نيم انگريز قسم جو پوڙهو اسان جي يعقوب مترڪي کي ڏسڻ آيو. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ، جنهن ۾ هن ٻڌايو تہ اصل ۾ ڪراچيءَ جو رهاڪو آهي، پر پنهنجي زندگيءَ جا پنجويهہ سال جرمنيءَ ۾ گذاري چڪو آهي، هن يعقوب کان پڇيو، ”تنهنجي صحت جو راز ڇاهي؟“
يعقوب شرمائيندي چيو، ”سائين مان چيتي ميربحر ملهہ جو شاگرد آهيان.“

”نانسينس!“ پوڙهي چيو، ”چيتو ميربحر ملهه هوبهو ڪُراڙي ڏاند جهڙو بيدولو آهي – تون ٺاهوڪو آهين. اصل ۾ راز ڇاهي! ڪٿي ڪماندو ته ناهين!“

”ٺماٺو!“ مترڪو وائڙو ٿي ويو.

”ٺماٺو نه. ڪماندو.“ پوڙهي وڏي واڪ چيو.

”نه سائين.“ مترڪي چيو، ”مان ڪماندو نه آهيان. مان فقط ٺاندو آهيان.“

”اڙي! هيءُ توهان جو مائٽ ڪٿي ڪريڪ ته نه آهي!“ انگريز پڇيو.

”هيءُ اوهان کي ڪلائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.“ چنگيز چيو، ”هيءُ پاڻ به گهٽو ڪري ڪلندو رهندو آهي. اهوئي سندس صحت جو راز آهي.“

”هيءُ ڪلندو آهي!“ پوڙهو، انگريز ڇاپ شخص حيران ٿيو. پڇيائين، ”اڇا به ماڻهو ڪلي سگهندا آهن ڇا!“

”ها سائين.“ چنگيز چيو، ”سب ٺيڪ ٺاڪ لڳا پڙا هي.“ قسم جون خبرون ٻڌي ۽ پڙهي اسان جو مائٽ يعقوب خوب ڪلندو آهي، ۽ ڪلي ڪلي صحت برقرار رکي سگهندو آهي.“

”ويري گڊ.“ پوڙهي پڇيو، ”يلا ٻاهرين دنيا ڏٺي اٿائين.“

”نه سائين.“ چنگيز وراڻيو.

پوڙهو سوچ ۾ پئجي ويو. چيائين، ”منهنجي ڌيءَ سفر جي شوقين آهي. لڳيم ٿو اوهان جو مائٽ سفر جو شوقين نه آهي.“

”سفر!“ يعقوب هڪدم چيو، ”مون ڏاڍو سفر ڪيو آهي، سائين.“

پوڙهي تعجب وچان يعقوب ڏانهن ڏسندي چيو، ”تنهنجا سوٽ ماسات چَون ٿا ته تو ٻاهرين دنيا نه ڏٺي آهي.“

”ائين برابر آهي ته مون ٻاهرين دنيا نه ڏٺي آهي.“ يعقوب چيو، ”پر، مون اصل ۾ ڏاڍو سفر ڪيو آهي.“

”تون پڪ ڪريڪ آهين!“ پوڙهي چيو، ”ٻاهرين دنيا نه ڏٺي اٿئي، ته ڇا فقط پنهنجي ملڪ ۾ سفر ڪيو اٿئي.“

”ها. پنهنجي ملڪ ۾ سفر ڪيو اٿم.“ يعقوب چيو، ”ايترو سفر ڪيو اٿم جو منهنجيءَ دل ۾ هڪ ٽُنگ ٿي پيو آهي.“

پوڙهو وائڙو ٿي ويو.

يعقوب چيو، ”مون انگريزيءَ وارو سفر (Suffer) ڪيو آهي، ۽ ڪري رهيو آهيان.“

”مائي گاڊ!“ پوڙهي اسان ڏانهن ڏسندي چيو، ”اوهين سپيئي ڪريڪ ٿا لڳو.“

هو هليو ويو.

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ٻه ڊوٽيون قسم جون عورتون آيون. پوڙهيون پر آڙيڪاپ!

يعقوب کي ائين ڏٺائون جيئن قربانيءَ جي ٻڪر کي ڏسبو آهي. پوءِ سرٻاٽن ۾ چيائون، ”ٺيڪ آهي.“

اسين خوش ٿياسين.

هڪ پوڙهيءَ اسان کان پڇيو، ”مال ملڪيت اٿس.“

”فلاسافيءَ ۾ ايم. اي آهي.“

”ڪا زمين؟“

”نه.“

”پلاٽ؟“

”نه.“

”ذاتي جاءِ؟“

”نه.“

”بينڪ بيلنس؟“

”نه.“

”اثر رسوخ وارو مائٽ مٽ؟“

”اسين سندس مٽ مائٽ آهيون.“

ٻنهي آڙيڪاپ عورتن اسان ڏانهن نفرت وچان ڏٺو، ۽ هليون ويون.

اسان سيني سختيءَ سان يعقوب کي منع ڪئي ته پنهنجي دل بابت ڪا ڳالھ زبان تي هرگز نه آڻي، ۽ دل ۾ تنگ جو ذڪر نه ڪري. اسان کي خبر آهي ته يعقوب مترڪي جي دل ۾ هڪ قسم جو ڪو تنگ آهي. اسان سيني کي خبر آهي، ۽ يعقوب کي به خبر آهي ته هو هڪڙي ڏينهن اوچتو ئي اوچتو مري ويندو.

هڪڙي ڏينهن ڪجهہ نيڪ صورت مرد ۽ عورتون انبوهہ ۾ آيا. هو يعقوب کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. منجهائن جيڪو سڀ کان وڏيڪ پوڙهو ۽ فرشتن جهڙو هو، تنهن يعقوب کان پڇيو، ”ابا، خدا شل وڏي ڄمار ڏيئي، پاڻ ڪير آهيو؟“

مترڪي هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي چيو، ”ڏاڏا، مان يعقوب آهيان – هي منهنجا مائٽ مون کي مترڪو سڏيندا آهن. مان اخبار جو ادبي صفحو ايڊٽ ڪندو آهيان.“

”اها تہ اسان کي خبر آهي – بلڪ پلي پت خبر آهي.“ پوڙهي نهايت نفيس لهجي، ۽ نفيس آواز ۾ پڇيو، ”هونءَ، تون آهين ڪير؟“

مترڪي سرباڻن ۾ مون کان پڇيو، ”هيءُ مون کي ڇا پيو سمجهي ڇا؟“

ان کان اڳ جو مان پنهنجو ڪو رايو ڏيان، مترڪي پوڙهن فرشتن ڏانهن ڏسندي چيو، ”بزرگو، مان ماڻهو آهيان.“

امين ڊينڊي بہ هڪدم چيو، ”مان هن جو ماسات آهيان. مون کي پڪ آهي تہ يعقوب ماڻهو آهي.“

”پر ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟“ پوڙهن مان هڪ ڄٽي ڪجهہ ڪاوڙ وچان پڇيو، ”شادي واري اشتهار ۾ اوهان نہ سندس ذات پات، نہ حسب نسب، ۽ نہ ئي عقيدي بابت ڪجهہ ڏنو آهي. اوهان جو اشتهار اڌورو آهي. فقط ماڻهو يا، مسلمان چائڻ ڪافي نہ آهي. هيءُ اصل ۾ ڪير آهي؟“

اسين وائڙا ٿي وياسين، چنگيز سرباڻن ۾ چيو، ”مترڪو پنهنجو مخصوص جواب ڏيئي، ڪٿي ڪم نہ ڦٽائي وجهي.“

گهٽو، گهٽو اڳ يعقوب مترڪو جڏهن ڪاليج ۾ ليڪچرار هو، تڏهن ڪنهن سان نہ ڳالهائيندو هو. خاموش رهندو هو. عام ماڻهن کي هو ڏاڍو عجيب لڳندو هو. پنهنجو ڪلاس وٺڻ کان پوءِ هو لائبريريءَ ۾ وڃي ويهندو هو، ۽ دير تائين پڙهندو رهندو هو. شام جو گهاٽن وڻن سان ڍڪيل رستن تي هيڪلو هلندو رهندو هو. پڪين جي پولين باب امام غزاليءَ جي حوالي سان ڳالهائيندو هو. عام روش کان بنهہ مختلف هئڻ سبب ماڻهن ڪيس ملحد مشهور ڪري ڇڏيو. پر، اسان دوستن کي خبر هئي، ۽ خبر آهي تہ هو ملحد

نہ آهي. هو وحدت الوجود جي فلسفي جو قائل آهي. هو حضرت جنيد بغدادي، منصور حلاج ۽ ابوبڪر شبليءَ جو شاگرد آهي. انهن ئي ڏينهن ۾ ملحد هئڻ جي الزام ۾ مٿي انڪوائري هلي هئي. هڪ سوال جي جواب ۾ ته، 'اسان ٻڌو آهي تہ تون روزي نماز جو پابند نہ آهين.' يعقوب وراڻيو هو:

"روزا ۽ نماز، اي پڻ چڱو ڪم،
او ڪو بيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي."

پڇيو هئائونس، "اهو گمراهہ ڪندڙ شعر تنهنجو آهي؟"

وراڻيو هئائين، "شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو آهي."

تڏهن، ڪيس نوڪريءَ مان جواب ملي ويو هو، ۽ هو پنهنجي پُراڻي ستگت سان صحافت ۾ اچي شامل ٿيو هو، ۽ اڄ تائين شامل آهي. هن جي عقيدي بابت جڏهن چوبول وڌي ويو، تڏهن هن جواب ۾ اڪثر هڪ جملو ڳالهايو هو، ۽ ساڳيو جملو اڄ تائين ڳالهائيندو آهي، "ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي، آئون جوئي آهيان سوئي آهيان."

اسان کي ڊپ هو تہ متڪو ڪٿي ساڳيو جملو نہ چئي وجهي.

"ڪو ڦڏي جو ڪم تہ نہ آهي!" هڪ پوڙهي، جنهن جي ڪن جون پاپڙيون ڏڏيون پئي، ٻيهر ورجائي پڇيو، "اوهين هن جا مائٽ آهيو، اوهين ٻڌايو تہ هيءُ ڪير آهي؟"

امين ڊيندي چيو، "سائين هيءُ صابرين آهي. شاديءَ کان پوءِ زال جي خدمت ڪندو، ماني پچائيندو، ٻهاري ڏيندو. ڪپڙا ڌوئيندو ۽ ڪڏهن ڪڏهن زال هٿان مار بہ صبر سان کائي ويندو – ان کان وڌيڪ اوهان کي ڪهڙي قسم جي ڄاڻي جي ضرورت آهي!"

پوڙهن سان گڏ آيل پوڙهيون خوش ٿيون. پر، پوڙها ناراض ٿي ويا. چيائون، "هيءُ اوهان جو مائٽ يعقوب ۽ اوهين سڀيئي، مشڪوڪ قسم جا ماڻهو آهيو. الله شل سيني کي اوهان کان امان ۾ رکي."

هو هليا ويا.

يعقوب بيزار ٿيندي چيو، "منهنجي شادي نہ ٿيندي – نہ ٿيندي. منهنجي جند ڇڏيو."

"شادي تہ تنهنجي وڏن جي بہ ٿيندي!" سلطان چيو، "تون ڪهڙي شيءِ آهين!"

يعقوب چيو، ”يار، مان ڏاڍو شريف ماڻهو آهيان. شاديءَ کان پوءِ ابراهيم ٺوڙهي وانگر پنهنجيءَ جوءِ جو مَجو ٿي پوندس ۽ سموري سنگت کان جدا ٿي ويندس.“

”اهو پوءِ جو مسئلو آهي.“ چنگيز چيو، ”اسين عنقريب ان باري ۾ مَجُن جو هنگامي اجلاس سڏائينداسين،“

۽ پوءِ، انهن ئي ڏينهن ۾، اتفاق سان پيهر فرشتن جهڙا نيڪ صورت ماڻهو ٽولو ٺاهي يعقوب کي ڏسڻ آيا. يعقوب جو باريڪبينيءَ سان جائزو ورتائون. يعقوب کين وڻيو. هو پريرو ويهي پاڻ ۾ صلاح مشورا ڪرڻ لڳا.

اسان متر کي ڪَي چيو، ”يار، فقط ماڻهو ٻڌائڻ يا چوائڻ سان ڪم نه هلندو. ذات پات جي باري ۾ تون کين چئجانءِ... ته....، تون ذات جو صديقي آهين، يا قاضي آهين، يا ڪاظمي آهين، يا رضوي آهين، يا سيد آهين.“

”يار، منجهائي نه ماريوس.“ چنگيز چيو، ”ڪا هڪ ذات ٻڌايوس.“

”هڪ ذات جو فيصلو متر کي تي ڇڏيون ٿا.“ سلطان چيو، ””گهٽ ۾ گهٽ بنيادي معاملي بابت فيصلي جو اختيار ته يعقوب کي به ملڻ گهرجي!“

ذات جي چونڊ بابت فيصلو يعقوب تي ڇڏي ڏنوسين.

نيڪ صورت ماڻهن مان هڪ ڄڻي يعقوب کان پڇيو، ”تنهنجو والد صاحب ڇا ڪندو آهي؟“

يعقوب سان گڏ اسين به وائڙا ٿي وياسين. اسان کي خاموش ڏسي، بزرگ چيو، ”اوهه! ته هن جو والد گذاري ويو آهي. ڇا ڪندو هو؟“

امين ڀينڊي چيو، ”انهن سوالن جا جواب ڪمپيوٽر به ڏيئي نه سگهندو.“

”مطلب!“ پوڙهن پڇيو.

مطلب ٻڌائڻ جي همٿ ڪنهن ۾ به نه هئي. اسين ڪنڌ جهڪائي ويهي رهياسين. اسان ٻڌو هو ته يعقوب جو پيءُ دلو هو، ۽ يعقوب جي ماءُ کان پيشو ڪرائيندو هو. بزرگن جي سوالن جا جواب اسان منجهان ڪوبه ڏيئي نه سگهيو.

مترڪو روئڻهارڪو ٿي پيو. فلاسافيءَ ۾ ايم. اي آهي. پاڻ کي جاهل ۽ بيوس محسوس ڪري رهيو هو – شڪل ڇبري جهڙي ٿي ويس. پڪوڙي جهڙي نڪ جون ناسون ڦنڊجي ويس. هٿ جوڙيندي چيائين، ”مون کي معاف ڪريو سائين – آءٌ جوئي آهيان، سوئي آهيان.“

فرشتن جو ڪٽنب هليو ويو.

اسان سيني مترڪ کي ڦٽ لعنت ڪئي. امين ڊينڊي چيو، ”منهنجو خيال آهي ته يعقوب مترڪي بن مانس وانگر سڄي عمر ڪنواري رهڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي.“

”بن مانس جو معاملو مختلف آهي. هو عشق جو ماريل آهي.“ چنگيز چيو، ”پر، يعقوب مترڪي جو چاچي ڪري خانو خراب ٿيو آهي.“

”بهرحال.“ سلطان چيو، ”اخبارن ۾ اشتهار جاري رهندا.“

طرحين طرحين جا ماڻهو ايندا رهيا، يعقوب کي ڏسندا، ۽ جاچيندا رهيا، ڪيس پسند ڪرڻ کان پوءِ رد ڪندا رهيا. ان سموري ڪاگذاريءَ دوران مترڪو ذهني طرح مجروحُ ٿي پيو. مان سمجهان ٿو اسان سندس دل جو تنگ وڏيڪ وڏو ڪري ڇڏيو هو. هو هيٺو ٿي پيو. اسين به مايوس ٿي پياسين. محسوس ڪيوسين ته مترڪو سڄي ڄمار ڪنوارو رهندو. اشتهار ڏيڻ بند ڪري ڇڏياسين. ڳالهه آئي وئي ڪري وساري ڇڏيسين. اخبار جي صفحن ۾ پنهنجين پنهنجين محرومين ۽ ڇتڪُٽائين کي لڪائي ڇڏيوسين.

ڪافي عرصي کان پوءِ، اڌ رات ويلي، هڪ اوپرو شخص اسان جي ڪوارٽر ۾ داخل ٿيو. هو پنجاهه جي لڳ ڀڳ هو. وار وڪريل، ڏاڙهي وڌيل، ڪپڙا ميرا ۽ مروڙيل! هو ڏيک ويک ۾ عام رواجي شخص نه هو. هن جي شخصيت ۾ ڪجهه غير معمولي عنصر هو، جيڪو اسان موڳن جي سمجهه کان ٻاهر هو.

ڳوري آواز ۾ پڇيائين، ”يعقوب اڃا ڪنوارو آهي، يا شادي ٿي وئي اٿس.“

چيم، ”اڃا ڪنوارو آهي.“

پڇيائين، ”يعقوب ڪيئن آهي؟“

چيم، ”اندر آهي. پڙهي پيو. سڏي ٿو وٺانس. اوهين پاڻ ڏسوس ته ڪيئن آهي.“

چيائين، ”سڏڻ جي ضرورت نه آهي. مون کي تون ٻڌاءِ ته ڪيئن آهي.“

منجهي پيم، چيم، ”ماڻهن جهڙو ماڻهو آهي. پر سپتيو آهي. پارس ڪاڻ وانگر سچو آهي.“

"اهي اجايون ڳالهيون آهن، بابا. اڄڪلهه جي ڇوڪرين جي معيار تي لهڻ لائق نه آهن." هن پڇيو، "مون کي ٻڌاءِ - يعقوب جا ڪلها ڪريل ته نه آهن."

عجيب سوال هو. جواب ڏنم، "نه."

پڇيائين، "تنگون ٻانهون سنهڙيون، سينو اندر، ۽ پيٽ ٻاهر نڪتل ته نه اٿس؟"

وائڙو ٿي پيس. چيم، "هو جيڪڏهن فلاسافيءَ جو مستقل شاگرد نه هجي ها ته جيڪر ويٽ لفٽنگ جو چيمپيئن هجي ها. جسم لوهه جهڙو اٿس، پر..."

جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنم. چوڻ پئي چاهيم، ته جسم لوهه جهڙو اٿس، پر دل ۾ هڪ تنگ اٿس. ڪجهه نه چيم.

"تون پنهنجو آخري جملو اڌ ۾ ڇو ڇڏي ڏنو؟" هن ڳوري آواز ۾ پڇيو.

"ڪا خاص ڳالهه نه هئي." چيم، "مون اوهان جي سوال جو جواب ڏيئي ڇڏيو هو."

پڇيائين، "شڪل جو ڪيئن آهي."

چيم، "اداڪارن جهڙو حسين نه آهي."

"بس." هن عجيب لهجي ۾ ڳالهائيندي چيو، "ته پوءِ هو منهنجي ڌيءَ جي معيار تي لهي نه سگهندو."

مان منجهي پيس. ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه آيم. ڏانهس ڏسندو رهيم. ڪجهه نه چيم.

هن چيو، "منهنجي ڌيءَ مون کان رسي ويئي آهي. هن مون سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو آهي."

تعجب وچان ڏانهس ڏسندو رهيس.

منهنجي سامهون اچي ويٺو. پڇيائين، "خبر اٿئي ته هن مون سان ڇو ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو آهي."

مان خاموش رهيس.

هن چيو، "منهنجي ڌيءَ کي هڪڙو شخص وڻي ويو هو، جنهن جا

ڪلها ڪريل، تنگون پاڻهون سڪل، سينو اندر ۽ پيٽ ٻاهر نڪتل هو. باقي شڪل جو ڍانچو ٺاهوڪو- پريان عورتن جهڙو لڳندو هو. مون کي بنهہ نہ وڻندو هو."

اوندهہ ۽ خاموشيءَ، ماحول کي پُراسرار ڪري ڇڏيو. مون کي هن شخص جيءَ ذهني ڪيفيت بابت شڪ ٿيڻ لڳو.

هن چيو، "ڪنهن سيٺ جو پٽ هو، ساڳئي ڪاليج ۾ پڙهندو هو. مون ڪانئس ٻہ سوال پڇيا هئا، ۽ هو ٻنهي سوالن جا جواب ڏيئي نہ سگهيو هو. ان ڏينهن کان پوءِ هو مون کي نهايت بيهودو لڳندو هو."

مون کي پڪ ٿيڻ لڳي تہ هو ذهني طرح ٺيڪ نہ هو.

هن مون کي ڪلهن کان وٺندي پڇيو، "خير اتئي تہ مون کانئس ڪهڙا سوال پڇيا هئا."

مان خاموش رهيس.

هن چيو، "مون کانئس پڇيو هو تہ ٻيءُ ۽ عاشق جي دل ۾ ڪهڙو فرق هوندو آهي؟ هو جواب ڏيئي نہ سگهيو. پوءِ مون کانئس پڇيو تہ درد جي ڪيفيت اَسُر ويل وڌي ويندي آهي، يا سانجهيءَ ويل؟ هو جواب ڏيئي نہ سگهيو."

هن منهنجا ڪلها ڇڏي ڏنا.

"خير اتئي، پوءِ ڇا ٿيو!" هن چيو، "پوءِ مون پنهنجي ڌيءَ کي اُن واهيات شخص سان شادي ڪرڻ نہ ڏني."

هو خاموش ٿي ويو. پولار ۾ نهارڻ لڳو.

پوءِ چيائين، "۽ هڪ رات منهنجي ڌيءَ ان شخص سان ڀڄي ويئي."

مون پنهنجي بدن ۾ ڪنبٽي محسوس ڪئي.

هن ٻڏل ٻڏل آواز ۾ چيو، "تن ڏينهن کان پوءِ منهنجي-ڌيءَ موٽي آئي. نہ مون ڏانهن ڏٺائين، ۽ نہ ئي مون سان ڳالهايائين. پنهنجي ڪمري جو در بند ڪري ڇڏيائين."

مون دل ۾ سوچيو، تہ وڏو ڪو مڪريل آهي! چالاڪ آهي. پنهنجي ياچوڪڙ ڌيءَ کي اُٿارڻ آيو آهي!

مون محسوس ڪيو تہ يعقوب وراڻدي جي ٺلهہ پنيان بيٺو هو، ۽ سموري گفتگو ٻڌي چڪو هو. مون منهن ورائي وراڻدي ڏانهن ڏٺو. يعقوب ٺلهہ پنيان نڪري پڌر ۾ اچي بيٺو.

اوپري ۽ پُراسرار شخص غور سان يعقوب ڏانهن ڏٺو، ۽ پوءِ وک کڻي سندس سامهون وڃي ويٺو. هو ٻئي مون کي هڪ ٻئي جو عڪس محسوس ٿيڻ لڳا. هو ڪجهه دير تائين هڪٻئي جي سامهون خاموش ويٺا رهيا. هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهيا.

يعقوب چيو، ”منهنجي دل ۾ تنگ آهي. مان تمام جلد مري ويندس.“

پُراسرار شخص کيسي ۾ هٿ وجهي، ڳاڙهي ڪاغذ ۾ ويڙهيل منڊي ڪڍي، يعقوب جي هٿ ۾ ڪٽي، کيس آڱر ۾ پارائي ڇڏي. پوءِ هن ڪلهن کان ڇڪي، يعقوب کي پاڪر ۾ پري ڇڏيو. مون سُڏڪي جو آواز ٻڌو.

اوپري شخص اسان ڏانهن پُٺي ڏيندي چيو، ”ان رات پنهنجي ڪمري جو در بند ڪري، منهنجيءَ ڌيءَ زهر کائي ڇڏيو هو، هيءَ ٿي رات جو پهر جو هن مون سان هميشه لاءِ ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو.“

هو وک وک کڻندو، در مان ٻاهر نڪري، اونڌهه ۾ گم ٿي ويو. ✦

# مان برف ۾ توسان ملندس

تڏهن: مريءَ ۾ موسم جي پهرين برف پيئي هئي. هر طرف ڪپهه جهڙي ڪوئٽري، ۽ ڪفن جهڙي اڇي ۽ بيداغ برف جا تهه ڄمي ويا. سڀ ڪجهه برف جي تهن هيٺان دفن ٿي ويو. هر رنگ بيرنگ ٿي ويو.

اوچتو، برف جي ڦڙين سان گڏ موت جهڙي سرد هوا هلڻ لڳي. سيءَ جي شدت وڌي ويئي. ماڻهو مال روڊ تان کسڪڻ لڳا. هوٽلون ۽ ريسٽورنٽ ڀرجڻ لڳا. جتي، ڪجهه دير اڳ رونق هئي، رنگارنگي لباسن ۾ ماڻهن جي انبوهه جي چهل پهل هئي، اتي ڪن پل کان پوءِ ڪجهه باقي نه بچيو، سڀ ڪجهه خواب جي تعبير وانگر بدلجي ويو. مال روڊ ڏسنديئي ڏسندي ڳوڙهي جيڏي برف سان ڍڪجي ويو. تڏهن اوچتو، مون هڪ هيڪلي شخص کي هولي ٽرنٽي چرچ جي ٻاهرين پٽ پرسان بيٺل ڏٺو. هو اڌڙ وٿ عمر وارو طاقتور شخص هو. ڪاري اوور ڪوٽ سان برف جي رڻ ۾ مون کي بيحد پُراسرار محسوس ٿيڻ لڳو. هو ڪليسا جي صليب هيٺان بيٺو هو. سنّدس مٿو اُگهاڙو هو. وارن تان برف جا تهه لاهي، هن ڪنڌ کڻي صليب ڏانهن ڏٺو، هو مونکي بيرابس لڳو، جنهن کي پنهنجي زندگيءَ بدران يسوع مسيح جيئدان وٺي ڏنو هو.

ڪجهه دير اڳ، جڏهن منهنجي پٽ نعيم مون کي پنهنجين لوهه جهڙين ٻانهن سان ڀاڪر ۾ ڀريندي چيو هو، لڳيم ٿو، بابا، مريءَ سان اوهان جي ڪا غير معمولي ياد ڳنڍل آهي؛ تڏهن هو ڪليسا جي ٻاهرين پٽ پرسان بيٺل نه هو. تڏهن هو اُتي موجود نه هو.

”اڙي وڏو ڪو بدمعاش آهين!“ مون نعيم کي پيٽ ۾ ٺونشو وهائي ڪڍيو هو. ٺهڪ ڏيئي نعيم مون کان ڌار ٿي ويو هو. ويهن سالن جو آهي. ايندڙ نومبر ۾ ايڪويهن سالن جو ٿيندو. قائداعظم يونيورسٽيءَ مان انٽرنيشنل رليشنس ۾ ايم اي ڪري رهيو آهي. مڊل ويٽ ۾ يونيورسٽيءَ جي باڪسنگ

ٽيم جي نمائندگي ڪندو آهي. ڏاڍو طاقتور آهي. قد ۾ مون کان چار انچ وڏو آهي. ماڻهو چوندا آهن تہ ڪنهن بہ ٻيءَ پنهنجي پٽ سان ايڏي ۽ اهڙي محبت ورلي ڪئي هوندي، جهڙي محبت مون نعيم سان ڪئي آهي؛ ۽ ڪنهن بہ پٽ اهڙي محبت پنهنجي ٻيءُ سان نہ ڪئي هوندي جهڙي محبت نعيم مون سان ڪئي آهي. مان ڪنهن ڪنهن مهل نعيم لاءِ ڏاڍو اُداس ٿي پوندو آهيان. مان اڪثر ان ايندڙ گهڙيءَ کان ڪنبي ويندو آهيان، جڏهن اسان ٻنهي جي زندگيءَ جي ڊرامي تان پڙدو ڪرندو! تڏهن هو منهنجي باري ۾ ڇا سوچيندو! تڏهن هو پنهنجي ٻاري ۾ ڇا سوچيندو!

برف پوڻ کان اڳ نعيم مون کي چيو هو، "پيراڊائيز سئنيما ۾ اينٿوني ڪوئن ۽ محمدعلي ڪلي جي فلم 'ريڪوئيم فار دي هيوي ويٽ' هلي رهي آهي، اوهان جو ڪهڙو موڊ آهي؟"

"منهنجو موڊ!" مون هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي چيو هو، "مان مال روڊ تي گهمندس. بڪ گيلريءَ مان ڪجهہ ڪتاب وٺندس. ۽ هونءَ بہ اِها فلم مون ڪراچيءَ جي ريڪس سئنيما ۾ تنهنجي پيدا ٿيڻ کان اڳ ڏٺي هئي!"

"ايڏي پراڻي آهي!" نعيم تعجب وچان پڇيو هو.

"اڙي تون ڪو موهن جي دڙي جو ماڻهو آهين ڇا!" سندس هٿ جهليندي چيو هوم، "چوويهہ – پنجويهہ سالن جي ڳالهہ آهي. تڏهن مان اڃا ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هوس."

ڪلي پڇيائين، "نو ڪمپني؟"

ڪيس ٻنهي ڏورن کان جهليندي چيم، "نو ڪمپني، ماءِ سئيٽ لِٽل سن."

واچ ۾ وقت ڏسندي چيو هئائين، "سادي ڇهين لڳي بُڪ گيلريءَ ۾ ملنداسين."

هاڪار ۾ مون فقط ڪنڌ لوڏيو هو.

نعيم پاپوهہ مان پڇيو هو، "ڪنهن سان ملڻ جو مخفي پروگرام تہ نہ ٺاهيو اٿوَ!"

مون ڪيس ڏوري تي ٺونشو هنيو هو. هو ڪلندو پيراڊائيز سئنيما ڏانهن هليو ويو. تڏهن اڃا برفباري شروع نہ ٿي هئي.

ٿوري دير کان پوءِ جڏهن آسمان مان ڪجهه جهڙيَ ڪوئنري برف ڪرڻ لڳي، ۽ زندگيءَ جا مصنوعي ۽ عارضي رنگ ڪوري ڪفن جهڙي وجود ۾ گم ٿيڻ لڳا، تڏهن مون پهريون دفعو ڪيس هولي ٽرنٽي چرچ جي ٻاهرين پٽ پرسان مال روڊ تي بيٺل ڏٺو. هن جون نگاهون ڪليسا جي صليب تي ڪتل هيون. ڏسنديئي ڏسندي صليب برف سان اڇو ٿي ويو. ان ئي گهڙيءَ هن جي عينڪ جا شيشا برف سان ڍڪجي ويا. هو صليب تي لٽڪيل برف ڏسي نہ سگهيو. سندس نگاهن ۾ سڀ ڪجهہ ڌنڌ جي پردن پٺيان گم ٿي ويو. هن ڪنڌ هيٺ ڪيو. عينڪ جي شيشن تان برف جو تهہ ترڪي ويو. هو ڪليسا جي پٽ ڪي ٽيڪ ڏيئي بيهي رهيو. هيئنر هو مون کي اجنبي ۽ اوپرو محسوس نہ ٿيو. مون ڪيس سڃاڻي ورتو.

ڪليسا جي ٻاهرينءَ پٽ پرسان مال روڊ تي گوڏي جيڏي برف ۾ اڪيلو بيٺل شخص مان هوس.

مان ڪليسا جي ٻاهرينءَ پٽ پرسان بيٺو هوس. ڪجهہ ماڻهو سئمس ۽ لينٽاٽس ريسٽورنٽس جي درين مان تعجب وچان مون ڏانهن ڏسڻ لڳا. نوجوانن جو هڪ ٽولو، هڪ ٻئي کي برف جا گولا هڻندو، کلندو، نچندو، ڳائيندو، مال روڊ جي ٻئي پاسي کان اچي لنگهيو. مون کي پٽ پرسان، برف ۾ اڪيلو بيٺل ڏسي، ٽولي ۾ شامل ڪجهہ نوجوان بيهي رهيا. هنن سرٻاٽن ۾ ڪو فيصلو ڪيو. پوءِ، هڪڙي نوجوان فٽ بال جيڏو برف جو گولو ٺاهي مون ڏانهن اُڇلايو، ۽ ٻين وڏي واڪ چيو، ”اڙي چريو آهين ڇا.“

مون ڪين جواب نہ ڏنو. هو کلندا، خوش ٿيندا، تاڙين جي لئيءَ تي نچندا اڳتي وڌي ويا. هنن جو جملو مون کي وڻيو. سندن جملي ۾ منهنجي ماضيءَ جو واضح پڙاڏو هو. اهو منهنجو پنهنجو ئي جملو هو، جيڪو ورهين کان پوءِ مون کي ٻڌڻ ۾ آيو هو. ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ جي موڪلن ۾ اسين جڏهن بہ مري ايندا هئاسين، تڏهن اهڙي ئي نموني ماڻهن تان کلندا هئاسين، کين تنگ ڪندا هئاسين، مٿن ٺٺوليون ڪندا هئاسين. اسين سندن ظاهر تہ ڏسي سگهندا هئاسين، پر سندن باطن ڏسي نہ سگهندا هئاسين، سندن رنگين لباسن، برساتين، ٽوپين، اوورڪوٽن، ۽ مفلرن جي ٻهار تہ ڏسي سگهندا هئاسين، پر سندن وجود جي ويرانين جي خزان ڏسي نہ سگهندا هئاسين.

چھرين جي رونق تہ ڏسي سگھندا هئاسين، پر دل جي وحشت ڏسي نہ سگھندا هئاسين.

دل چاهيو تہ نوجوانن کي سڏ ڪري بيهاري ڇڏيان؛ ڪين ترسايان؛ سندن ڏيان ترنتي چرچ جي صليب ڏانهن ڇڪايان. ڪين ٻڌايان تہ زندگيءَ ۾ ڪا مهل اهڙي بہ ايندي آهي، جڏهن اسين ڪنهن صليب هيٺان بيهي رهندا آهيون – وَيل وقت کي سڏيندا آهيون – ماضيءَ جي گهڙيءَ گهڙيءَ کي پڪاريندا آهيون. پر ماضي واپس نہ ورندو آهي لمحن جو سج لهي وري نہ چڙهندو آهي. گذريل گهڙيون خيرات وانگر ڪشڪول ۾ نہ ڪرنديون آهن. هڪ ياد جي ليڪ رت جي اندلٺ وانگر اندر جي آسمان تي موجود رهندي آهي تقدير جي شب خون جي شاهدي ڏيندي آهي. مقدر جي ڪاتب جو قلم جڏهن اسين هٿ ۾ ڪٽندا آهيون، تڏهن پروڙ پوندي آهي تہ اسان جون آڱريون وڍيل آهن؛ ۽ اسين لوح محفوظ جي تحرير مٽائي نہ سگھندا آهيون.

مون نوجوانن ڏانهن ڏٺو. هڪ بڪ گيلري (ڪتابن جو دڪان) وٽان لنگهي رهيا هئا. هنن اُتان ڪنڌ ورائي مون ڏانهن ڏٺو، ۽ هٿ لوڏي ڇڏيو. جواب ۾ مون پنهنجو هٿ مٿي ڪيو. هو ڏاڪڻ لهي هيٺين بازار ڏانهن هليا ويا.

سئمس ۽ لينٽاٽس ريسٽورنٽس مان مون ڏانهن ڏسڻ وارن جو تجسس ختم ٿي ويو. هنن مون کي نظر انداز ڪري ڇڏيو. هو گرم گرم چانهہ ۽ ڪافيءَ جي ڪوپن مان سرڪيون پرڻ لڳا. هو ٽيبلن تي ٻانهون رکي، اڳتي جهڪي اندر اورڻ لڳا.

يخ جهڙي هوا تير وانگر مون کي جسم ۾ چبڻ لڳي. سوچيم، ”سئمس ۾ وچي ويهندس، دريءَ مان برف کي آسمان مان لهندي ڏسندس، ۽ گرم گرم ڪافيءَ جي سپ سپ سان ٿڌي ٺينڊڙ جسم کي ڪنبڻ کان بچائي وٺندس. تڏهن، مون اوچتو محسوس ڪيو تہ بڪ گيلريءَ جي ٻاهرين در وٽان ڪو مون ڏانهن ڏسي رهيو هو. عينڪ جي شيشن تي آلاڻ، ۽ لاڳيتو برف ڪِرڻ سبب مان ڪيس چڱيءَ طرح ڏسي نہ سگھيس. ڇڻ ڪو ٻاچو هو، جيڪو لاڳيتو مون ڏانهن ڏسي رهيو هو.

هو ڏنڊ ۽ ڪوهيڙي جي ڪڪر پنيان مون ڏانهن وڌڻ لڳو. قداور، طاقتور، ماحول کان بي نياز! هو مضبوط قدمن سان مون ڏانهن وڌڻ لڳو. مال

روڊ تي وچايل گوڏي جيڏي برف جهاڳڻ لڳو. جيڪيٽ جي زپ، ۽ قميص جا بٽڻ کليل هئس. وار وکريل هئس. ڪير آهي! مون سوچيو. هو مون کي نظر چو نہ ٿو اچي! ڪرنڊڙ برف جي پٽ ايڏي نهري بہ نہ آهي جو مان ڪيس چڱيءَ طرح ڏسي نہ سگهان! ائين تہ ناهي، اينڪل سيريا نرسنگ هوم جي ڪمري نمبر 34 مان پنجويهہ سال اڳ گم ٿي ويل سختگير نوجوان عالم وجود ۾ اچي رهيو هو، ۽ منهنجي وجود ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مون ڏانهن وڌي رهيو هو! الاءِ! پر، اهو ممڪن بہ تہ نہ آهي! منهنجي وجود کي هن جي هينئر قطعي ضرورت نہ آهي – نعيم جي موجودگيءَ ۾ مون کي هن جي ضرورت نہ آهي – نہ، نہ. هو ڪنهن بہ صورت ۾ نعيم کان مضبوط، طاقتور، سرڪش ۽ بي ناز نہ هو. هو، پنجويهن سالن کان پوءِ چو مون ڏانهن وڌي رهيو آهي! پر، اهو ڪنهن بہ صورت ۾ ممڪن نہ آهي. هن جي واپسي امڪان کان ٻاهر آهي تہ پوءِ، هيءُ ڪير آهي – جيڪو موسم جي سختيءَ ۽ ماڻهن جي تجسس کان بي نياز مون ڏانهن وڌي رهيو آهي! ڪير آهي!

"بابا!" لوهہ جهڙين ٻانهن ۽ ڍال جهڙي سيني سان ڀاڪر ۾ ڀرجي، مون مون کان چرڪ نڪري ويو. هو نعيم هو.

"بابا!" نعيم مون کي پيار ڪنديِ چيو، "ڪيئن آهيو بابا!"

"چو!" تعجب وچان ڪانئس پڇيم، "چا ٿيو آهي مون کي! پر، تون تہ فلم ڏسڻ ويو هئين!"

نعيم مون کي سخت پريشان نظر آيو. پڇيائين، "هيڏي برف، ۽ ولهہ ۾ ٻينا آهيو."

شعور جي واڳ ورائڻ کان اڳ منهنجي وات مان نڪري ويو، "يار، ايڏي برف تہ نہ پئي آهي."

"ٻہ فٽ پئجي چڪي آهي!" نعيم مون کي ٻانهن کان جهليندي پاڀوهہ مان چيو، "اوهين ٺيڪ تہ آهيو نہ، بابا."

"يار مان ٺيڪ آهيان." مون پاڻ کي سنڀاليِ ورتو. چيم، "تون چا ٿو سمجهين! برف ۽ هوا ۾ فقط تون ئي سينو کولي هلي سگهين ٿو! ويٺي چڙائي ڏيڪار."

مون پئي هٿ سندس رُڪ جهڙيءَ ويٺيءَ ۾ وجهي چڙيا. هو ٿهڪ ڏيئي کلي پيو. چيائين، "نات پاسيبل بابا – نات پاسيبل بابا."

هو ڏاڍو طاقتور آهي. بنا ڪنهن زور آزمائيءَ جي پانهن ڇڏائي وٺندو آهي. پر، جڏهن پيار سان ٺمٺار هوندو آهي، تڏهن چوندو آهي. ”نات پاسيبل بابا – نات پاسيبل.“ ڊوڙ ۾ مون کي پٺتي ڇڏي ويندو آهي. پر جڏهن پيار سان ٺمٺار هوندو آهي، تڏهن چوندو آهي، ”نات پاسيبل – نات پاسيبل بابا.“ جمعي جي ڏينهن اسين ٻئي منجهند جي ماني کٽي مارگلا ٽڪرين جي چوٽيءَ تي چڙهي ويندا آهيون. قوت سان ڀريل ۽ ڀرپور هوندو آهي. پر، مون کي سهڪندي ڏسي پاڻ به ويهي رهندو آهي. پڇندو آهيانس ته اڳتي هلئون! تڏهن چوندو آهي، ناٽ پاسيبل بابا – نات پاسيبل بابا.“

پڇيائين، ”برف ۾ چو ٻيهي رهيا آهيون.“

ورائيم، ”لطف اندوز ٿيڻ لاءِ.“

شرارت واري مرڪ چپن تي تري آيس. پڇيائين، ”برف پوڻدي ڪنهن سان ملڻ جو انجام ته نه ڪيو آٿوَ!“

مون ڪيس ٻه ٽي ٺوڻشا پيٽ ۽ سيني تي وهائي ڪڍيا. هن مونکي ڀاڪر ۾ ڀري ورتو. سندس ٻانهن ۾ ئي هوس جو کلندي چيائين، ”اوهان جي دوسٽن کان ٻڌو اٿم ته ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ اوهين ڏاڍو رومانٽڪ هوندا هئا.“

”اڙي پوڪ، تون ڇا ٿو سمجهين!“ کلندي چيم، ”مان هيئنر به رومانٽڪ آهيان.“

منهنجي منهن ۾ ڏسندي پڇيائين، ”سچ!“

چيم. ”آزمائي ڏس.“

پوءِ اوچتو، جڻ کيس ڪجهه ياد آيو. چرڪ ڀري چيائين، ”اوهان کي برف ۾ ٻيٺل ڏسي، مون کان سڀ ڪجهه وسري ويو.“

”يار نعيم.“ چيم، ”تون ته پٽ ٻدران جيڪر منهنجي ماءُ هجين ها.“

هڪدم گنڀير ٿي ويو. پڇيائين، ”اوهين منهنجي ماءُ نه آهيو!“

سندس منهن ٻنهي هٿن ۾ جهلي کيس نرڙ تي مِني ڏنم. پڇيومانس، ”ٽڪيٽ نه مليئي ڇا، جو موٽي آيو آهين.“

ڪيسي مان ٽڪيٽ ڪڍي ڏيکاريندي چيائين، ”فلم انٽرويل کان پوءِ شروع ٿيندي. دل ڪيو ته اوهان سان ڪافي پي پوءِ فلم ڏسان.“

”او - ڪي.“ چيم، ”مون کي بہ ڪافيءَ جي سخت ضرورت آهي.“

سئمس ريسٽورنٽ جي ڏاڪي تي پير رکي هو بيهي رهيو. منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺائين. چيائين، ”بابا، ڪينٽ شاپنگ سينٽر وٽ مون هڪ عورت ڏٺي؛ هوبهو امان جهڙي هئي - بس، امان کان پوڙهي هئي - مٿي جا وار بہ ذري گهٽ اڇا هئس.“

سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيم، ”تنهنجي ماءُ بہ هن وقت تائين پوڙهي ٿي چڪي هجي ها.“

چيائين، ”اوهان جي ۽ منهنجي بيڊ روم ۾ امان جي جيڪا تصوير لڳل آهي نہ، هوبهو ان تصوير جهڙي هئي.“

مون دل ۾ بيچيني محسوس ڪئي.

نعيم چيو، ”منهنجو خيال آهي، اوهين بہ هلي ڪيس ڏسو. حيرت انگريز حد تائين امان جهڙي آهي - بس ڪجهہ ڪجهہ پوڙهي آهي.“

چيم، ”هن انبوهہ ۾ ڪيس ڪٿي ڳوليندا سين.“

”اوهين هلو تہ سهي.“ نعيم چيو، ”ڪيس ڏسي اوهين بہ حيران ٿي ويندا.“

هو مونکي وٺي ڪينٽ شاپنگ سينٽر آيو. ڊڪيل هئڻ سبب ڪينٽ شاپنگ سينٽر ۾ چڱي پيهہ هئي. نعيم ڪنڌ ورائي وچولي عمر جي عورتن ڏانهن ڏسڻ لڳو. ڪيس چيم، ”اهڙيءَ طرح عورت کي ڏسڻ شروع ڪيوسين تہ پڪ جاڻ حدود آرڊيننس جي پڪڙيءَ ۾ پڪڙي ويندا سين.“

نعيم گنڀير هو. هن جواب نہ ڏنو. هن کي جنهن جي تلاش هئي، سا ڪيس نظر نہ آئي. هو اتاولو ٿيڻ لڳو. چيائين، ”مون ڪيس هتي، هن جاءِ تي ڏٺو هو، بابا.“

”ڏٺو هوندءِ.“ چيم، ”پر ايتري دير تائين هوءَ هتي ڇو بيهي رهندي.“

”ها.“ هن پنهنجي ساءِ چيو، ”هوءَ ايتري دير تائين هتي ڇو بيهي رهندي!“

”منهنجو خيال آهي، تون وچي اينٿني ڪوئن ۽ محمدعلي ڪلي جي فلم ڏس.“ مون کيس سمجهائيندي چيو، ”ماڻهن جون شڪليون هڪٻئي سان مشابهت رکنديون آهن. ان ۾ حيران يا پريشان ٿيڻ جهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونهي.“

پر، هو پريشان هو. هن، هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي منهنجو روح فنا ڪري ڇڏيو. چيائين، ”مان جڏهن ويجهو ويومانس، تڏهن هن غور سان مون ڏانهن ڏٺو. مان سمجهان ٿو، هن به مونکي سڃاتو هو.“

مان پنهنجي سموري وجود سان ڪنبي ويس. چيم، ”اهو ممڪن نه آهي.“

”ڇو ممڪن نه آهي.“ نعيم چيو، ”ڇا مائرون پنهنجي پٽن کي سڃاڻي نه سگهنديون آهن!؟“

سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهليندي چيم، ”توکي جنم ڏيڻ کان هڪدم پوءِ هوءَ گذاري ويئي هئي.“

نعيم جي چهري تي اُداس شام جا پاڇا لڙي آيا. هو وياڪل ۽ ويڳاڻو ٿي پيو.

پنهنجي ساءِ، ڏک وچان چيم، ”هوءَ توکي سڃاڻي نه سگهي ها، پٽ.“

نعيم چيو، ”هوءَ هوبهو امان جهڙي هئي. ان تصوير ۾ جهڙي هئي، جيڪا اوهان ۽ منهنجي بيڊروم ۾ رکيل آهي.“

سندس خيال متاثڻ خاطر چيم، ”انٽرويل ختم ٿي ويو هوندو. هل، مان توکي پيراڊائيز وٽ ڇڏي ٿو اچان.“

ڪينٽ شاپنگ سينٽر جون ڏاڪڻيون لهي، اسين پيراڊائيز سئنيما ڏانهن وڌي وياسين. مون ڏٺو نه نعيم تمام گهري سوچ ۾ ٻڏل هو. هو آسمان مان ڪرندڙ برف کان بي نياز هلي رهيو هو. سندس اکين ۾ اُٽڻ هئي. ذهين انسان ڪائنات ۾ پنهنجي وجود جي دليل بابت ضرور سوچيندا آهن. هو جڏهن ڪنهن به نتيجي تي پهچي نه سگهندا آهن، تڏهن اُداس ٿي پوندا آهن.

پيراڊائيز سئنيما وٽ مون نعيم کي چيو، ”اڙي چريا، مان اول تنهنجي ماءُ آهيان، ۽ پوءِ پيءُ. هاڻي ويٺي ڇڏائي ڏيکار.“

مون ٻئي هٿ سندس ويٽيءَ ۾ وجهي ڇڏيا. هن مون ڏانهن ڏٺو. سندس چپن تي مرڪ تري آئي. ممتا لاءِ واجهائيندڙ ٻار وانگر هو مون ڏانهن ڏسندو رهيو. پوءِ، هن بنا ڪنهن زور آزمائيءَ جي پنهنجي ويٽي منهنجن هٿن مان ڇڏائي ورتي. چيائين، ”برف ۾ نه بيهجو. سئمس ۾ وڃي ويهجو. پوري سياڊي ڇهين لڳي مان اوهان کي بڪ گيلريءَ ۾ ملندس.“

مون ڪيس پيار وچان ٻانهن تي ٿڦڪي ڏني. هن پنهنجي ويٽي اڳتي

ڪئي. مون پنهنجا ٻئي هٿ سندس ويٽيءَ ۾ وجهي ڇڏيا. اسين ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي کلي پياسين. چيم، ”ويٽي ڇڏائي ڏيکار.“

اُداس هو، پر کلي پيو. چيائين، ”ناٽ پاسيبل بابا – ناٽ پاسيبل بابا.“

مون پنهنجا هٿ سندس ويٽيءَ مان ڪڍي ڇڏيا. هو پيراڊائيز سئنيما ۾ هليو ويو.

نعيم پيراڊائيز سئنيما ۾ هليو، پر جهاڳڻ لاءِ مون کي سوچن جو سمنڊ ڏيئي ويو. هن ڪنهن کي ڏٺو آهي! ائين ته ناهي، مون سوچيو، ته هن سچ پچ مريم کي ڏٺو آهي! منهنجي ۽ نعيم جي ڪمري ۾ لڳل تصوير ۾ مريم ويهن ڪن سالن جي مس آهي. تڏهن هوءَ مون سان ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندي هئي. منهنجي ڪلاس ميٽ هئي. منهنجي زندگيءَ جي سوپيا، ۽ سجاٽپ هئي. منهنجي باري ۾ جڏهن ٻه پيا ڪئي ويندي هئي، تڏهن ڪانئس ئي پڇا ڪئي ويندي هئي. هوءَ جنهن ڏينهن يونيورسٽيءَ ۾ نه ايندي هئي، تنهن ڏينهن ڪوبه مون کي تلاش نه ڪندو هو. سڀني کي خبر هئي ته انهن ڏينهن مان به يونيورسٽيءَ ۾ نه هوندس – ان ڏينهن مان ڪلفٽن جي ڪناري سيبريز ريسٽورنٽ ۾ ويٺو هوندس ۽ درياءَ مان بيچين سمنڊ ڏانهن ڏسي رهيو هوندس، ۽ ڇولين جي آواز ۾ غزل ٻڌي رهيو هوندس. ان ڏينهن مان ڪرڪيٽ راند لاءِ پريڪٽس تي به نه ويندو هوس. شام جو، ٻڏندڙ سج جي پوين ڪرڻن ۾ ڪناري تان سپيون ۽ ڪوڏ ميڙي ڪٺي ايندو هوس. ان رات دير تائين امان مونکي پيار ڪندي هئي؛ ٻنا آواز جي روئيندي هئي؛ ۽ منهنجي سُک لاءِ آسمانن کان دعا گهرندي هئي. پر، ان ڳالهه کي سچا سمورا پنجويهه سال گذري ويا آهن – ڇوٽين صدي! جنهن ۾ هڪ سچ گرهڻ به شامل آهي، جڏهن تاڪ منجهند مهل ڌرتيءَ تي اڌ رات وازي اوندهه لهي آئي هئي! پنجويهن سالن کان پوءِ مان به جيڪڏهن مريم کي ڏسان، ته هوند، ڀرين نظر ۾ ته شايد ڪيس سڃاڻي نه سگهان! ته پوءِ نعيم ڪيس ڪيئن سڃاڻي ورتو! ڪڏهن ڪڏهن زندگيءَ ۾ امڪان جي حد هٿ اچي ويندي آهي. ممڪن آهي، نعيم سچ پچ مريم کي ئي ڏٺو آهي، مون سوچيو.

ٻڌو هوم ته هوءَ پنهنجي گهر ۾ سکي آهي، ۽ خوشگوار گهريلو زندگي گذاري رهي آهي. ڪيس چار ٻار آهن، ۽ سندس مڙس ڪنهن بينڪ ۾

نوڪري ڪندو آهي. ڪيئن هوندي! مون سوچيو. پنجويهن سالن کان پوءِ مون کي سڃاڻي سگهندي! جيڪڏهن مون کي نہ سڃاڻائين، يا سڃاڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين، تہ مون کي ڏک ضرور ٿيندو، پر مان ان ڏک جو اظهار نہ ڪندس. ان کان وڌيڪ سندس زندگيءَ تي مون کي ٻيو ڪوبہ اختيار نہ آهي، جو مون سندس هڪ تصوير نعيم جي ڪمري ۾، ۽ ٻي پنهنجي ڪمري ۾ لڳائي ڇڏي آهي. سندس ٻئي تصويرون ڪراچي يونيورسٽيءَ جي آرٽس فيڪلٽي ۽ لائبريريءَ جي ٻاهران لان تي نڪتل آهي. هڪڙي ڏينهن مريم جي تصوير ڏانهن غور سان ڏسندي نعيم چيو هو، ”منهنجي ماءُ دنيا جي سڀ کان خوبصورت عورت آهي.“

”ها پٽ.“ مان پاسي کان وڃي بيٺو هومانس. چيو هيم، ”تنهنجي ماءُ سچ پچ دنيا ۾ سڀ کان خوبصورت عورت هئي.“

”مون کيس ماري ڇڏيو هو نہ بابا.“ نعيم ڏک وچان پڇيو هو.

کيس پيار ڪندي چيو هومِ، ”ڪهڙيون چرين جهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين پٽ. قدرت ائين ئي چاهيو هو تہ هوءَ توکي جنم ڏيڻ کان پوءِ اسان کان ڌار ٿي وڃي.“

ممتا کان محروم ٿيڻ جو ڏک، نعيم جي وجود ۾ عمر سان گڏ، ٻڙ وانگر وڌي وڻ ٿيو آهي. مونکي خبر آهي تہ هو پنهنجي سڄي عمر ممتا موهہ (Mother Fixation) ۾ گذاريندو. هو فقط اُن عورت سان محبت ڪري سگهندو جنهن جي چاهہ مان کيس ممتا جيُ خوشبو ايندي. ممتا کان محروميءَ جي احساس کي مون سندس شخصيت تي حاوي ٿيڻ نہ ڏنو آهي. سندس محروميءَ جي احساس جي مون پنهنجي بي پناهہ پيار سان تلافي ڪئي آهي.

الاءِ ڇو، مان محسوس ڪرڻ لڳس، تہ نعيم جنهن عورت کي مريم سمجهيو ۽ پاتيو آهي، سان اصل ۾ سچ پچ مريم ئي آهي – مريم سان هم شڪل ٻي ڪا عورت نہ آهي! مون آسمان ڏانهن، ۽ آسمان مان ڪرندڙ برف ڏانهن ڏٺو. پنجويهہ سال اڳ، مريم کان هميشه لاءِ جدا ٿيڻ وقت مون امڪان لاءِ جيڪا گنجائش ڇڏي ڏني هئي، تنهن جي هڪ ڏينهن اهڙي نموني تڪميل ٿيندي، مون کي ان وقت خبر نہ هئي! تڏهن، ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي ٻاهرين در وٽ مون مريم کي چيو هو، ”چڱو، خدا حافظ

مريم. زندگيءَ ۾ ٻيهر جيڪڏهن ملياسين، تہ برف پوندي ملنداسين." اُهو نہ واعدو هو، ۽ نہ انجام هو، نہ هن طرفان، نہ مون طرفان. ان جملي جي مفهوم ۾ مون کي علامت کان سواءِ ڪجهہ نظر نہ آيو هو. ان جملي جي حوالي سان مون سوچيو هو تہ اسين ٻئي جڏهن اُس بدراُن درد جي ڇانوَ ۾ پنهنجا وار اڇا ڪري ڇڏينداسين، تڏهن زندگيءَ ۾ هڪ دفعو ڪٿي نہ ڪٿي، پاڻ ۾ ضرور ملنداسين.

مون آسمان تي ڪا تحرير پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر آسمان جي ڪوري ڪاغذ تي مونکي ڪابہ تحرير نظر نہ آئي. مون آسماني تحريرن جي ڪاتب سان ڳالهائيندي چيو، "تون شاهد رهجانءِ، تہ مون وفا جي راهن تان ڪڏهن بہ پوئتي هٽڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي. مون پنهنجي پٽ جي تخيل کي مريم جي تصور سان آباد ڪري ڇڏيو آهي. هو مريم جو پٽ آهي– مريم کان سواءِ ٻئي ڪابہ عورت هن جي ماءُ نہ آهي."

برفخاني وانگر سرد، بيحس ۽ اُداس ڪنڌر ماحول ۾ امڪان جي سرحد پار ڪرڻ لاءِ مان مريءَ جي بازارين، دڪانن، رستن ۽ هوٽلن ۾ رلندو رهيس. برف ۽ هوا ۾ مان هلندو رهيس. پنجيتاليهہ – ڇائيتاليهہ سالن جي لڳ ڀڳ هر عورت ڏانهن غور سان ڏسندو رهيس. پنهنجي عمل تي ڪڏهن ششدر، ڪڏهن پشيمان ۽ ڪڏهن دل ئي دل ۾ کلندو، ۽ ڪڏهن افسوس ڪندو رهيس.

پوءِ، جڏهن خوابن جي آخري آرامگاهہ کي اَمر وَلِ وڪوڙي ويئي، تڏهن اوچتو، ٻڪ گيلريءَ جي هڪ ڪنڊ ۾ مون مريم کي بيٺل ڏٺو. دڪان جي ٻاهرين در وٽان مان ڏانهس ڏسڻ لڳس. سندس هٿ ۾ ڪو ڪتاب هو، ۽ هوءَ ڪتاب مان ڪجهہ جملا پڙهندي ۽ صفحا ورائيندي پئي ويئي. گذريل پنجويهن سالن ۾ هوءَ وڌيڪ شانائتي ۽ پُرڪشش ٿي پيئي هئي. هوءَ انهن عظيم عورت مان پئي لڳي، جن کي ڏسڻ کان پوءِ تقدس جو احساس ذهن جي اُفق تي اُڀري ايندو آهي. دل، جيڪا مدتن کان تمنائن جي تپش کان محروم هئي، ڌڙڪي پيئي. پاڻ کي پرچائڻ، سرچائڻ، ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيم تہ هوءَ خواب آهي – هن جو حقيقتن سان ڪوبہ تعلق نہ آهي. هوءَ ٻي ڪا عورت آهي. هوءَ مريم نہ آهي. علامتن کي ايتريقدر ظاهر ۽

واضح معنيٰ نہ ملندي آهي. سوچيم تہ هليو وڃان. ڪليسا جي ٻاهرينءَ پٽ وٽ ٻيهي، برف جي صليب ڏانهن ڏسندو رهان. پر، مان ائين ڪري نہ سگهيس. زندگي جيڪڏهن خود – فريبيءَ جو شڪار نہ ٿئي ها، ۽ خوابن تي جيڪڏهن حقيقتن جو گمان ٿئي ها، تہ هوند، مان ڪيس نظر جو دوکو سمجهي نظر انداز ڪري ڇڏيان ها. تڏهن، اڻپورين تعبيرن جي بارگاهہ ۾ سجدو نہ ڪريان ها. بڪ گيلريءَ جي در وٽان هٽي وڃان ها – برف جي ڪفن تي هلندو رهان ها. پر، هوءَ خواب نہ هئي. هوءَ منهنجي ۽ نعيم جي نظر جو دوکو نہ هئي. هوءَ منهنجي زندگيءَ جي روشني هئي. هوءَ منهنجو تشخص هئي. هوءَ منهنجي سڃاڻپ هئي. ڪيئن ڪيس نظر انداز ڪري هليو وڃان ها! ٻهرين دوري ڪان پوءِ هينئر دل جي رفاقت تان اعتبار ڪڃي ويو آهي. مون محسوس ڪيو تہ زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو امڪان جي حد هٿ ايندي آهي. برف پوندي زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو ملاقات ٿيندي آهي – برف پوندي ٻيهر ملاقات تي نہ سگهندي آهي!

مان سندس سامهون وڃي ويٺس.

هن ڪنڌ مٿي ڪري مون ڏانهن ڏٺو –

فقط هڪ لمحي لاءِ. نظرون ٻيهر ڪتاب تي ڄمائي ڇڏيائين. مان سندس سامهون ويٺو رهيس. ڏانهس ڏسندو رهيس. سندس مٿي جا وار ذري گهٽ اڇا ٿي ويا هئا. سندس پيشانيءَ تي وقت جي وهنوار جا ليڪا ظاهر ٿي ويا هئا. عينڪ جي شيشن پٺيان سندس عميق اکيون گهري سوچ ۾ ٻڏل هيون.

هن ٻيهر ڪنڌ مٿي ڪري مون ڏانهن ڏٺو. ۽ پوءِ ڇڻ ڪانئس ڇرڪ نڪرندي نڪرندي رهجي ويو. سندس هٿ مان ڪتاب ذري گهٽ ڇڏائجي ويو. هوءَ ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسندي رهي. جهيڻي آواز ۾ سندس نالو ڪنيم. چيم، ”مريم.“

خشڪ چپن تي آڻ لکي مُرڪ تري آيس. ڪجهہ اچرج، ۽ ڪجهہ تعجب وچان مون ڏانهن ڏسندي رهي. دڪانً ڪان ٻاهر ڪپهہ جهڙي ڪونئري برف آسمان مان ڪِرندي رهي. تير وانگر چيندڙ هوا هلندي رهي.

جهيڻي آواز ۾ ڪانئس پڇيم، ”ڪيئن آهين، مريم؟“

”جواب نہ ڏنائين، ورائي پڇيائين، ”تون ڪيئن آهين؟“

سمجهان ٿو، منهنجن چپن تي هڪ بلڪل بي معنيٰ مرڪ تري آئي هئي. چيم، ”مان ٺيڪ آهيان.“

ڪتاب ڪائونٽر تي رکيندي چيائين، ”ورهيه وهامي ويا آهن.“

چيم، ”چوٿين صدي – پورا پنجويهه سال.“

پنهنجي ساهِ چيائين، ”ها. پورا پنجويهه سال.“

پڇيم، ”تون ڪيئن آهين، مريم.“

”مان!“ هوءَ مون ڏانهن ڏسندي رهي. پوءِ چپن تي ڏاڍي اُداس مرڪ ليئو پائي موٽي ويس. چيائين، ”مان خوش آهيان – ٺيڪ آهيان. توکي ڪيئن ٿي لڳان!“

ڪجهه گهڙيون ماٺ ڪري ڏانهس ڏسندو رهيس. پوءِ چيم، .”اڌ اڌ رات جو اُٿي مون تنهنجي سُک لاءِ ٻاڏايو آهي، مريم.“

هوءَ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳي. اکين ۾ تري آيل وجود جي ڇولي‌ءَ جي اُڇل مون کان لڪائڻ لڳي.

چيم، ”گهڻو اڳ، توکي ڏسڻ ۽ توسان گهڙي کن لاءِ ملڻ جي مون پروردگار کان دعا گهري هئي.“

آواز ڳورو ٿي پيو.

هن ڪجهه نہ چيو.

مون چيو، ”دعا ائين اگهامندي، مونکي خبر نہ هئي.“

ڪائونٽر تي رکيل ڪتاب ڪاغذ جي ڳوٿري‌ءَ ۾ وجهي، سيلزمين ڏاڍي ادب سان آڻي مريم کي ڏنو. هن پرس مان ڪجهه نوٽ ڪڍي سيلزمين کي ڏنا.

چيم، ”توڏانهن ايندي سوچيم پئي، شايد، مونکي سڃاڻي نہ سگهين.“

سيلزمين ڪيس بچيل پيسا موٽائي آڻي ڏنا. هُن بنا ڳڻڻ جي پيسا پرس ۾ رکي ڇڏيا. پوءِ مون ڏانهن ڏسندي پڇيائين، ”ائين ڇو سوچيو هئيءِ.“

چيم، ”پنجويهن سالن جو عرصو ڪو گهٽ تہ ڪونهي.“

”تمام گهٽ آهي – تمام گهٽ آهي.“ ڏاڍي ڏک وچان چيائين، ”توکي خبر نہ آهي. تمام گهٽ آهي. وسارڻ لاءِ تمام گهٽ آهي.“

مريم جي اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا. هيٺيون چپ ڪنبڻ لڳس. ڪاڏيءَ

۾ گپ ٿيجي ويس. پنهنجي ساءِ چياٿين، ”زندگيءَ جي هيڏي وڏي الميي کي وسارڻ لاءِ پنجويهن سالن جو عرصو تمام گهٽ آهي – تمام گهٽ آهي.“

هن دڪان کان ٻاهر آسمان ڏانهن ڏٺو. ڄڻ پروردگار سان شڪايت ڪندي هجي!

پر پوءِ ضبط ڪري ورتائين. پڇيائين، ”اسين اٿين ئي بيٺا هونداسين ڇا!“ اُداس چپن تي ويران مُرڪ جي روشني پکڙجي ويس. هوءَ بي انتها سهڻي آهي – شاناٿتي آهي. پر ان ڏينهن اُداس ٿيڻ کان پوءِ، ڪائنات جو سمورو حسن سندس شخصيت ۾ شامل ٿي ويو. پڇيائين، ”مون سان هڪ ڪوپ ڪافيءَ جو نه پيئندين؟“

بڪ گيلريءَ مان نڪري برف سان ڀريل مال روڊ تي اچي بيٺاسين. مون ٽرنيٽي چرچ جي صليب ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”مان هن صليب تي لٽڪيل آهيان، مريم.“

مريم ڪنڌ ڪٽي برف سان ڍڪيل صليبَ ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”افسوس ٿو ٿيئي پنهنجي فيصلي تي!“

”الاءِ. ڪجهه چئي نه ٿو سگهان.“ مريم ڏانهن ڏسندي چيم، ”تو کان جدا ٿيڻ کان پوءِ مون زندگيءَ کي تهمت طور قبول ڪيو آهي.“

سندس منهن تي هڪدم غم جو پاڇو ٿيجي ويو. هن منهن ٻئي طرف ڪري ڇڏيو. گهڙي ڪن لاءِ مون سندس ڪلها ڪنبندي ڏٺا.

”مريم.“ مون ڪيس سڏ ڪيو.

هن منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو. اکين ۾ آلاڻ هئس. کلڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، ”خبر اٿئي، مون کي ٻه دفعا نمونيا ٿي چڪي آهي.“

لنتاتس ريسٽورنٽ جي هڪ ڪنڊ ۾ ويهڻ لاءِ اسان کي ٽيبل ملي ويئي. هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ويهي رهياسين. بيرو ڪافيءَ جو آرڊر وٺي هليو ويو. جڏهن ڳالهائڻ ۽ پڇڻ لاءِ گهڻو ڪجهه هوندو آهي. تڏهن لفظ جملن جي جوڙجڪ مان نڪري ويندا آهن. تڏهن، گفتگوءَ جي شروعات هٿ نه ايندي آهي. اُٿڻ هئي. ڪانئس پڇيم، ”مون سان ڪافي پيئندي – منهنجو مطلب آهي، تنهنجو گهر وارو، محسوس ته نه ڪندو، ريسٽورنٽ ۾...“

”قطعي نه.“ مريم تمام پختي لهجي ۾ چيو. ”هن کي تنهنجي باري ۾ خبر آهي.“

تعجب وچان چيم، ”خبر آهي!“

”ها.“ وراڻيائين، ”نه هن اِن باري ۾ مون کان ڪڏهن صفائي گُهري آهي، ۽ نه مون ئي ان باري ۾ ڪيس وڌيڪ ڪجهه ٻڌائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي آهي.“

مون اُن شخص لاءِ دل ۾ عزت محسوس ڪئي.

۽ پوءِ، کلندي چيائين، ”هينئر تہ مان پوڙهي ٿي ويئي آهيان. ڇئن جوان ٻارن جي ماءُ آهيان.“

ڇئن ٻارن جي جملي مون کي حال مان ڪڍي ماضيءَ ڏانهن ڌڪي ڇڏيو. مريم کي ٻار ڏاڍا وڻندا هئا. يونيورسٽيءَ جي بس مان لهي، جڏهن گرو مندر وٽ بيهي رهندا هئاسين، تڏهن هوءَ فرابيل ڪنڊر گارٽن اسڪول مان موٽندڙ ٻارن کي رستي تي روڪي روڪي پيار ڪندي هئي. ڪين پرس مان ٽافيون ڪڍي ڏيندي هئي. يونيورسٽيءَ ۾ تہ ڪنهن ڪنهن وقت عجيب صورتحال پيدا ڪري وجهندي هئي. يونيورسٽيءَ جي هڪ پنگيءَ برڪت جي ٻن سالن جي پٽ کي ڪٽي ڪينٽين ۾ اچي ويهندي هئي. ڪيس بسڪوٽ ۽ ٽافيون کارائيندي هئي، ۽ ڪوپ ۾ کير وجهي پيئاريندي هئي. هڪڙي ڏينهن، جڏهن اسين ٻئي گرومندر جي بس اسٽاپ وٽ بيٺا هئاسين، تڏهن مريم چيو هو، ”مان گهٽ ۾ گهٽ ڇهن ٻارن جي ماءُ ٿيندي – ٽي پٽ ۽ ٽي ڌيئر.“ ۽ پوءِ، هوءَ ڪيترن ڏينهن تائين پنهنجي جملي تي شرم کان ڳاڙهي ڳاڙهي ٿيندي رهي هئي، ۽ مون ڏانهن ڏسي نہ سگهندي هئي.

”ڇا پيو سوچين؟“ مريم پڇيو.

حال ڏانهن موٽندي چيم، ”ڪجهہ نہ – ڪجهہ خاص نہ – بس ائين ئي.“

پڇيائين، ”مون کان لڪائين تہ نہ ٿو؟“

چيم، ”منهنجي لاءِ ممڪن ئي نہ آهي.“

بيرو ڪافي ڪٽي آيو.

ڪافي ٺاهيندي پڇيائين، ”ٻڌو اٿم، اسلام آباد ۾ نوڪري ڪندو آهين؟“

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.

پڇيائين ”ڪهڙي محڪمي ۾؟“

مون ڪيس محڪمي جو نالو ٻڌايو.

ڪافيءَ جو ڪوپ منهنجي اڳيان رکندي ڏاڍي عجيب ڳالهه پڇيائين، "ٻڌو هوم، سمجهان ٿي افواهه ئي هو، هڪ ڀار واري ڪنهن عورت سان شادي ڪئي هيئِ!"

ورائي پڇيومانس، "يقين ڪيو هيئَ ان ڳالهه جو؟"

چيائين، "بلڪل نه."

ڪافيءَ جي ڪوپ مان سپ پريندي چيم، "مون کي پنهنجي باري ۾ ٻڌاءِ، مريم."

"ڇو؟" منهنجين اکين ۾ ڏسندي پڇيو هئائين.

"ڇو جو، ماڻهن بدران مان تنهنجي واتان ٻڌڻ چاهيان ٿو." چيم، "مونکي پنهنجي باري ۾ ٻڌاءِ. مان پاڻ کي ڪنهن ڪنهن وقت تنهنجو مجرم محسوس ڪندو آهيان."

سوچ ۾ پئجي ويئي. نرڙ تي انيڪ ليڪون اُڀري آيس. پوءِ، اهڙي لهجي ۾، ڄڻ خواب ۾ ڳالهائيندي هجي، چيائين، "منهنجو گهر وارو سکر ۾ بينڪ مئنيجر آهي – نيشنل بينڪ ۾. ٽيويهه سال ٿي ويا آهن منهنجي شاديءَ کي. ٻه پٽ، ٻه ڌيئون ٿيون آهن. ٻئي پٽ مرچنٽ نيويءَ ۾ آهن، ۽ سال ۾ اٺ مهينا گهر کان ٻاهر رهندا آهن. ٻئي ڌيئر نواب شاهه ميڊيڪل ڪاليج ۾ آهن – وڏي ٽئين سال ۾ ننڍي ٻئين سال ۾ آهي. بس."

سندس لهجو اوپرو، جملا ٽٽل ڦٽل، ۽ آواز مُنجهيل مُنجهيل هو. ڪافيءَ جي ڪوپ مان ٻه چار دفعا سپ پري ورتائين. پوءِ پنهنجي ساءِ چيائين، "بس نه."

تڏو ساهه کنيم. چيم، "مون کي پنهنجي باري ۾ ٻڌاءِ."

وري گهور وجهي مون ڏانهن ڏٺائين. پوءِ، جهيڻي آواز ۾ چيائين، "مان پنهنجي گهر ۾ خوش آهيان – حالتن ۽ ماحول کان مطمئن آهيان."

پڇيم، "ڪنهن ڪاليج ۾ پڙهائيندي آهين؟"

"ها." چيائين، "شڪارپور ڪاليج ۾ پڙهائيندي آهيان. روزانو سکر کان شڪارپور ايندي ويندي آهيان. اڄڪلهه موڪلون آهن. ڇوڪرين کي مَري ۽ ايوبيا گهمائڻ آئي آهيان."

خاموشيءَ جو هڪ طويل لمحو آيو، ۽ ترسي پيو. اسين ڪنڌ جهڪائي ڪافيءَ جي ڪوپ مان سپ سپ پريندا رهياسين. سوچيندا رهياسين. وقت جي قديم آثارن مان يادن جي ميراث ميڙيندا رهياسين. هڻ زخمي ڪري وڌاسين. تڏهن، مريم چيو، ”هڪ غلط فيصلي جي سزا پاڻ کان سواءِ ٻين کي به ڀوڳڻي پوندي آهي، جن جو ان سموري معاملي سان ظاهري طرح ڪوبه تعلق نه هوندو آهي.“

مون ڏانهس ڏٺو. ڏک ۽ اذيت جو احساس اکين مان ظاهر ٿي رهيو هوس. چيائين، ”مان هڪ شخص جي زال آهيان – سندس ٻن ٻارن جي ماءُ آهيان. پر، منهنجو روح ٻئي ڪنهن شخص لاءِ سرگردان آهي.“

چيم، ”هڪ خواهش جي تڪميل کان پوءِ، ٻئي اڻ پوري خواهش جو ارمان وڌي ويندو آهي.“

گهور وجهي مون ڏانهن ڏٺائين. چيائين، ”تون ڪنهن ڪنهن وقت افلاطون ٿي پوندو آهيان. اها تنهنجي پراڻي عادت آهي.“

ڏکن جي ڏيهه ۾ هڪ گهڙيءَ لاءِ مُرڪ موٽي آئي. چيم، ”تنهنجو جملو مون کي وڻيو آهي. ورهين کان ان جملي لاءِ واجهايم پئي.“

دريءَ کان ٻاهر ڏسندي چيائين، ”تنهنجي لاءِ ممڪن ٿي نه آهي.“

وراڻيم، ”ڇا ممڪن نه آهي؟“

وراڻيائين، ”ٻئي جي محبت جو انت لهڻ.“

سندس جملو ٻرڇيءَ وانگر منهنجي وجود ۾ لهي ويو. چيم، ”توکان جدا ٿيڻ جو ڏک منهنجي زندگيءَ جو لازمي حصو ٿي پيو آهي.“

حسرت اکين ۾ تري آيس. چيائين، ”تنهنجو فيصلو غلط هو.“

”فيصلو منهنجو نه، ڊاڪٽرن جو هو.“ چيم، ”مون سان شادي ڪرڻ کان پوءِ تون ڪڏهن به ماءُ ٿي نه سگهين ها.“

”تون سمجهين ٿو، مان ان ڳالهه کان واقف نه هئس – بي خبر هئس! ڪجهه ڪجهه ناراض ٿيندي چيائين، ”مان تڏهن انڪلسيريا نرسنگ هوم ۾ موجود هئس، جڏهن مختلف ليبارٽري ٽيسٽن کان پوءِ ڊاڪٽرن ان جي باري ۾ تصديق ڪئي هئي.“

اوچتو، گوڙ شور سان ڀريل ريسٽورنٽ ۾ خاموشيءَ جو راڪاس گهمي

ويو. ماٺ! موت جهڙي ماٺ! سانت جي گنبذ ۾ ماضيءَ جي تصويرن جا اولڙا، ۽ آوازن جا پڙاڏا واضح ٿيڻ لڳا. اذيتن جون راتيون، ۽ اذيتن جا ڏينهن واپس ورڻ لڳا! مان آوازن جو پڙلاءُ پڌي سگهان ٿو – تصويرن جو اولڙو ڏسي سگهان ٿو. ايوب خان جو اوائلي دؤر آهي. مشرقي پاڪستان جي مقابلي ۾ مغربي پاڪستان جي چئن صوبن کي ملائي ون يونٽ ڪڙو ڪيو ويو آهي. هنگامن جي شروعات ڪراچي يونيورسٽيءَ کان ٿي آهي. مظاهرا ٿي رهيا آهن. جلسا، جلوس ۽ هنگاما هلي رهيا آهن. وٺ پڪڙ هلي رهي آهي. ون يونٽ اسان کي قبول نہ آهي. اسان ڪلاسن جو بائيڪاٽ ڪري ڇڏيو آهي. يونيورسٽيءَ جا اُستاد هليا ويا آهن. اسين جوش ۽ جنون ۾ يونيورسٽيءَ جي ڪاريڊارن ۾ هلي رهيا آهيون. يونيورسٽيءَ ڏانهن ايندڙ سمورن رستن کي اسان ڇپن، پٿرن ۽ پراڻن ٽائرن کي باهہ ڏيئي بند ڪري ڇڏيو آهي. هي ڪير آهن! هي ڪير آهن، جن يونيورسٽيءَ جو گهيراءُ ڪيو آهي! هي ڪير آهن! هو هر طرف کان اسان ڏانهن وڌي رهيا آهن. هو آوازن جا دشمن آهن. هو سوچ جا دشمن آهن. هو اظهار جي آزاديءَ جا دشمن آهن. هنن مون کي ڪهڙي هنڌ آڻي قيد ڪيو آهي! هيءَ رات ايڏي طويل ڇو آهي – ايتري ڏکي ڇو آهي. هنن مون کي ڇا ڪيو آهي جو مان ٻيهي نہ ٿو سگهان – مان ڪجهہ بہ چڱيءَ طرح ڏسي نہ ٿو سگهان – مون کي پيٽ ۽ پاسرين وٽ تڪليف آهي. هنن مون کي ڇا ڪيو آهي! مون کي ڪجهہ بہ ياد نہ آهي. ڪجهہ بہ ياد نہ آهي! هنن مونکي ڏاڍو ٽارچر ڪيو آهي – بس، ڏاڍو ٽارچر ڪيو آهي!

مون کي ٽارچر سبب ڪيترن ڏينهن تائين گڙدن مان گند ايندو رهيو هو. تڏهن، علاج دوران جڏهن گڙدن مان ايندڙ گند بند نہ ٿيو، ۽ طرحين طرحين جا ليبارٽري ٽيسٽ ٿيندا رهيا، تڏهن ڊاڪٽرن کي هڪ خبر اِها بہ پئي تہ مان ڪنهن بہ ٻار جي جنم جو سبب ٿي نہ سگهندس.

”ڇا پيو سوچين؟“ مريم پڇيو.

چيم، ”مون سان شادي ڪري تون خوش رهي نہ سگهين ها.“

”پنجويهن سالن کان پوءِ ان باري ۾ ڳالهائڻ فضول آهي.“ مريم چيو، ”پر تنهن هوندي بہ مان سبب ٻڌڻ چاهيان ٿي.“

چيم، ”ياد اٿئي، يونيورسٽيءَ کان موٽندي، گرو مندر وٽ هڪ دفعي تو چيو هو تہ مان ڇهن ٻارن جي ماءُ ٿينديس.“

هوءَ اوچتو ويراڳڻ ٿي پيئي. بنواس جي ڪنهن هيڪلي مسافر وانگر نظر اچڻ لڳي. مون ڏانهن ڏسندي رهي. خاموش رهي.

آهستي چيم، ”ماءُ نہ ٿي سگهڻ جو افسوس توکي پيچي پورا ڪري ڇڏي ها.“

ٿڌو ساهہ کنيائين. چيائين، ”هيءُ ڏک بہ ڪو گهٽ تہ ڪونهي.“

مون شدت سان محسوس ڪيو تہ اسين تمنائن جو هڪ نہ، بلڪ انيڪ صليب کڻي جيئرا رهندا آهيون. مريم ڏک وچان مون ڏانهن ڏٺو. ڪنبندڙ هٿ سان ڪافيءَ جو ڪوپ چپن تائين کڻي ويئي، پر ڪافيءَ جي سپ پري نہ سگهي. ڪوپ ٽيبل تي رکي ڇڏيائين، ڪجهہ دير ڪان پوءِ چيائين، ”اسين ڪو ٻار وٺي پاليون ها.“

مون کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ زلزلو آيو، ۽ سڀ ڪجهہ ڌرتيءَ داخل ڪري ويو. مان اُٿي، وڃي دريءَ وٽ بيٺس. ٻاهر ڏسڻ لڳس. مريءَ جو سمورو شهر برف جي ڪفن سان ڍڪجي ويو هو. مان پنهنجي وجود ۾ اندر ئي اندر پرزا پرزا ٿيندو رهيس. ڪجهہ دير ڪان پوءِ مريم منهنجي پاسي ڪان اچي بيٺي. منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيائين. مون ڏانهس ڏٺو. چيائين، ”اچ.“

اسين موٽي وڃي ڪرسين تي ويٺاسين.

چيائين، ”ان امڪان تي مون وانگر شايد نہ سوچيو هُيس.“

چيم، ”سوچيو هيم، پر دير سان – تنهنجي شادي تي وڃڻ ڪان پوءِ.“

”پوءِ؟“ هن عجيب سوال ڪندڙ نگاهن سان مون ڏانهن ڏٺو.

چيم، ”مان هڪ جوان پٽ جو پيءُ آهيان، مريم.“

وائڙي ٿي ويئي. اک نہ ڇنڀيائين. لفظ جملي مان نڪري نڪري پئي ويس، ”تون تہ، منهنجو مطلب آهي – ڪٿان، ڪنهن ڪان ورتو اٿئي! ڪير آهي!“

سندس اکين ۾ ڏسندي چيم، ”هو تنهنجو ۽ منهنجو پٽ آهي. تون هن جي ماءُ آهين، مريم.“

اُٿڻ وڌي ويس، پڇيائين، ”پر ڪير آهي.“

”هو منهنجو پٽ آهي، مريم، منهنجو پٽ آهي. مان هن جو پيءُ آهيان.“ چيم، ”۽ تون هن جي ماءُ آهين. ڪيس جنم ڏيڻ ڪان پوءِ تون مري ويئي آهين.“

حيرت ۽ اچرج وچان اکيون وڏيون ٿي ويس. ”پر، ڪنهن کان ورتو اٿئي!“ پڇيائين.

”ڪنهن کان به نه.“ چيم، ”هو منهنجو پٽ آهي، مريم. تون يقين ڀلي نه ٿي ڪرين ته هو منهنجو پٽ آهي – مان هن جو پيءُ آهيان.“

هن منهنجو هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهلي ورتو. منهنجين اکين مان منهنجي وجود جو انت لهڻ لڳي. آهستي پڇيائين، ”مون کي به نه ٻڌائيندين.“

سندس اکين ۾ ڏٺم. اکين ۾ التجا هئس. ڄاڻڻ لاءِ اُتاوڻ هئس. اڄ تائين مون کهڙي ڳالهه کانئس لڪائي آهي! ڪهڙي راز جي مون کانئس پرده داري ڪئي آهي! ٻڌائي ڇڏيانس سيڪجهه – سيڪجهه؟ ٻڌائي ڇڏيانس ته نعيم ڪير آهي! هو منهنجي زندگيءَ ۾ ڪيئن داخل ٿيو آهي! ڪيئن مون ڪيس پنهنجو رت ست ڏيئي پندرهن ڏينهن جي ٻونگڙي مان پالي جانٺو جوان ڪيو آهي! ٻڌائي ڇڏيانس ته مون ڪيس لاوارث ٻارن جي اجهي ڪاشانه اطفال مان ورتو هو – ۽ ڪاشانه اطفال وارن کي هو سولجر بازار جي پارڪ مان لڌو هو! ٻڌائي ڇڏيانس سيڪجهه! ٻڌائي ڇڏيانس ته يونيسيف جي امدادي سامان ڏيندي ڪاشانه اطفال ۾ مون جڏهن نعيم کي ڏٺو هو، تڏهن مون پنهنجي روح، پنهنجي وجود ۾ ڇا محسوس ڪيو هو! مون کي محسوس ٿيو هو، ته هو منهنجي ئي وجود جو حصو هو. هو منهنجي تڪميل هو؛ مان هن جي تڪميل هوس. هو منهنجو ئي پٽ هو جنهن ٻئي هنڌ جنم ورتو هو. مون ڪيس سڃاڻي ورتو هو. مون سندس اون آن جو آواز سڃاڻي ورتو هو. هو منهنجو پٽ هو. ان ۾ ڪنهن قسم جي شڪ شبهي جي ضرورت نه هئي. هو منهنجي لاءِ، ۽ مان هن لاءِ دنيا ۾ آيو هوس. مان جيڪڏهن ڪنهن ٻار جي جنم لاءِ سبب جهڙو هجان ها، ۽ مريم سان شادي ڪريان ها، ته مريم مان مون کي هوبهو هن جهڙو ٻار ٿئي ها. هوبهو هن جهڙو! هن جون اکيون مريم جي اکين جهڙيون آهن. هو فقط ٻن هفتن جو مس آهي، پر مون ڪيس سڃاڻي ورتو آهي. هو منهنجو ۽ مريم جو پٽ آهي! اِها ڪا ايڏي وڏي ڳالهه نه آهي ته هن ڪٿي جنم ورتو آهي. سڀ کان اهم ڳالهه آهي احساس جي – احساس جي يقين جي! هو منهنجو پٽ آهي. هو مريم جو پٽ آهي. هو اسان ٻنهي جو پٽ آهي. اهو سچ آهي – باقي، ان کان سواءِ، ڪجهه به سچ نه آهي. هو

منهنجو وارث آهي، مان هن جو مورث آهيان. اهو طئي آهي. ان جو فيصلو آسمان تي ٿي ويو آهي. زمين جو ڪوبہ ڪاتب ان فيصلي جي خلاف هڪ سٽ لکي نہ سگهندو.

”هو منهنجو پٽ آهي مريم، منهنجو پٽ آهي.“ سندس اکين ۾ ڏسندي چيم، ”اسين آسمانن جي تحرير پڙهي نہ سگهنداسين. اسان ٽنهي جو – تنهنجو، منهنجو ۽ نعيم جو دستاويز لوح ۾ محفوظ آهي. ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڦيرگهير جي گنجائش نہ آهي. هو تنهنجو ۽ منهنجو پٽ آهي.“

مريم ڪجهہ وائڙي ٿي ويئي. مان سمجهان ٿو، کيس منهنجي هوشمنديءَ تي شڪ ٿيڻ لڳو هو. هن پيار وچان منهنجي هٿ تي ٿڦڪي ڏني، اهڙي نموني جڻ چوندي هجي، مان سڀ سمجهان ٿي؛ مان سڀ ڪجهہ سمجهي سگهان ٿي. تون مون کي ڪابہ سمجهاڻي نہ ڏي. مان تنهنجي دل جي ڪيفيت ڄاڻان ٿي.

”هو تنهنجو ۽ منهنجو پٽ آهي، مريم.“ مون سندس اکين ۾ ڏسندي چيو، ”کيس جنم ڏيڻ کان پوءِ تون مري ويئي آهين.“

هوءَ ٿڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسندي رهي. غم جي ڇانوَ مريم جي وجود مٿان ڇانئجي ويئي.

”ها. کيس جنم ڏيڻ کان پوءِ مان مري ويئي آهيان.“ ڏاڍي ڏک وچان چيائين، ”مان ٿي هن جي ماءُ آهيان. هو سچ پچ منهنجو پٽ آهي.“

خاموشي ڇانئجي ويئي. خارجي آوازن سان رشتو ختم ٿي ويو. اسين هڪ ٻئي جي سيني ۾ ڌڙڪندڙ دل جو ٻڌندڙ آواز ٻڌي رهيا هئاسين.

پنهنجي ساءِ چيائين، ”کيس جنم ڏيڻ کان پوءِ مان مري ويئي آهيان.“

اکين ۾ لڙڪ لڙي آيس. منهنجو هٿ ڇڏي ڏنائين. پرس مان رومال ڪڍي اکيون اُگهي ڇڏيائين.

دل اُداس هئي. چيم، ”تنهنجي هڪ تصوير نعيم جي ڪمري ۾، ٻي پنهنجي ڪمري ۾ لڳائي ڇڏي اٿم. يونيورسٽيءَ واري دؤر جون تصويرون آهن.“

پڇيائين، ”منهنجي باري ۾ ٻيو ڇا ڄڻندو آهي؟“

”گهڻو ڪجهہ – تمام گهڻو.“ چيم، ”هو روزانو تنهنجي باري ۾ ڳالهائيندو آهي.“ ويهن سالن کان ان دستور ۾ تبديلي نہ آئي آهي.“

هوءَ سوچ ۾ جذب ٿي ويئي. وري خاموشيءَ جو ڇڻ هڪ پهر گذري ويو.

”قائداعظم يونيورسٽيءَ مان انٽرنيشنل رليشنز ۾ ايم. اي ڪري رهيو آهي.“ چيم، ”مڊل ويٽ باڪسر آهي. جيڪي انيڪ ڪپ ۽ ٽرافيون کٽيون اٿائين، تنهنجي تصوير هينان سائيڊ بورڊ تي رکي ڇڏيون اٿائين.“

هينيون چپ ڏندن هينان پڪوڙ ي ڇڏيائين. ڪجهه دير تائين دريءَ کان ٻاهر ڪرنڊڙ برف ڏانهن ڏسندي رهي. سوچيندي رهي. اندر ۾ جهجندي رهي.

چيم، ”ڪجهه دير اڳ هن توکي ڪينٽ شاپنگ سينٽر ۾ ڏٺو هو.

تعجب وچان مون ڏانهن ڏٺائين. ڪجهه نه چيائين.

چيم، ”هن توکي سڃاڻي ورتو هو.“

”سڃاڻي ورتو هو!“ ڏاڍي عجب وچان پڇيائين.

”تنهنجو تصور سندس ذهن ۾ جيئرو جاڳندو، ۽ واضح آهي.“ چيم، ”موٽي اچي مون کي ٻڌاياائين ته مون هڪ اهڙي عورت ڏٺي آهي، جيڪا هوبهو امان جهڙي آهي – بس ڪجهه ڪجهه امان کان پوڙهي آهي.“

پوئين جملي تي مرڪ هڪ پل لاءِ سندس چپن تي موٽي آئي. پڇيائين، ”تو ڇا محسوس ڪيو هو؟“

چيم، ”مون محسوس ڪيو هو ته اُها هوبهو عورت تون ئي آهين، جنهن کي نعيم ڏٺو آهي.“

پڇيائين، ”ائين ڇو محسوس ڪيو هيئي؟“

”الاءِ، مون کي خبر ناهي.“ چيم، ”پر، مون محسوس ڪري ورتو هو، ته نعيم توکي ئي ڏٺو آهي، ٻيءَ ڪنهن عورت کي نه ڏٺو آهي.“

پڇيائين، ”ڪٿي آهي؟“

چيم، ”پيراڊائيز ۾ باڪسنگ جي فلم ڏسڻ ويو آهي.“

ڪنڌ هيٺ ڪري ڪجهه سوچيائين. پوءِ ڪنڌ مٿي ڪندي چيائين، ”مان پنهنجو پٽ ڏسڻ چاهيان ٿي.“

مون کان ذري گهٽ ڇرڪ نڪري ويو. مريم هڪدم منهنجي ڪيفيت پرکي ورتي. عزم واري لهجي ۾ چيائين، ”مان ڪيس ملنديس، ڪيس ڏسنديس.“

”هو منهنجي زندگي آهي، مريم – منهنجو خواب آهي.“ ٻُڏتَرَ واري

ڪيفيت ۾ چيم، ”عمر جي هن حصي ۾ جيڪڏهن ڪيس اصل حقيقت...“
منهنجو جملو ڪبي چڏيائين. چيائين، ”مان ڄاڻان ٿي - سمجهان ٿي، تڏهن تہ ڪيس ملڻ چاهيان ٿي.“
مون کي تعجب ٿيو.
مريم چيو، ”مان چاهيان ٿي تہ هو مون کي ڏسي، ۽ يقين ڪري تہ مان سندس ماءُ نہ آهيان - مان هوبهو سندس ماءُ جهڙي ہي ڪا عورت آهي - ہي ڪا عورت آهيان - اوپري، پرائي.“
مون کي مريم تي ڏاڍو رحم آيو، محبت جي نالي ۾ سهڻ ۽ جهاڳڻ لاءِ مون ڪيس سوچڻ جو بنواس ڏيئي ڇڏيو هو. صليب فقط مون نہ کنيو هو. صليب مريم بہ کڻي ورتو هو. هن جي آزمائش منهنجي آزمائش کان وڌيڪ سخت، ۽ روح فنا ڪندڙ هئي. هوءَ هڪ شخص جي زال ۽ سندس ڇئن ٻارن جي ماءُ هئي
”فلم تان ڪڏهن موٽندو؟“ مريم پڇيو.
چيم، ”سادي ڇهين لڳي مون کي بڪ گيلريءَ ۾ ملندو.“
واچ ۾ وقت ڏٺائين. چيائين، ”سوا ڇهہ ٿيا آهن.“
مان خاموش رهيس. مريم ڪنڌ کڻي مون ڏانهن ڏٺو. دل جَندَ جي پُڙن ۾ ڇڇرجي ويئي. سوچيم، برف ۾ ملڻ جي دعا زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو قبول ٿيندي آهي - فقط هڪ دفعو، مان وري ڪڏهن بہ مريم سان ملي نہ سگهندس؛ نہ زندگيءَ جي سَرَءُ ۾، ۽ نہ سياري ۾! ياد جي پيچرن ۾، سڪل پنن تان ڪنهن جي قدمن جا آواز پڌڻ ۾ ايندا - هوا ۾ منتشر ٿي ويندا. فقط ساوڻ ۾ ڪُتبن تان مٽيءَ جا تهہ ڌوبي لهندا، پر اسان جي تحرير پڙهڻ وارو ڪوبہ نہ هوندو - اسان جو نوحو پڌڻ وارو ڪوبہ نہ هوندو، ۽ نہ اسان جي ملڻ ۽ وڇڙڻ جي تاريخ، وقت ۽ سن ڏسڻ وارو ڪو هوندو! زندگيءَ جو هڪ دؤر گذري ويندو. اسان جي جاءِ ٻيو ڪو والاريندو. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها، تہ هوند، پيرويءَ جي سُرن ۾ ايترو درد نہ هجي ها.
بيرو بل وٺي هليو ويو.
اسين، زندگي ۾ پيهر جدا ٿيڻ لاءِ اٿي بيناسين. هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين. ورهين جي وڇوڙي ۾ دفن ٿيندا رهياسين. پنهنجي پنهنجي

وجود ۾ پرزا پرزا ٿيندا رهياسين. زمين ۽ آسمان ڏاتهن شهادت لاءِ ڏسندا رهياسين.

تڏهن، جهيڻي آواز ۾ چيم، ”تون بڪ گيلريءَ جي ان ڪنڊ ۾ وڃي ويهجانءِ، جتي مون توکي پنجويهن سالن کان پوءِ ڏٺو ۽ سڃاتو هو.“

آلين اکين سان هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين. زندگيءَ جي آزمائش مان گذرندا رهياسين. وجود جي زخمن جو عذاب محسوس ڪندا رهياسين. تڏهن، مريم لنتاتس ريسٽورنٽ جي ٻاهرين در ڏانهن وڌي ويئي. دل سيني جي قفس ۾ گهائل ابابيل وانگر ڦٿڪڻ لڳي.

چيم، ”خدا حافظ، مريم.“

هن منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو؛ ۽ پوءِ، ٻاهر هلي ويئي.

ساڍي ڇهين لڳي نعيم مون کي بڪ گيلريءَ جي ٻاهران مليو. برف ۾ ٻيٺو هو. ان کان اڳ جو مان ڪجهه چوانس، هن تجسس وچان چيو، ”هوءَ اندر ويٺي آهي، بابا.“

ائين ئي چيم، ”ڪير، بابا.“

”هوءَ!“ چيائين، ”هوءَ جيڪا هوبهو امان جهڙي آهي – پر امان کان ڪجهه ڪجهه پوڙهي آهي.“

ماحول جي چپ ۽ اذيت کي گهٽ ڪرڻ لاءِ چيم، ”اڙي يار، تنهنجي ماءُ به ٻاويهن سالن کان پوءِ توکي پوڙهي نظر اچي ها. ڏيکار ڪتي آهي.“

نعيم مون کي مريم جي ويجهو اچي ويهاريو. هوءَ ڪتاب هٿ ۾ ڪٽي ويٺي هئي. نعيم مون کي تمام آهستگيءَ سان چيو، ”ڏسوس بابا؛ امان سان ملي ٿي نه – هوبهو امان جهڙي آهي نه!“

دل گهائل پکيءَ وانگر ڦٿڪندي رهي، ۽ ڌڙڪندي رهي. چيم، ”برابر. تنهنجي ماءُ جهڙي آهي.“

پوءِ ڏاڍو عجيب، ۽ حيران ڪندڙ سوال ڪيائين. پڇيائين، ”موتي نه نه آئي آهي!“

سندس ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيم، ”نه پوءِ سڌو اسان جي گهر نه اچي ها!“

ڪو ڪتاب ڪٽڻ جو بهانو ڪري مريم اسان ڏانهن ڏٺو.

نعيم پڇيو، ”ڳالهايانس؟“

چيم، ”همت ڪري سگهين تہ پل وچي ڳالهائينس.“

مريم اسان جي بنهہ ويجهو بيٺي هئي. هوءَ اسان جي گفتگو ٻڌي رهي هئي.

نعيم وڏي وچي مريم جي سامهون بيٺو. اول سلام ڪيائينس، ۽ پوءِ انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندي چيائين، ”توهين هوبهو منهنجي ماءُ جهڙيون آهيو،“

مريم منهن مٿي ڪري نعيم ڏانهن ڏٺو. سموري ممتا اکين ۾ تري آئي هئس.

نعيم ڪنبندڙ لهجي ۾ چيو، ”مونکي جنم ڏيڻ کان پوءِ هوءَ هڪدم مري ويئي هئي.“

مريم ڏانهس ڏسندي رهي.

نعيم چيو، ”ڪجهہ دير اڳ مون جڏهن اوهان کي ڪينٽ شاپنگ سينٽر ۾ ڏٺو هو، تڏهن مون هڪدم اوهان کي سڃاڻي ورتو ٿو.“

”سڃاڻي ورتو هو!“ مريم انگريزيءَ ۾ ڪانئس پڇيو.

نعيم چيو، ”منهنجو مطلب آهي تہ مون هڪدم سڃاڻي ورتو هو تہ اوهين هوبهو منهنجي ماءُ جهڙيون آهيو.“

غمناڪ مرڪ مريم جي چپن تي تري آئي. چيائين، ”تہ پوءِ سمجهہ ڪٽي تہ مان تنهنجي ماءُ آهيان.“

نعيم ٿورو ڪلندي چيو، ”سمجهڻ سان تہ ڪجهہ نہ ٿيندو آهي. بس، اوهين هوبهو منهنجي ماءُ جهڙيون آهيو.“

”هوبهو!“ مريم ائين ڪانئس پڇيو.

جواب ڏيڻ بدران نعيم مون ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”منهنجي بابا کان پڇي ڏسو.“.

تڏهن مريم مون ڏانهن ڏٺو. مان وک ڪٽي سندس سامهون وڃي بيٺس. چيم، ”متان سمجهو تہ منهنجو دلبر پٽ ڪنهن وهم ۾ مبتلا آهي. اصل ۾ دوکو مان بہ کائي ويو هوس.“

نعيم مون کي پيار وچان ٻانهن کان جهليندي چيو، ”اسين ٻئي هڪ ٿي عورت سان محبت ڪندا آهيون - بي انتها محبت ڪندا آهيون، پر ان

سلسلي ۾ اسان جو پاڻ ۾ جهيڙو نه ٿيو آهي. اُن عورت جي هڪ تصوير منهنجي بيڊ روم ۾، ۽ ٻي تصوير بابا جي بيڊروم ۾ لڳل آهي. اُها عورت منهنجي ماءُ آهي."

مون محسوس ڪيو ته مريم وڌيڪ برداشت ڪري نه سگهندي. هن ڪبندڙ آواز ۾ چيو، "ڪيڏي نه خوش نصيب آهي اُها عورت جنهن کي ايڏو پيار مليو آهي، هوءَ خوش نصيب آهي، ورنه ايڏو پيار ڪنهن کي نصيب ٿيو آهي!"

ضبط ڪرڻ جي باوجود سندس اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا.

"اڙي!" نعيم تعجب وچان چيو، "اوهين روئو پيون!"

"نه نه." مريم چيو، "مان ته خوش ٿي آهيان، تنهنجي ڳالهه ٻڌي. خبر نه اٿئي ته ڪنهن ڪنهن وقت خوشيءَ وچان انسان جي اکين مان لڙڪ لڙي پوندا آهن!"

نعيم ڪجهه ڪجهه پريشان ٿي پيو.

مون نعيم کي چيو، "اسان کي موڪلائڻ گهرجي پٽ."

هو تعجب ۽ تجسس وچان مريم ڏانهن ڏسندو رهيو. هو عقل ۽ مشاهدي جي ڇڪتاڻ ۾ ڇڄندو رهيو. پوءِ ڏاڍي عجيب لهجي ۾ چيائين، "اوهين هوبهو منهنجي ماءُ جهڙيون آهيو."

مون سندس ڪلهي تي هٿ رکيو.

هن منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو.

"ٺيڪ آهي." نعيم حسرت وچان مريم ڏانهن ڏسندي چيو، "خدا حافظ منهنجي ماءُ."

نعيم جو منهن ٻنهي هٿن ۾ جهلي، مريم ڪيس پيشانيءَ ۽ مٿي تي پيار ڪيو. پوءِ، سندس قميص جا بٽڻ بند ڪري، سندس جيڪٽ جي زپ چاڙهي ڇڏيائين. مون ڏانهن ڏسندي، پريل پريل آواز ۾ چيائين، "هن جي ماءُ جيئري نه آهي، هن جو خيال رکندا ڪريو."

چيم، "نعيم منهنجي زندگي آهي."

"مون کي خبر آهي." مريم جو آواز ٻڏڻ لڳو. چيائين، "مون کي خبر آهي."

مون نعيم ڏانهن ڏٺو، پوءِ ائين لڳو، ڄڻ ڪشمڪش مان گذري رهيو هو. پانهن ورائي مون ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو.

مريم آلين اکين سان اسان ٻنهي ڏانهن ڏٺو. پوءِ، وک ڪٽي نعيم جي سامهون اچي بيٺي. نعيم کي چيائين، ”تنهنجي ماءُ جيئري نه آهي، نه، تنهنڪري ماءُ طرفان به پنهنجي پيءُ جو تون خيال رکندو ڪر.“

نعيم گفتگوءَ جي تهه تائين پهچي نه سگهيو. سڀ ڪجهه ڪيس اوپرو اوپرو محسوس ٿي رهيو هو. مون لاءِ بي انتها پيار وچان چيائين، ”منهنجو پيءُ پوڙهو ٿوروئي آهي. مون کان وڏيڪ طاقتور آهي.“

جيئن ماس ننهن کان ڌار ٿي وڃي، تيئن مون مريم ڏانهن ڏسندي چيو، ”اسان ٻنهي جي حق ۾ دعا ڪجو. ٿي سگهيوَ ته اسان کي ياد رکجو. خدا حافظ.“

”ترسو، گهڙي کن لاءِ ترسو.“ التجا واري نوع ۾ اسان کي بيهاري ڇڏيائين. شيلف تان ميڪسم گورڪيءَ جو ناول، ماءُ، ڪڍي آئي. پرس مان پين ڪڍي ناول جي اندرين صفحي تي لکيائين، ”پياري پٽ نعيم لاءِ، هڪ ماءُ طرفان، جيڪا هوبهو سندس ماءُ جهڙي آهي.“

ناول نعيم کي ڏيئي، هن هڪدم منهن ورائي اکيون اُگهي ورتيون. پوءِ تمام جيٽي آواز ۾ چيائين، ”خدا حافظ.“

اسين اسلام آباد موٽي آياسين. نعيم مون کي منجهيل منجهيل محسوس ٿيو. ڪيس اٿڻ ورائي ويئي هئي. هو رات جو دير تائين جاڳندو رهيو، ۽ لاڳيتو مريم جي تصوير ڏانهن ڏسندو رهيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو مارگلہ روڊ تي ڊوڙندي نعيم مون کان پڇيو، ”هوءَ ڪير هئي بابا؛ ۽ هوبهو امان جهڙي ڇو هئي؟“

ڊوڙندي ڊوڙندي مان بيهي رهيس. محسوس ڪيم، مان وڌيڪ ڊوڙي نه سگهندس. سهڪڻ لڳس. نعيم به بيهي رهيو.

پڇيائين، ”ڇا بابا؟“

چيم، ”مان ٿڪجي پيو آهيان پٽ.“

روڊ جي پاسي مان پٿر تي ويهي رهيس.

منهنجي پرسان ويهندي چيائين، ”مان به ٿڪجي پيو آهيان، بابا.

”يار، بندل نہ هڻ.“ چيم، ڪيس خوش ڪرڻ لاءِ، ”تون جوان آهين. توکي اجا ڊوڙڻو آهي – سيني کان اڳ نڪرڻو آهي.“

پيار وچان چيائين، ”پر، اوهان کان سواءِ نہ بابا.“

دل اُداس ٿي پيئي. چيم، ”هڪ هارٽ اٽيڪ کان پوءِ، هينئر مان ڪنهن بہ وقت اوچتو هليو ويندس. توکي اڪيلو ڊوڙڻو پوندو پٽ.“

”ناٽ پاسيبل بابا.“ آسمان ڏانهن ڏسندي، ڏک ۽ پاپوهہ واري نوع ۾ چيائين. ”منهنجي مرضيءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. اسين هلنداسين، تہ گڏجي هلنداسين.“

”۽ ٿوري دير کان پوءِ اسين وري مارگلہ روڊ تي ڊوڙڻ لڳاسين.“ ✦

نالو : امرجليل

والد جو نالو : قاضي عبدالغني

جنم ۽ هنڌ: 8 نومبر، 1936ع، روهڙي.

تعليمي ادارا: رتن تلاءُ پرائمري اسڪول ڪراچي، اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچي، گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه، ڪراچي يونيورسٽي، فلوريڊا اسٽيٽ يونيورسٽي، انٽرنيشنل ايجوڪيشنل انسٽيٽيوٽ پيرس، پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ اڪيڊمي. ڪراچي.

هُنر : ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجي (ريڊيو ۽ ٽيليويزن ذريعي پڙهائڻ).

ڌنڌو :
- ڊپٽي ڪنٽرولر، پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن، اسلام آباد.
- ڊائريڪٽر، انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجي، علامه اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد.
- ڊائريڪٽر جنرل، پاڪستان نيشنل ڪائونسل آف دي آرٽس، اسلام آباد.
- وائيس چانسلر، علامه اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد.

ادب : ڪهاڻيون، ڪالم ۽ ڊراما، 1960ع کان.

ڪتاب : دل جي دنيا، جڏهن مان نه هوندس، تاريخ جو ڪفن، منهنجو ڏس آسمان کان پڇو، سنڌو منهنجي ساهه ۾، رني ڪوٽ جو خزانو، ٽيون وجود، نيٺ گونگي ڳالهايو، (پاڪيٽ بڪ: رڃ، هن چار ۾، تنهنجيون منهنجيون ڳالهيون، آدم جي ماءُ).

A Roshni Book
Short Stories
Pakistan. Rs: 90.00

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

**هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.**

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِه ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاڪ ٿيڻ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو ته "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)